# پـڳـوانـن جـي پـونءِ

# نـيـپال

## سفرنامو

بدر ابڙو



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.
1996ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سئو ٻه

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| پهريون ايڊيشن | جولاءِ 1996ع |

**قيمت** -/90 رپيا



---

BHAGWANAN JEE BHOON (Travelogue of Nepal) By: BADAR ABRO
Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition July 1996.
Price Per Copy Rs. 90/-
Book No. 202

# اي ڀڳوان

تنهنجي ڌرتيءَ تي پکڙيل هيءَ ساوا جبل، هيءَ ماٿريون، هي گيت، گل ٻوٽا، درياهه ۽ جهرڻا، ڪيڏا نه سهڻا آهن. تنهنجو هيءَ ڪتاب ڪيڏو نه صاف سٿرو ۽ دلڪش آهي. پر........

هيءَ اڻڳڻ اگهاڙا ماڻهو، هيءَ غربت، هيءَ بک ۽ بيماري.!

ڇا اهو سڀ ڪجهه تنهنجي سهڻي ڪتاب ۾ پروف جون غلطيون آهن؟

(پنجابي شاعر)

ڪهاڻيءَ ڪهاڻيءَ ڇوڻيءَ ڇوڻي
ڪو نہ ڪو ڀڳوان
تنهنجو منهنجو جيون پوءِ ڀي
درد ڀريو نيپال
مان پرديسي سنڌي ماڻهو
ڪهڙا ويهي ڏڪڙا اوريان؟
"ڪرشن،" "ڪالي،" "سويمڀو"،
"شوا،" "شنڪر،" "ڀڏا ناٿ"
ڪير ڀڏي تو دل جون ڳالهيون
ڪير ڏئي تو ڪنهنجوساٿ
دل ڇوي ٿي
ڀڳوانن جي ڀونءِ تي ايري
هاڻي ڪوئي ماڻهو ناٿ

# فهرست

# ٻڪوانن جي ڀونءِ – (نيپال)

گوتم ٻڌ جي ڄنم ڀونءِ "نيپال" ايڏو سهڻو ملڪ هوندو! مون ڪڏهن سوچيو به نه هو. مونکي هميشه ائين لڳو آهي ته مان گوتم جي انهن ويجهڙيل ساٿين مان آهيان جن کي مهاتما ٻڌ جي فلسفي سان پيار جي سزا ۾ هاٿيءَ جي پيرن هيٺان چيڀاٽي ماريو ويو هو. ڇا ٻئي جنم جي فلسفي ۾ ڪا سچائي ٿي سگهي ٿي؟ شايد اها پيار جي ڪا حد آهي جو ماڻهو پاڻ کي ڪنهن صفت سان جنم جنم ۾ ڳنڍڻ گهري ٿو. ڇا نيپال جي ڌرتيءَ ۾ سچ پچ ايڏي ڇڪ آهي جو مان بنا ڪنهن پروگرام جي اوچتو ئي اوچتو وڃي اتي پهتس؟ ڇا اهو گوتم ٻڌ سان پيار هو جنهن جي موٽ ملي هئي؟ يا ماڳهين اها جرنلسٽس فائونڊيشن آف ايشيا جي ضرورت هئي جنهن ڏکڻ ايشيا جي ملڪن مان صحافي چونڊي انهن کي آبادي ۽ ترقيءَ بابت رپورٽنگ تي ورڪشاپ ۾ اڙايو. ڪجهه به هجي، نيپال ڏاڍو سهڻو ملڪ آهي پر اها سونهن پنهنجي اندر ۾ اهي ڏک اجا تائين سانديو پئي اچي جن گوتم ٻڌ کان تخت ۽ تاج تان هٿ ڪڍايو هو.

ڪٺمنڊو ۾ هنڌ هنڌ مندر ۽ استوپا آهن، جيئرا جاڳندا. مون هن کان اڳ سنڌ ۾ جيئرا مندر ضرور ڏٺا هئا پر استوپا نه. سنڌ ۾ هنڌين ماڳين موجود دڙن ۽ ٿُلهن تي استوپائن جا ڪنڊر موجود آهن. انهن ڪنڊرن مان لڌل ٻڌ جون مورتيون، راڪاسن جون منڊيون ۽ آرائشي سرون مونکي منڍ کان ئي ڏاڍيون پراسرار لڳيون، خاص ڪري ٻڌ جي رک جا قصا. ٻڌ جي رک

جيڪا هر استوپا جي مرڪز ۾ هئڻ لازمي آهي. اها رک نڪر جي ٿانء ۾ رکي ٿي وئي پر ايئن بہ ٿيو آهي تہ اها رک هڪ سوني دٻليء ۾ وجهي پوء اها دٻلي نڪر جي لوٽيء ۾ رکي ٿي وئي. شايد انڪري تہ ماڻهوء جي مٽي توڙي نڪر جو ڌرتيء سان سڌو رشتو آهي.

پي ڪي ٢٦٤ نيڪ پوڻي ائين لڳي صبح جو ڪراچيء جي هوائي اڏي تان اڏامڻو هو پر سواء ائين لڳي اڏائو. صرف انڪري تہ ٽي مسافر بورڊنگ ڪارڊ وٺڻ ڪانپوء گم ٿي ويا هئا. ٻہ عورتون ۽ هڪ مرد. اهي ماڻهو پاڪستاني ڪو نہ هئا. سڄي دنيا جو ساڳيو حال آهي. آي ــ ٣٠٠ ميڪ جو هيءُ جهاز ساڍا آٺ هزار ميٽر جي بلنديء تان اڏامندو ٻہ ڪلاڪ ٣٥ منٽن ۾ ڪراچيء ڪان ڪٽمندو پهچڻو هو. ڪراچيء ڪان ڪٽمندو جو مفاصلو اٽڪل ٢٧٥٠ ڪلوميٽر هوندو.

اڏامڻ ڪان اڳ ۽ جهاز جا ڦيٿا چرڻ مهل جهاز جي ڪپتان اردو ۽ انگريزيء ۾ اعلان ڪيو تہ هاڻي سفر جي اها دعا پڙهي ويندي جيڪا نبي سڳورو سفر شروع ڪرڻ ڪان اڳ پڙهڻ پسند ڪندو هو. گهڻن مسافرن اکيون پوٽي اها ئي دعا چپن ئي چپن ۾ ورجائي.

جهاز اڏائو ۽ منٽن ۾ ڪارن ڪڪرن جي نرم ۽ ٿلهي تهہ کي چيريندو ڪڪرن جي مُن پار نڪري آيو. مٿي گرميء جو درجو ڪاٽو ڇهہ درجا هو ۽ هيٺ جو منظر بالڪل ايئن هو جيئن اسان زمين تان آگميل آسمان ڏسندا آهيون. زمين تان ڪڪر ڏسڻ مهل ڳاٽ ڪٽي ڏسڻو پوندو آهي پر ماڻهوء اهو ممڪن ڪيو آهي جو ڪڪرن کي پيرن هيٺان بہ ڏسي سگهي ٿو.

هندو ڏند ڪٿائن ۾ اڪثر ديوتائن جا آستانا آڪاس ۾ ڪڪرن تي ڄاڻايا ويا آهن. اسان پاڪستان ڪان نيپال تائين ، ڍن جي ڏٺن ۽ ڪجهہ جي وڏن گلن جهڙا ڪيئي ڪڪر ڏٺا پر ڪنهن بہ ڪڪر تي ڪو ڀڳوان نظر نہ آيو.

جهاز جهڙ جا ته چيريندو مٿي چڙهيو ته جهاز هلڪڙا لوڏا ڪاڏا پر پوءِ هوا ۾ ايئن لس ترڻ لڳو جيئن ڍنڍ جي ٻيڙي ۾ بي موج پاڻيءَ تي ٻيڙي اڳتي وڌندي آهي. جهاز ڪراچيءَ کان مسافرن کي پنهنجي پيٽ ۾ کڻي اتر اوڀر رخ ۾ سفر شروع ڪيو هو. مون دريءَ کان ٻاهر ڏٺو، هڪ ٻيو جهاز ٻئي رخ ۾ سفر ڪري رهيو هو. هي هيڏا سارا جبل جيڏا لوهي پکي انهن ديومالائي پکين کان به وڌا ۽ حيرت جهڙا آهن جيڪي ڀڳوانن جون سواريون سمجهيا ويندا آهن. جڏهن انسان جي ذهن وشنو ڀڳوان جي سواريءَ لاءِ گرڙ پکيءَ جو تصور آندو تڏهن جنهن جهاز جو تصور هو سو ڪنهن اڏامندڙ تخت کان وڌيڪ ڪو نه هو يا وڌ ۾ وڌ اهو وِمان سوچي سگهجي ٿو جيڪو رامائڻ ۾ راوڻ وٽ هو يا وري سوريه ديوتا جو آسماني رٿ تي سگهي ٿو.

جهاز ڪراچيءَ کان اڏاٽو ۽ نوابشاهه، رحيم يار خان کان ٿيندو ڀارت جي هوائن مان اڏاٽو ۽ پوءِ دهلي ۽ لکنوءَ جي شهرن مٿان لنگهي گنگا ۽ جمنا جون پوتر واديون اڪري کٽمنڊو جي سونهن ڀري واديءَ ۾ داخل ٿيو. سڄي واٽ ڪڪرن جو ٿلهو تهه اسان جي نظرن ۽ زمين جي وچ ۾ رنڊڪ بڻيو رهيو. ڪٿي ڪٿي اسان زمين ڏسي ٿي سگهيا سين. اسان دهليءَ جو شهر ايئن ڏٺو جيئن اتانهين پرواز ڪندڙ عقاب ڏسندا هوندا.

هوائي جهاز ۾ هوائي اسٽاف مسافرن کي اخبارون ڏنيون. جنگ، جسارت، ڊان، سنڌ ايڪسپريس، هلال پاڪستان، مهراڻ ۽ مارننگ نيوز. شايد ٻيون اخبارون خريد ڪرڻ سان پي آءِ اي شديد مالي بحران ۾ ڦاسجي وڃي ها. مالي نه سهي نظرياتي بحران سهي. ڪنهن نه ڪنهن بحران ۾ ضرور ڦاسجي ها! هلال پاڪستان ۾ هڪ خبر لکيل هئي جنهن جي وڏي اهميت ان ڪري محسوس پئي ٿي جو اسان نيپال جي سفر تي هئاسون. خبر موجب يونان جي بادشاهه چيو آهي ته بادشاهت بهترين طرز حڪومت ناهي ۽ هو سوچي رهيو آهي ته ملڪ ۾ جمهوري سڌارا آڻي. يونان جو بادشاهه

جڳهي سنگهي وانگ چڪ آهي. نيپال ۾ به بادشاهت آهي. نيپال جو بادشاهه ڇا ٿو سوچي؟ هن اهڙو ڪو بيان تہ جاري نہ ڪيو آهي البت ڪجهہ وقت اڳ پراڻي پنچائتي سرشتي مان جند ڇڏائي نيپالي عوام خود بادشاهه کي تازي هوا پهچائي آهي. نيپال ۾ هن وقت ڪانگريس جي حڪومت آهي جيڪا روحاني طرح ڀارتي ڪانگريس سان ڳنڍيل آهي.

اسان سنڌو ماتريءَ مان تير وانگر ڪڪرن کي چيري نڪري وياسون ۽ مقرر وقت تي وري ڪڪرن جو تهہ چيري ڪٽمنڊو واديءَ ۾ لٿاسون. هر شئي ڏوتل پوتل، ساوڪ اهڙي جو عمارتن ۾ استعمال ٿيل ڳاڙهين سرن مان بہ ساوڪ ڦٽي نڪتي هئي.

## هوائي اڏو

هوائي اڏي جي عمارت ڏاڍي سهڻي آهي. ڳاڙهيون سرون پنهنجي رنگت سان ماحول کي رنگين ڪري رهيون هيون. سامهون عمارت ۾ ڪاٺ تي ٿيل اکر جو سهڻو ڪم ڏسي منهنجي ذهن جي پڙدي تي شڪارپور تري آيو. نيپالي اکر جو ڪم شڪارپور واري اکر کان گهڻو سهڻو آهي، پنهي جي وچ ۾ ڪو مقابلو ناهي. ڪاٺ تي اڪريل ديو مالائي ڪردار ڏسي ذهن جي پردي تي هڪ ٻي تصوير اڀري آئي. اهو ديومالائي ڪردار جهرڪن لڳ ڦٽل اسٽوپا مان لڏل راڪاس جي شبيهہ سان ڪيڏو نہ ملندڙ هو!

ڪٽمنڊو جو ترِي ڀَون هوائي اڏو واهه جو سهڻو آهي. هوائي اڏي جي اڏاوت جو ڪم شهري هوا بازيءَ واري کاتي جي هدايتن تي ڪئناڊا جي هڪ ڪمپنيءَ ڪيو آهي. هوائي اڏي جي عمارت مڪمل طور تي جديد هئڻ جي باوجود اِن جي ڏِک نيپالي ثقافت موجب آهي. عمارت ڳاڙهين سرن جي ٺهيل آهي هنڌ هنڌ ڪنهڙن ۽ دروازن تي نيپالي طرز جي شاندار اکر آهي. جهاز

مان لهڻ شرط ايئن ئـو لڳي تـہ مـاڻهو ڇٽڪ ڪنهن ميوزم ۾ گهڙي رهيو آهي. ڪاش ڪراچيءَ جو هوائي اڏو بہ سنڌ جي ثقافت جو ڪو اولڙو پيش ڪري سگهي ها!

راڪاس جي اها شبيهہ مونکي" ماجيران جي ماڙي" نالي ٻڌ اسٽوپا ڪنڊر تان نومبر ١٩٨٩ ۾ ان مهل ملي هئي جڏهن اسان سنڌوءَ جي مهم واري سفر جي پڄاڻيءَ وقت جهرڪن وٽان لنگهيا هئاسون. اسان سنڌ ۾ جن ماڳن جا ڪنڊر ڏٺا يا جن شين کي ڏتڙيل حالت ۾ ڏٺو، اهي شيون نيپال ۾ اسان جي آڏو جيئري حالت ۾ هيون. پر نيپال ۾ جنهن ڳالهہ مونکي ڏکويو سا هئي ٻوڌين لاءِ ڏاريائپ جهڙو اظهار. ٻهرين ٽي ڏينهن جڏهن ٻن ڇئن ماڻهن کان پڇيو ويو تہ ڇا هو ٻڌ آهن تہ هٿن نہ رڳو ابهرائيءَ ۾ انڪار ڪيو پر اها وضاحت ڪرڻ ضروري ٿي سمجهيائون تہ جبل (پهراڙيءَ) ۾ ڪي ڪي ماڻهو اڃا بہ ٻڌ آهن. اها صورتحال مڪمل طور تي سچي نہ هئي. شهر ۾ بہ چڱا خاصا ٻوڌي هئا ۽ پهراڙين ۾ بہ چڱي خاصي آبادي هئي. نيپال ۾ اڪثريت هندن جي آهي جو تہ اهي شهرن ۾ آهن ۽ شهرن ڏانهن پارت کان چڱي وقت کان لڏ پلاڻ جاري آهي. اهو سلسلو ڪجهہ سالن جو نہ پر تاريخ جي ڊگهي وهڪري ۾ موجود آهي. هتي عيسائي ۽ مسلمان بہ آهن. گرجا گهر بہ آهي ۽ ٻہ ٽي مسجدون بہ آهن. ٻهرين ڏينهن تي اسان کي شهرين ٻڌايو تہ هتي ٽي عبادت گاهون ڏسڻ وٽان آهن. هڪ سوايم ڀُو اسٽوپا، ٻيو پسو پتي ناٿ مندر ۽ ٽيون پاٽن ۾ ڪرشن مندر. سوايم ڀُو معنيٰ "پاڻهي ظاهر ٿيل" ۽ پسو پتي معنيٰ "مخلوق جو ابو." اهو شو مهاديو جو لقب آهي.

اسان کي هوائي اڏي تان هوٽل شنگريلا آندو ويو جيڪا شهر جي ڪجهہ پاسيري حصي ۾، ۽ ڏاڍي پرسڪون هوٽل آهي. هوائي اڏي تي ملندڙ ٻئي ميزبان اتساهيندڙ ثابت ٿيا. اول تہ مسٽر پارت ڪوئيرالا هو جيڪو نيپال ۾ پريس فائونڊيشن جو ايگزيڪيٽو ڊائريڪٽر آهي. هو صاحب

ڪجهہ مهينا اڳ پاڪستان اچي چڪو آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ اي پي پي، ڊان ۽ ڪنهن ٻي اخبار جي آفيس ڏٺي هئائين. ڄامشوري ۾ ٽيل پروگرام ۾ بہ سندس سهڪار هو. ٻي شخصيت هڪ نوجوان نيپالي ڇوڪري هئي، جنهن ٻڌايو تہ هن صحافت ۾ پي ايچ ڊي ڪئي آهي. اسان جي ٽيم جي هڪ ميمبر تهمينہ احمد جيڪا ڪراچيءَ مان نڪرندڙ ماهوار انگريزي رسالي "نيوز لائين" ۾ ڪم ڪندي آهي، هڪدم سوال ڪيو تہ ڇا مونکي پاڪستان ۾ ڪو بہ ماڻهو صحافت ۾ پي ايچ ڊي سُجهي؟ اسان کي ڪو بہ ياد نہ آيو. هن ڇوڪريءَ جنهن جو نالو گيتا آهي، لينن گراڊ مان نومبر ۱۹۹۰ ۾ پنهنجي ڊگري ورتي آهي. ڪيس ۹ سال اسڪالر شپ تي اماڻيو ويو هو. هوءَ اڄڪلهہ نيپال پريس فائونڊيشن ۾ ڪم ڪري رهي آهي. ٻئي ميزبان هوائي اڏي تي ترسي پيا ڇو تہ ڪجهہ ٻين اڏامن ذريعي ڀارت ۽ بنگلاديش کان مهمان اچڻا هئا. اسان هوٽل شنگريلا تائين پهچندي پهچندي اڌ شهر نظر مان ڪڍي وياسون.

فٽ پاٿن تي ماڻهن جي رونق چڱي خاصي هئي پر ماڻهن جا چهرا غربت سبب نڍال ۽ ٿڪل ٿڪل هئا. سندن چال ۾ تازگي ۽ ڦڙتي نہ هئي، هو شهري نہ پر مسافر پئي لڳا. ڪٽمنڊو جو هر گهر ڳاڙهين سرن جو آهي. سيمنٽ جو استعمال بہ ساڳي طرح آهي پر لاڳيتين برساتن هرگهر کي اڌمئو ڪري ڇڏيو آهي. راڄا جي محل، سندس پياءُ جي محل، ڪجهہ مکيہ سرڪاري عمارتن ۽ هوٽلن کانسواءِ باقي هر گهر ۽ دڪان جو ڪو نہ ڪو حصو جهريل نظر آيو. جاين جي ٻاهرين حالت مان ايئن ٿي لڳو تہ ڄڻ جاين جا مالڪ انهن جاين جي مرمت ڪري نڪري ٿڪجي پيا آهن يا وري ڪجهہ عرصي کان گهر ڇڏي نڪري ويا آهن. نيپال جي جاين مان نيپال جي غربت بکي ٿي. مونکي پهرين نظر ۾ نيپال ٿڪل ۽ ساٿو ملڪ لڳو. هڪ اهڙي ٿڪاوٽ جيڪا سانجهيءَ ويل اهڙي پورهيت جي چهري تي هوندي آهي جنهن کي سڄي ڏينهن جي ڳڌهہ مزدوريءَ کان پوءِ مس ڪي

ٻه چار سڪا ترڻ تي مليا هجن. هڪ اهڙو ٽڪ جيڪو صدين ۾ ٻه نه لهي ۽ ان ٽڪ جي ايتري اجرت جو مزدور وهايل پگهر جيترو صاف پاڻي به خريد ڪري نه سگهي.

هوڏانهن، ڪٺمنڊو ريڊيو اهو ٻڌائي رهيو آهي ته عالمي بينڪ سڄي نيپال ۽ ڪٺمنڊو جي ڀرپاسي ۾ رستن ۽ روڊن جي تعمير ۾ ڪيڏو سهڪار ڪري رهي آهي ۽ ڪيترو بجيٽ ڏنو ويو آهي. عالمي بينڪ جو ڪردار ڇا آهي؟ ان تي هاڻي ڪنهن تبصري جي ضرورت نه بچي آهي.

## ڪسٽم

ڪسٽم جو عملو به روايتي شاهينگ نڪتو. نيپالي حڪومت سياحت جي واڌاري لاءِ جيتريون ڪوششون ڪري رهي هوندي، نيپالي ڪسٽم وارا پنهنجي رويي سان انهن سيني ڪوششن کي هڪ ترِي هٽيو ڇڏين. اسان ٻڌو هو ته نيپال ۾ چرس، آفيم، گانجو ۽ اهڙو ٻيو نشو عام آهي. جيڪو هتان سمگل ٿي ٻاهر وڃي ٿو. تنهن ڪري هر هوائي اڏي تي نيپال ڪان آيل مسافرن جي تلاشي پاڪستان ڪان آيل مسافرن ڪان به وڌيڪ سختيءَ سان ورتي ويندي آهي. پر اسان کي ان مهل ڏاڍي حيرت ٿي جڏهن ڏٺو سون ته ڪي انگريز سياح ڪسٽم وارن آڏو بنهه روشنهارڪا ٿي پيا هئا. ڪسٽم جي ننڍن عملدارن سياحن جي ڪئمپنگ واري سڄي سامان جا آنڊا ۽ گجيون ڪڍي ڇڏيون هيون پر پوءِ به ڪين ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿي آيو. ڪسٽم جي ڀڃري ۾ ڦاٿل يورپي جوڙي نيپالي عملدار کي سمجهائڻ جا وڏا وس ڪيا ته ٻيلي هي سامان اسڪيٽنگ جو آهي. ڪسٽم وارن کي اڃا به سمجهه ۾ نه آيو ته اشاري سان اسڪيٽنگ جا ايڪشن هٿي ڏيکاريائون پر همراهه به بنهه پاڪستاني سپاهي نڪتو، چوي "سامان جا ٻيا آنڊا به ٻاهر ڪڍ،" هڪ هڪ شئي کولي ڏٺائين. ڇا ٿي ڏٺائين؟ اها خبر

خدا کي! ڪسٽمر، ايميگريشن ۽ فارن ايڪسچينج ڪائونٽرن مان جند ڇڏائيندي ڇڏائيندي اڌ پهر لنگهي ويو.

شنگريلا هوٽل جي ڪيچ ۾ هٽ جي هنرن جو دڪان آهي. سندس مالڪ پريو نارائڻ ۽ نپندر پرساد يادو ونسي آهن. چندر ونسي نسل جا هي ماٺهو پاڻ کي گوپال ونسي سڏائين ٿا. سندن وڏا شري ڪرشن سان ڪنهن زماني ۾ هتي آيا ۽ رهجي ويا. هيءَ اصل ڪٺمنڊو جا ٻه ناهن. نيپال جي ڪنهن ٻئي حصي مان ڪٺمنڊو ۾ واپار ڪرڻ لاءِ لڏي آيا آهن. مان سوچيان ٿو ته انهن ڀائرن سان سنگت رکي، ڪاٺڻ هتان جي روايتن بابت ابتدائي معلومات وٺي ڇڏجي.

## ڪٺمنڊو وادي

هوٽل جي دريءَ مان ڪو به جبل ۽ ڪو به ڪهر نظر نٿو اچي. ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ چئوطرف پري پري تائين جبلن جي ديوان نظر اچي ٿي. ويجهو ئي اولهه ۾ جبل جي هڪ چوٽيءَ جو نالو ناگرجون Nagarjun آهي. ان چوٽيءَ جو مقامي نيواري ٻوليءَ ۾ نالو دمنچا (Damancha) آهي.

ڪٺمنڊو هڪ وادي آهي، جنهن ۾ ٽي شهر آهن، ڪٺمنڊو، پاٽن ۽ ڀڪت پور. هن واديءَ جي چئني طرفن کان اوچا جبل آهن. فقط هڪ پاسي کان ڪٺمنڊو جي ندين جو نيڪال آهي جيڪي پوءِ نيپال جي ميداني علائقي کان ٿينديون گنگا ۾ پون ٿيون ۽ بنگلاديش کان ٿينديون بنگال جي اپسمنڊ ۾ پاڻي ڪيرائين ٿيون.

کٽمنڊو جي وادي ڪيئن وجود ۾ آئي؟ ان بابت هڪ ڏاڍي دلچسپ ڪٿا آهي. ڪٿا موجب:

ڪٽمنڊو واري وادي شروع ۾ وشال ڍنڍ هئي. فقط اها جاءِ پاڻيءَ کان ٻاهر ٻيٽ جي صورت ۾ نڪتل هئي جتي هاڻي سويمڀو اسٽوپا آهي. ڪٿا موجب هڪ رشي يا مني جنهن جو نالي "ني Ne" هو، هتي آيو ۽ هن ڏکڻ طرف جبل ٽڪي پاڻي وهائي ڇڏيو. اڄ ڪلهه ڏکڻ واري ان ٺي لنگهه مان ڪٽمنڊو جون نديون پاڻي نيڪال ڪنديون آهن. ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو ٻه رستو ناهي. اهو ٺي رشي "ني" هو جنهن جي نالي جي پويان "نيپال" جو ملڪ سڏيو ويو.

ڪٿا ٻڌائڻ واري نيپاليءَ وشال (وڏي يا وسيع) کي بشال پئي چيو ۽ ڍنڊ جي بدران لفظ "تال" پئي استعمال ڪيائين جيڪو سنڌيءَ ۾ "تلاءُ" آهي.



شنومان يوڪا

ڪٺمنڊو جي لفظي ترڪيب به ڏاڍي دلچسپ آهي. هيءُ به اکر آهن ڪاشٺ + منڊپ. ڪاشٺ معنيٰ ڪاٺ ۽ منڊپ معنيٰ گهر يا ڇت. منڊپ جي سنڌي شڪل "منڊل" آهي ۽ ان جي ئي اسپني ۽ فرانسيسي شڪل "مندل" Mundel آهي. انگريزي ڪٺمنڊو جو حقيقي اچار ڪاٺ منڊپ يا ڪاٺ منڊو آهي، يعني " ڪاٺ جو گهر".

وڌيڪ پڇا ڪرڻ تي پتو پيو تہ ڪاٺ جو اهو گهر جنهن تان اهو نالو هليو پيو آهي، اصل ۾ هاٿوڪي "هنومان ڍوڪا" ماڳ تي اهو ڪاشٺ منڊپ هو جيڪو هڪ وڏي وڻ ڪي ڪهڙي ٺاهيو ويو هو. ڪاريگرن ڏاڍي مهارت سان اهو وڻ چلي هڪ مندر ٺاهيو هو. هنومان ڍوڪا نيپالي راجائن جي اڳوڻي محل جي دروازي وٽ قائم آهي. هاٿي هتي هنومان جي مورتي رکيل آهي.

## ڪي پراڻا شهر

ڪٺمنڊو جي ذڪر ۾ ۽ ياڳمتي نديءَ جي هن پار شهر جو نالو پاٽن (Patan) آهي. پاٽن جو پراڻو نالو للیت پور Lalitpur هو. اڳوڻي توڙي هاڻوڪي نالي پٺيان ڪهڙو راز آهي؟ اهو تہ معلوم ٿي نہ سگهيو البتہ هتي اها ڳالهہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿي تہ جڏهن ڪٺمنڊو، للیت پور ۽ ڀڳت پور هڪ بادشاهيءَ هيٺ نہ هئا ۽ ڪٺمنڊو جي بادشاهہ باقي شهرن کي اڃا فتح نہ ڪيو هو تڏهن اڄوڪي پاٽن واري شهر ۾ هڪ شهزادي رهندي هئي جيڪا ٽنهي شهرن جي سيني ڇوڪرين کان وڌيڪ سهڻي هئي. ان شهزاديءَ کي

لليت تريپورهہ سندري سڏيو ٿي ويو. تري پورهہ معنيٰ ٽئي شهر.

کٽمنڊو جو نالو جيئن اڳ ۾ ذڪر ٿيو آهي تہ ڪاشٽ منڊپ مان ٿيو آهي، ان جو اڳوڻو نالو ڪانتي پور هو.

ٽيون شهر ڀڳت پور ٽنهي ۾ سڀ کان پراڻو شهر آهي. ان جو پراڻو نالو ڀاد گائون Bhad Gaoon آهي.

ڀڳت پور

کٽمنڊو ماتريءَ مٿان اوير طرف ٻاهر نڪرڻ کان اڳ ڀڳت پور اچي ٿو. ڀڳت پور کٽمنڊو جو ئي هڪ حصو سمجهيو وڃي ٿو، پر اصل ۾ اهو هڪ جدا شهر آهي. هڪ هزار سال پراڻو شهر جنهن ۾ نئين زماني جي مداخلت چڱي خاصي وڌي وئي آهي. پر ان جي باوجود ڀڳت پور جو ماضي هزار سالن جي عمر واري پيرسن وانگر پراڻي ڀڳت پور ۾ ڪهمندو ڦرندو



ڀڳت پور جي هڪ دريءَ ۾ ڇهہ سؤ سال اڳ اُڪريل مور

محسوس ڪري سگهجي ٿو.

جيڪو ماٺهو قدير نيپالي اڏاوتون ڏسڻ گهري، اهو هي شهر ضرور ڏسي. ڀڳت پور جي مکيه شاهراه تان ئي اتر طرف شهر جي چوٽيءَ تي عمارتن جي مٿان هڪ وڏو پگوڊا ڪر ڪڍي ڏسندو نظر ايندو. ان پگوڊا جو نالو "نيا تپول" آهي جنهن جي معنيٰ آهي پنجن تهن يا ڇتين وارو. "نيا" نيواري ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي پنج.

ڀڳت پور ڪانپوءِ اها مختصر واٽ آهي جنهن کي مقامي ٻوليءَ ۾ "باٽو" چئجي ٿو. نيپاليءَ ۾ "باٽو" (سنڌيءَ ۾ واٽ) رستي کي چئجي ٿو. هن واٽ جي پاسي کان برساتي نالو لنگهي ٿو. اها واٽ وٺبي ته پاڻ کي ڪتمنڊو واري پيالي جهڙي ماٿريءَ جي ڪنين تي چڙهندو محسوس ڪبو. هن علائقي جو نالو برساتي ڊوري سبب "نالہ" آهي. هيءَ هڪ قسم جو لڪ آهي پر لڪ لاءِ هتي هڪ ٻيو لفظ استعمال ٿئي ٿو "گلشي" (Galchhi) پر گلشيءَ لاءِ ٻنهي پاسن کان جبل جو هجڻ ضروري آهي. اهو ئي لفظ اسان وٽ ڪوهه مريءَ واري پاسي "گلي" جي طور تي استعمال ٿئي ٿو.

## هڪ راڻي جيڪا پاڻي تي هلندي هئي

ڪٽمنڊو جي واديءَ ۾ موجوده شهر ڀڳت پور ڪنهن زماني ۾ هڪ جدا رياست هئي جنهن تي هڪ طاقتور ۽ خودمختيار بادشاهه جي حڪومت هئي. اڄڪلهه شهر جا پراڻا حصا ان جهوني رياست جا بچيل اهڃاڻ آهن. ڇو ته قير پراڻا محل ۽ مندر آهن ۽ انهن پنيان بي حد دلچسپ ڏند ڪٿائون پڻ آهن جيڪي تڏهوڪن ڪنڊر نما مڪانن ۽ گهٽين جي حدن مان نڪري هاڻي پري پري تائين پکڙجي ويون آهن.



شهر جو ايرندوحصو اصل ڀڳت پور هو جنهن ۾ ڀهريون بادشاهي محل هو. شهر جي اتر ڪنڊ ۾ اهو وڏو تلاءُ هو جنهن کي ”ڪمل بنياڪ“ چيو ويندو هو. ڪمل معنيٰ ڪنول جو گل ۽ بنياڪ اصل ۾ گڻيش ديوتا جو ٻيو نالو آهي. اهو ديوتا جنهن جو ڌڙ انساني ۽ منڍي هاٿيءَ جي آهي، ڀاڳ جو ديوتا سمجهيو ويندو هو. ماڻهو هن تلاءُ تي وهنجڻ ايندا آهن ۽ تلاءُ جي ٻن ڪنارن تي موجود وڻن جي ڇانو ۾ آرام ڪندا آهن ۽ گڻيش جي بت آڏو ٻيٽا رکندا آهن. گڻيش جو بت تلاءُ جي ڪناري تي ئي موجود آهي پر ديوتا جي منڍي ڀڳل آهي.

ڀڳوان جي ڀڳل منڊيءَ جي ڀرپاسي هڪ ڏاڍي خوبصورت ڏند ڪٿا آهي. پر تلاءُ جي هاڻوڪي حالت ڏند ڪٿا جي سوڻهن کي سنڀالڻ جي لائق ناهي. مينهون تلاءُ ۾ تڙڳنديون نظر اينديون، عورتون تلاءُ جي ڏاڪڻين تي ڪپڙا ڌوئين ۽ ويجهوئي موجود اسٽوپائن تي ڪپڙا سڪائين ٿيون. ان ڪانسواءِ ڪاري رنگ جي مقامي روايتي سازهي ڀهريل ڇوڪريون هتي اَن ڌوئينديون ۽ سڪائينديون نظر اينديون. خبر ناهي ته ڇو جڏهن مون ڪٽيءَ جهڙي ڪاري لباس ۾ ڪهمنڊڙ ڦرنڊڙ نيواري عورتون ڏٺيون، تڏهن مونکي ٿر جون ريباڙي عورتون ياد اچي ويون.

گهڻو گهڻو اڳي جي ڳالهه آهي ته هن شهر جي هڪ راڻيءَ جو وزن صرف هڪ تولو هو تنهنڪري ڪيس تولا راڻي چيو ويندو هو. راڻي هر روز صبح جو سوير تلاءُ تي وهنجڻ ايندي هئي. وهنجڻ ڪانپوءِ هوءَ تلاءُ ۾ ڪنول جي پَنن تان هلندي تلاءُ جو سڀ ڪان سهڻو ڪنول گل پٽي گڻيش کي ٻيٽا ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن تولا راڻيءَ تلاءُ تان واپسيءَ مهل هڪ عورت ڏٺي جنهن کي سهڻو وڳو ۽ سونا زيور ڀهريل هئا. راڻيءَ کي ريس ٿي ۽ پنهنجي مڙس کي چيائين ته، ”ڇا اهو نهي ٿو ته راڻيءَ وٽ سونا زيور نه هجن!“ بادشاهه سائس متفق نه ٿيو ۽ چيائين، ”توکي چڱي طرح خبر آهي ته دولت اسانجي پنهنجي ناهي، پر اها ماڻهن جي آهي.“

پر راڻيءَ ڳالهہ نہ مڃي ۽ هر روز بادشاهہ جو متو کائڻ لڳي. هڪ ڏينهن بادشاهہ چڙي پيو، ”آخر تنهنجي ڇا مرضي آهي؟ ڇا مان تنهنجي تسليءَ لاءِ ماڻهن تي ڳرا محصول مڙهيان؟“ راڻيءَ تڏهن بہ مات نہ ڪئي نيٺ بادشاهہ ماڻهن تي نئون ٽيڪس وڌو ۽ راڻيءَ کي هڪ تولي جي وزن وارا والا وٺي ڏنا.

قصو ڪوتاهہ. ٻئي ڏينهن راڻي ڳهہ پائي تلاءَ تي وهنجڻ ۽ پيِن ڪرڻ لاءِ رواني ٿي تہ بادشاهہ جهليس. ٻڌ! ڇاڪاڻ تہ هن ڪ ان اڳ اسان انصاف سان حڪومت ڪئي ۽ رعيت تي ظلم نہ ڪيو تنهنڪري تون ڪنول جي پنن تان پنڌ ڪري سڀ ڪان سهڻو گل ٽِني گڻيش کي پيٽا ڏيئي سگهندي هئينءَ پر هاڻي جڏهن تو مونکي مجبور ڪري ٽيڪس مڙهايو ۽ سون خريد ڪرايو تہ مونکي ڊپ آهي تہ تون هاڻي گڻيش کي پيٽا ڏيئي نہ سگهندينءَ ۽ اسان جو ڀاڳ ٻڏي ويندو. جيڪڏهن اڄ تون گل ٽِني نہ سگهينءَ تہ مان توکي ڇڏي ڏيندس ۽ ملڪ مان ڪڍي ڇڏيندس.“

تولا راڻيءَ کيس يقين ڏياريو تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيندو ۽ سڀ ٺيڪ آهي. پر جڏهن وهنجڻ ڪانپوءِ هن ڪنول پتي تي پير رکيو تہ هوءَ ٻڏڻ لڳي. پوءِ جڏهن ڪانئس بادشاهہ پڇيو تہ ڇا ٿيو؟ تڏهن هن مڙس سان ڪوڙ ڳالهائي چيو تہ هن هيشہ وانگر گڻيش کي گل جي پيٽا ڏني. بادشاهہ کي يقين نہ آيو. هو راڻيءَ کي تلاءَ تي وٺي آيو ۽ تلاءَ ڪناري بيٺل گلن کان پڇيو. هو پهرين ڏکڻ طرف بيٺل وڻ وٽ ويو جهن بہ تولا راڻيءَ جي حق ۾ ڪوڙ ڳالهايو پوءِ هن اتر طرف بيٺل وڻ کان پڇيو جنهن بہ ساڳيو جواب ڏنو. هو ٽئين وڻ کان پڇڻ وارو هو تہ هن ڏٺو تہ اتر ۽ ڏکڻ وارا وڻ گم ٿي چڪا هئا. پوءِ بادشاهہ گڻيش وٽ ويو ۽ کانئس سڌو سوال ڪيو تہ ڇا راڻيءَ کيس گل جي پيٽا ڏنا آهي؟ ديوتا راڻيءَ جي ڇهري ڏانهن ڏٺو جيڪا بادشاهہ جي آڏو خوف ۽ شرم کان ڪنڌ جهڪائي بيٺي هئي. گڻيش پنهنجي پوڄارڻ جو ساٿ ڏنو ۽ چيو ”تولا راڻي جيڪي چيو سو سچ آهي.“

جيئن ٿي ڳئيش ڪوڙ ڳالهايو سندس منڊي ڳر ٿي وئي.



دولي خيل جي هڪ گهٽي

دولي خيل ڪٺمنڊو ماتريءَ ڪان ٻاهر هڪ ننڍڙ شهر آهي. ڪٺمنڊو ماتريءَ ڪان اوپر ۾ هن شهر ڏانهن ويندڙ رستا بالڪل ايئن آهن جيئن پاڪستان جي ڪوهه مري يا سوات وادين جا رستا آهن. چؤطرف چهچ ساوا جبل، جتي ڪٿي جابلو ٻيلن جا وڻ هڪٻئي جي مٿان پيا ڪٿي واديءَ جي سونهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

انهن وڻن جي اها ڪوشش بالڪل ايئن هئي جيئن ڪنهن تمام وڏي جلسي گاهه ۾ ماڻهن جا انبوهه پنهنجي محبوب اڳواڻ جي جهلڪ ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. يا جيئن ڪنهن وڏي اسٽيڊيم ۾ ويٺل تماشائي ڪا تمام اهم مئچ ڏسندا آهن. چؤطرف بيٺل وڻن ۾ چرپر بالڪل ائين هئي جيئن پويلين ۾ اتي بيٺل ماڻهن ۾ هوندي آهي. فرق اهو آهي ته

پوئلين ۾ هزارين رنگ هوندا آهن پر هنن جبلن تي بيٺل وڻ ساوا آهن، ڇهڇ ساوا.

انهن ٻئي وڻن جي وچ وچ ۾ ڪنهن خالي هنڌ ۾ يا ڪلهي تي رانديڪين جهڙا گهر رکيل نظر اچن ٿا. ڪي ڪي گهر اس تي تجليون هڻن ٿا. اهي گهرن جا شيشا آهن، باقي گهر ڳاڙهين سرن جا آهن. ڊوتل پوتل صاف سٿريون سرون. ڪن ڪن گهرن جي ڀتين مان پپر يا ٻڙ ڦٽي نڪتا آهن پر ماڻهو اهي وڻ نٿا وڍين ڇو ته سندن عقيدي موجب اهي پسو پتيءَ جي حڪم سان ڦٽا آهن. ديوار ڍهي پئي ته ڀلي ڍهي. پسو پتي ناٿ جي مرضيءَ خلاف ڪيئن وڃبو؟

دولي خيل ننڍڙو ۽ پراڻو شهر آهي. کٽمنڊو کان اوڀر ۾ ٻهريون واپاري مرڪز. هن شهر جي حيثيت ڪابري پلانچڪ ضلعي جي هيڊ ڪوارٽر جي آهي. هتي اسڪول، اسپتال، عدالت، ٺاڻو، مختصر مارڪيٽ، جيل، پوسٽ آفيس وغيره نظر آيون. بنيادي طور تي نيواري ماڻهن رهن ٿا جيڪي واپاري طبقو آهن ۽ هندو ڌرم جي ذات پات سرشتي موجب وئش آهن.

چار سئو سال پراڻو دولي خيل شهر. شهر کان وڌيڪ کنڊر محسوس ٿئي ٿو. هوئڻ "خيل" جي معنيٰ آهي، "کيل" (راند) راند جو ميدان، رونق واري جاءِ، واپار جي پڙي وغيره وغيره.

دولي خيل ڪنهن وقت ڏاڍو سهڻو شهر هوندو. قدرتي سونهن سان گڏ ڳاڙهين سرن جون وڏيون، شاهي ۽ گهڻ ماڙ عمارتون، جبل جي لاهين چاڙهين موجب هيٺ مٿاهيون، پٿر جون پڪيون گهٽيون، هنڌ هنڌ پگوڊا ٽائيپ مندر، ننڍڙا ننڍڙا ميدان ۽ انهن ۾ دڪان ۽ ماڻهن جي اچ وڃ. پر ان جي باوجود شهر خالي خالي محسوس ٿيندو.

ڏينهن جي پهر ۾ مرد ماڻهو ڪمن ڪارين تي ڪيتڻ ڏانهن، کٽمنڊو ڏانهن يا وري دڪانن تي وڃي ويهن ٿا. پويان اهي نوجوان وڃي

ٻچن تا جيڪي بي روزگار آهن يا اهي ٻار جيڪي اسڪول نٿا وڃن يا وري گهر جون عورتون جيڪي گهرن ۾ ۽ گهرن کان ٻاهر ننڍڙن ميدانن ۾ زندگيءَ جي ڪمن کي لڳيون پيون هونديون آهن.

"خيل" هئڻ جي باوجود هن شهر ۾ رونق نہ هئي. عاليشان گهرن جي اوطاقن مان ٻڍن ماڻهن يا اوطاقي مڙسن بدران ٻڪَن، مينهن ۽ ٻڪرين ليٽا پئي پاتا. گهٽين ۾ هنڌ هنڌ عورتن مڪئيءَ جا داڻا ۽ مرچ پئي سڪايا. نوجوان ڇوڪرن تي جوئا ۽ پتا کن ۾ مصروف هئا. ڪجهہ دڪان بہ کليل هئا پر اهي ايئن ئي معمولي ماڻهن يا ننڍڙا پنسارڪا دڪان هئا. ميڊيڪل اسٽور البت ڇڱو هو جيڪو ڪنهن ڊاڪٽر پنهنجي ڪلينڪ سان گڏ کوليو

هو.

شهر جون عمارتون ظاهري طور تي ١٥ ـ ٢٠ هزار ماڻهن کي اجهو ڏيڻ لاءِ ڪافي هيون پر خبر پئي تہ شهر جي آبادي ست اٺ هزار کن آهي. اصل ۾ ڪٺمنڊو جي ترقيءَ کان پوءِ هر پڙهيل ۽ پئسي وارو ماڻهو ڪٺمنڊو لڏي ويو آهي، جنهن وٽ ڪجهہ پئسو هو تنهن وڃي ڏنڌو ڪيو ۽ جنهن وٽ علم هو، ان وڃي نوڪري ڪئي. هاڻي بہ سياحت جي واڌاري کانپوءِ اڪثر ڳوٺاڻن سهٽين جاين تي هوٽل قائم ڪري وڏو ڪاروبار ڪيو آهي ۽ پئسو هٿ ڪيو آهي. انڪري بہ دولي خيل ۽ ان جهڙا ٻيا شهر ۽ ڳوٺ خالي ٿي رهيا آهن. اهي شايد بلڪل ئي خالي ٿي وڃن ها پر عورتن اجا ٻار ڄڻڻ نہ ڇڏيا آهن تنهنڪري پراڻا شهر بہ آباد آهن.

انسان جي عجيب غريب سوچ موجب هن شهر ۾ بہ سڀ کان اتاهين جاءِ تي عبادت گاهہ آهي. هيءَ مندر درگا جو آهي "درگا ڏيوي ماتا" جي سڀ کان اهم روپن مان هڪ آهي.

ديويءَ جو مندر پگوڊا ٽائپ آهي. مندر جون ڏاڪڻيون چڙهڻ کان اڳ گهنڊ وڄائڻو پوي ٿو تہ جيئن ديويءَ کي ڄاڻ پوي تہ ڪو پوڄاري اچي

رهيو آهي. ڏاڪڻيون چڙهي پڳوڊا جي ڇت هيٺان اچبو تہ درگا جي غير واضح مورتي ڏسي سگهبي. مندر جون ڊيڪوريشن واريون ٽائلون ڏسي مونکان ڇرڪ نڪري ويو.

بالڪل اهڙيون ٽائلون سنڌ جي انهن پراڻن گهرن ۾ اڄ بہ لڳيون پيون آهن جيڪي هندو سيٺين ٺهرايا هئا. هيرا آباد، ٽنڊي الهيار، ڪوٽڙي، روهڙي، سکر ۽ ڪراچيءَ ۾ اهڙا هزارين گهر موجود آهن جن ۾ هو بهو ساڳيون ٽائلون لڳل آهن. اڇي رنگ جون چينيءَ جون ٽائلون جن تي رنگين گل، وليون، مور ۽ پيون شڪليون هونديون آهن.

مندر ۾ استعمال ٿيل ٽائلن تي مور ۽ وليون ڇپيل هيون. اهو ڪم نيپال ۾ نہ ٿيندو آهي. نيپاليءَ ٽائلون ٺڪر جون هونديون آهن. اهي ٽائلون ڀارت مان گهرايل هيون، پر انهن تي ڇاپيل مور نيپال ۾ بہ ساڳيو آهي، ايترو ئي رنگين جيترو سنڌ ۾ آهي.

شهر جا سڀ مندر پڳوڊا اسٽائل جا آهن. اصل ۾ پڳوڊا طرز تعمير نيپال جي ايجاد آهي. جيڪا پوءِ اوڀر ايشيا تائين مقبول ٿي وئي.



پڳوڊا

جون ٽا تہ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ سنہ ١٢١٥ ڌاري جڏهن چين تي منگول بادشاهہ قبلائي خان جي حڪومت هئي تڏهن سندس تبتي گروهہ پڌن لاءِ هڪ وڏو پوڄاگهر ٺهرائڻ جو خيال ڪيو. هن اڏاوت لاءِ نيپال جي بادشاهہ ڏانهن درخواست موڪلي تہ ڪجهہ رازا، واڍا ۽ پتل کي پگهارڻ ۽

نيون شيون ٺاهڻ جو ڪم ڪندڙ ڪاريگر موڪلي.

نيپالي بادشاهه پنهنجي ملڪ مان هڪ نوجوان جي اڳواڻيءَ ۾ ڪاريگرن جي هڪ ٽيم موڪلي جيڪا اوچا جبل ٽپي وڃي تبت پهتي. ان ٽيم تبت ۾ ڪيئي پوڄا گهر ٺاهيا. تبتي گرو ان ٽيم جي ڪم مان ڏاڍو متاثر ٿيو، سو انهن کي چين جي بادشاهه ڏانهن بيجنگ موڪليائين. ان ڪانپوءِ ساڳي ٽيم چين ۾ ڪيئي اسٽوپا تيار ڪيا.

نيپالي ڪاريگرن جي نوجوان اڳواڻ جو نالو ارنيڪو (Amiko) هو. هو اتي ٺي ترسي پيو ۽ ڏاڍو مقبول ٿي ويو ۽ پوءِ هوريان هوريان چيني محل جي ڪاريگرن جو چيف ٿي ويو. وڏو رتبو ملڻ ڪانپوءِ هن هڪ چيني ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي جيتوڻيڪ نيپالي زالون به هئس.

پگوڊا، اسٽوپا ۽ گهڻ ماڙ عمارتون اڏي هن اهو فن چين ۾ پکيڙي ڇڏيو. نيپال ۾ ارنيڪو کان اڳ به اهو فن موجود هو، اهو فن ارنيڪو جي ذهن جو ڪمال نه هو پر ارنيڪو هن فن کي نيپال کان ٻاهر ڪڍي ويو جيڪو پوءِ ڪوريا ويو، ڪوريا کان پوءِ جپان ويو ۽ پوءِ ڏور اوڀر ۾ پکڙجي ويو. چون ٿا ته هاڻي به جيڪڏهن ڪو جپان جي ٻن قديم شهرن ڪيوٽو ۽ نارا وڃي ته ڪيس اتي ان قديم طرز جا ڪيئي مندر نهيل ملندا جهڙا نيپال ۾ موجود آهن.

ڇاڪاڻ ته گهڻ ماڙ عمارت ٺاهڻ مهانگو ڪم آهي، انڪري عام رهائشي مقصدن لاءِ پگوڊا نٽا ٺاهيا وڃن. بس اها اڏاوتي سونهن جي ڳالهه آهي جيڪا يا ته ڪنهن مندر کي سونهي ٿي يا وري پلي ته ڪو بادشاهه پنهنجي رعب تاب ۽ ذهني تسليءَ لاءِ ٺهرائي. نيپال ۾ ڪجهه قديم محل ان طرز تي نهيل آهن. خاص ڪري "هنومان ڍوڪا" محل جيڪو هن وقت شاهي عجائب گهر جي طور تي عوام لاءِ کوليو ويو آهي، ڏسڻ وٽان آهي. ان ڪانسواءِ ڀڪت پور، لليت پور ۽ ڪٺمنڊو ۾ به ساڳي اڏاوت نظر اچي ٿي.

## قديم ترين شاعرن جا ماڳ

نيپال رڳو قديم مندرن جو ئي ملڪ ناهي، جيڪي ماڻهو اپکنڊ جي ادبي تاريخ کان واقف آهن، اهي ويد وياس ۽ والميڪيءَ کي چڱيءَ طرح سڃاڻين. ويد وياس دنيا جي سڀ کان وڏي ايپڪ مهاڀارت جي رچنا ڪئي ۽ والميڪيءَ دنيا جو قديم ترين ايپڪ رامائڻ لکيو.

کٽمنڊو کان اولهه طرف پوکرا ويندي پوکرا کان ٥٠ ـ ڪلوميٽر اڳ ۾ دمائولي نالي هڪ ڳوٺ آهي. ان ڳوٺ کان فقط هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي ويد وياس جي غار آهي جتي روايتن موجب هو ڄائو ۽ رهيو هو. پرسان ئي ٻن ندين سيتي ڪولا ۽ مدي ڪولا جي ميلاپ وٽ پاراسر رشيءَ جو آستانو آهي. جنهن جا گيت رگ ويد ۾ ڏنل ڇپيا وڃن ٿا. رشي پاراسر ويد وياس جو پيءُ هو. پاراسر جو آستانو سنڌ جي ڪارونجهر جبل ۾ مرکڻي کُن وٽ به آهي. هتي هڪ ٻي غار به آهي جنهن بابت مشهور آهي ته ان ۾ ويد وياس جي پٽ سکديو تپسيا ڪئي هئي.

هن هنڌ ويد وياس ۽ گڻيش جون مورتيون لڳل آهن. گڻيش کي هندو مت ۾ ڏاهپ جي ديوتا جي حيثيت حاصل آهي علائقي ۾ ڪافي مندر به آهن. هڪ مندر ۾ وياس جي قد آدم مورتي رکيل آهي. ندين جي ميلاپ واري هنڌ کي پوتر ڄاڻي هتي اشنان وغيره ڪيو وڃي ٿو. هتي ندين جو پاڻي شفاف آهي.

وياس غار جي ڏکڻ ۾ ڀارت جي سرحد وٽ هڪ ماڳ رشي والميڪيءَ سان منسوب آهي. هي والميڪي آشرم آهي، جتي سيتا ايوڌيا مان نيڪاليءَ کان پوءِ اچي رهي هئي ۽ هتي ئي رام جا ٻه پٽ لو ۽ ڪش ڄاوا. هتي ئي والميڪيءَ رامائڻ ڪتا جي رچنا ڪئي ۽ رام جي ٻنهي پٽن کي ياد ڪرائي.

نيپال ۾ هندن جا ڪجهه تيرٿ



جنڪ پور

جانڪي مندر، جنڪ پور

کٽمنڊو کان ۲۰۰ ڪلوميٽر پري رامائڻ جي هيروئن ۽ رام جي ڌرم پتني سيتا جي جنم ڀومي جنڪ پور آهي. سيتا جي پيءُ جو نالو جنڪ هو جنهن ڪري سيتا جو هڪ نالو جانڪي به آهي. راجا جنڪ جي گادي جو شهر جنڪ پور نيپال جي ڏکڻ اوڀر ۾ ڀارت جي سرحد وٽ ترائيءَ ۾ آهي. جنڪ پور ئي اهو ماڳ آهي جتي قديم رياست، متلا Mithla جي گادي هئي.

جنڪ پور ۾ اڄڪلهه مغل طرز تعمير جو هڪ شاهي مندر آهي جيڪو هلندڙ صديءَ جي منڍ ۾ ٽيڪم ڳڙهه جي رائيءَ اڏايو هو. مندر کي "نو لکها" مندر به چيو ويو ٿو ڇاڪاڻ ته ان جي اڏاوت تي لڳ ڀڳ نو لک رپيا خرچ آيو هو. مندر ڀاهران کنهن محل جي ڏِک ٿو ڏئي.

تازو ئي هتي هڪ ڀڳوڊا مندر ان جاءِ تي اڏيو ويو آهي، جتي روايت موجب رام ۽ سيتا جي شادي ٿي هئي. شهر جي ڀرپاسي ۾ ڪيئي تلاءَ آهن جن کي پوتر پاڻي ميلن جي موقعي تي ياترا ڪئي ويجي ٿي. هتان ئي اٽڪل پندرهن ڪلوميٽر اتر ۾ هڪ ماڳ جو نالو "ڌنوشا" آهي. ڌنوشا معنيٰ

ڪمان. اهو ماگ ان سويمبر جي يادگيري آهي جڏهن شري رام هتي رشي وشوا متر سان گڏجي آيو هو ۽ سيتا جي شاديءَ جي سويمبر واري تقريب ۾ اچي پهتو هو. ان موقعي تي هن شو ڀڳوان جو ڌنش ڪٽي زور لائي ان تي ڏوري چاڙهڻ جي ڪوشش ۾ ڌنش ڀڃي وڌو هو ۽ سيتا کي کٽي ورتو هو.

هتي سال ۾ ڪيئي ميلا لڳن ٿا. "رامنا وامي" رام جو جنم ڏينهن مارچ جي پڇاڙي يا اپريل جي مهڙ ملهايو ويندو آهي. "وواهه پنچمي" نومبر جي پڇاڙي يا ڊسمبر جي مهڙ ۾ لڳندو آهي، اهو ميلو رام ۽ سيتا جي شاديءَ جي يادگيري آهي.




ٻڌن جا تيرٿ آستان

جيتوڻيڪ پراڻن ٻڌڪن پستڪن ۾ ياترائن جو ڪو ذڪر نٿو ملي پر چيو وڃي ٿو تہ گوتم ٻڌ پنهنجي پيروڪارن کي چيو هو تہ هو ياترائن لاءِ وڃن پوءِ ڪٿي تيرٿ ڪيترو ئي پري ڇو نہ هجن. ماٺهو ڏيان ۾ سفر مان سکندو آهي. شايد اها ئي ڳالهہ ڪٿي گوتم ٻڌ پيروڪارن کي سفر جي هدايت ڪئي هجي!

بهرحال، ڪانٽس پوءِ سندس پيروڪارن گوتم ٻڌ جي رک مختلف علائقن ۾ محفوظ ڪري اتي اسٽوپا جوڙي ڇڏيا. ان ڪانپوءِ ياترائن جو سلسلو شروع ٿي ويو. ان سان گڏوگڏ ٻڌن جا ٻي مکيہ فرقا وجود ۾ آيا

تــــيــــرا وادا (Theravada) مـــهـــايـانـا (Mahayana) ۽ وجرايانا (Vajrayana). ياترائن جو سلسلو چوڏهن صدي عيسويءَ کان اوڻهين صديءَ جي وچ ۾ باقي نہ رهيو. تان جو قديم آثارن جي ماهرن اهي گم ٿيل ماڳ ٻيهر ڳولي ڪڍيا ۽ هاڻي سڄي دنيا مان خاص ڪري ڪوريا، چين، جپان، سري لنڪا ۽ ٿائيلينڊ مان ڪيئي ٻوڌي نيپال ۽ ڀارت ۾ واقع انهن ماڳن جي ياترا لاءِ پهچن ٿا. ڪي ياتري هوائي جهازن ۾ اچن، ڪيئي ريل گاڏين ۾ سفر ڪن، ڪي پيرين پيادا.

## لمبني

گوتم ٻڌ سان لاڳاپيل تيرٿن ۾ سڀ کان پهرين لمبني جو نالو ايندو جتي هو اڄ کان اڍائي هزار سال اڳ ڄائو هو. لمبني ڏکڻ نيپال ۾ آهي. ان وقت سندس ماءُ "مايا" پنهنجي مڙس جي محل کان پنهنجي اباڻي گهر ڏانهن سفر ۾ هئي.

قافلو گهڙي سوا لاءِ وڻن جي جهڳٽي هيٺ ترسيو. اتي ئي گوتم ٻڌ جنم ورتو. چون ٿا تہ ٻار ڄمڻ شرط ڇٽي ڏسائن ۾ ست وکون کنيون ۽ ان مهل ڌرتيءَ مان ڪنول ڪُل ڦٽي پيا.

٢۴٥ قبل مسيح ۾ گوتم ٻڌ جو پيروڪار شهنشاهہ اشوڪا لمبني پهتو ۽ هتي هڪ وڏو ٿنڀو کوڙايو جنهن تي لکتون اڪريل آهن. لمبني ڪيئي صدين تائين مکيہ تيرٿ طور استعمال ٿيو ۽ هتي اسٽوپا ۽ وهارا ٺهيا. چيني سياح فا هين fahien ۽ Hiuen Tsang پنجين ۽ ستين صديءَ ۾ لمبنيءَ مان ٿي ويا. ڪجهہ عرصي کان پوءِ اهي تيرٿ ويران ٿي گمناميءَ ۾ هليا ويا.

١٨٩٥ ۾ هڪ جرمن آرڪيالاجسٽ اشوڪا جو ٿنڀو ٻيهر لڌو ۽



لمبنيءَ ۾ ”اشوڪا جو ٿنڀو“

لمبني ٻڌ دنيا آڏو ٻيهر ظاهر ٿي. هاڻي لمبنيءَ جي چؤگرد وڏي پئماني تي اڏاوتون ٿي رهيون آهن. لمبني ڊيولپمينٽ پروجيڪٽ هٿ ۾ کنيو ويو آهي. هتي ڏسڻ جهڙين جاين ۾ اشوڪا جو ٿنڀو، مايا ديويءَ جو مندر ۽ سڌارٿا تلاءُ آهي. مايا ديويءَ جي مندر واري جاءِ تي اڳ اشوڪا جو ٺهرايل اسٽوپا هو ۽ سڌارٿا تلاءُ اهو ماڳ آهي جتي گوتم ٻڌ جي ماءُ گوتم ٻڌ کي جنم ڏيڻ کانپوءِ اشنان ڪيو هو. لمبنيءَ ۾ ٻيا به ڪيئي ننڍا ننڍا اسٽوپا ۽ مندر آهن. هتي پهچڻ اوکو ناهي. نيپال توڙي هندستان کان سولائيءَ سان هتي اچي سگهجي ٿو. کٽمنڊو کان ڀيروا تائين هوائي سروس آهي، جتان لمبني فقط ١٨ ڪلوميٽرن جي پنڌ ئي آهي.

## ڪپيل وستو

ڪپيل وستوءَ جو نئون نالو تِلائورا ڪوٽ آهي. اٽڪل اڍائي هزار سال اڳ نيپال جي وچ وارين ٽڪرين جي پيرن ۾ ڪپيل وستو هڪ ننڍڙي

سلطنت هئي. گوتم ٻڌ پنهنجي زندگيءَ جا پهريان ٢٩ سال هتي پيءُ جي محل ۾ گذاريا. جڏهن گوتم ٻڌ ڄائو هو تڏهن سندس پيءُ سڏو دانا نجومين کي سڏائي پٽ جي قسمت بابت پڇيو هو. نجومين ٻڌايو هو تہ هيءُ ٻار وڏو ٿي يا تہ عظيم بادشاه ٿيندو يا وري حڪومت ڇڏي وڏو روحاني رهبر ٿيندو. راجا پنهنجي پٽ کي محل تائين محدود ڪري ڇڏيو تہ جيئن هو ٻاهرين دنيا نہ ڏسي.

عمر جي ٽئين ڏهاڪي ۾ گوتم ٻڌ جي شادي ٿي ۽ کيس هڪ پٽ ڄائو. هڪ ڏينهن شهزادو گوتم محل مان ٻاهر نڪري ويو. ٻاهرين دنيا ۾ هن ٽي ڏک ڏٺا. هڪ بيمار ماڻهو، هڪ جنازو ۽ هڪ سنياسي جنهن تن کي تسيا ڏئي ڏکن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو. ٽنهي ڏکن گوتم کي ڳاري وڌو. هو محل ۾ موٽي آيو. هڪ رات جڏهن سندس گهر واري ۽ پٽ ننڊ ۾ هئا تہ هو سچ جي ڳولا ۾ چپ چاپ گهران نڪري ويو ۽ ڪيئي سال ٻيلن ۾ رهڻ کانپوءِ جڏهن گهر موٽي آيو تہ پنهنجي پيءُ، زال ۽ پٽ کي ٽئين ڌرم جي دعوت ڏنائين.

قديم آثارن جي ماهرن هاڻوڪي تِلائورا ڪوٽ Tilaurakot جي سجاٽپ تڏهوڪي ڪپيل وستو طور ڪئي آهي، ڪوٽائين کان پوءِ قديم شهر، قلعي جي ديوار، در، تلاءَ ۽ مندر ظاهر ٿيا آهن. ڪپيل وستو لمبنيءَ کان فقط ١٥ ڪلوميٽر اتر اولهہ ۾ آهي.

### ٻڌ گايا

شهزادو سڌارٿ گوتم ٻڌ، جڏهن هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڀٽڪندو ۽ هنڌ هنڌ مهاتمائن سان ڪچهريون ڪندو ٿي ويو تڏهن ڪنهن بہ مهاتما جي جوابن مان کيس اطمينان نہ ٿيو. سندس سوال هو، ”انساني ڀوڳنائن کان ڇوٽڪارو ڪيئن ملندو؟“ نيٺ هو نئرنجنا نديءَ جي ڪنڌيءَ تي واقع اُروريلا ٻن ۾ پهتو. اهو ماڳ اڄڪلهہ وارو ٻِهار (ٻارت) آهي.

شهزادي سڌارٿ ڇهن سالن تائين گهور تپسيا ڪئي، سندس جسم وچي هڏين جو ڍانچو بچيو، پر من کي گهربل منزل نہ ملي. هاڻي هو ڀيلو ڇڏي سيناني نالي هڪ ڳوٺ وچي پهتو جتي هڪ برهمڻ ڇوڪري سجاتا کيس کير چانورن جو پيالو کائڻ لاءِ ڏنو. اتي هن پنهنجي تپسيا پوري ڪئي، ڀيهر توانائي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هو وري تپسيا لاءِ هڪ غار ۾ هليو ويو.

ڌرتي ڏڏيءِ اڳوڻن ٻڌن جو آواز آيو، انهن آوازن سڌارٿ کي چيو تہ ويجهوئي هڪ پپر هيٺ ويهي تپسيا ڪر! شهزادو اهو ٻڌي ڪري پپر هيٺ وچي وينو تہ گيان ڪان اڳ اتان نہ اٿندو.



ٻڌ گايا ۾ مها ٻڌي مندر

جيئن ئي هو رات جي پهر ۾ تپسيا لاءِ ويٺو تہ نفساني خواهشن جي ڀوت "مارا" ۽ راڪاسن جي لشڪر ڪيس لالچون ڏنيون ۽ ڏيڄاريو پر سڌارٿ ويٺو رهيو. پرهہ ڦٽيءَ مهل چوڏهين جي چنڊ واري رات سڌارٿ جي محنت ساڀيان پئي ۽ هن "سچ" ڳولي لڌو.

"چورين ڏنا چال تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا" (لطيف)

ٻڌ دنيا ۾ ٻڌ گايا ڪي تيرٿن مان سڀ کان وڌيڪ اهميت آهي. جنهن هنڌ ٻڌ کي نرواڻ مليو، اتي هاڻي "مها ٻڌي مندر" آهي جيڪو پنجين يا ڇهين صدي عيسوي ۾ جوڙيو ويو. ان ڪانپوءِ ان مندر جي وري وري مرمت ٿيندي رهي آهي. مها ٻڌي مندر جي بيهڪ لڳ ڀڳ اهڙي آهي جيئن ڪارونجهر ۾ پوڏيسر وارو وڏو مندر آهي. مهاٻڌي مندر پوڏيسر مندر کان وڌيڪ سهڻو ۽ وڏو آهي، چوٽيءَ تي گول، مخروطي ۽ سهڻو ڇٽ اٿس.

جنهن پپر هيٺ گوتم ٻڌ تپسيا ڪئي هئي، جيتوڻيڪ اهو باقي نہ رهيو آهي پر ٽين صدي عيسويءَ ۾ ان جي هڪ شاخ سري لنڪا وٺي هئي ۽ ان جي هڪ شاخ صدين ڪانپوءِ ٻڌ گايا واپس آندي وئي هئي.

نديءَ جي ٻي ڪنڌيءَ تي "سجاتا ڪُٽي" ماڳ آهي جتي برهمڻ نينگريءَ گوتم ٻڌ کي کير چانور کارايا هئا ۽ ٻڌ پنهنجي تپسيا ختم ڪئي هئي. ٻڌ گايا هندستان ۾ گايا شهر کان فقط ڏهہ ڪلوميٽر پري آهي.

ڀارت ۾ گوتم ٻڌ سان لاڳاپيل ٻيا اهم ماڳ سرناٿ، راج ڳِر، نالندا، ڪوشي نگر وغيره آهن. راج ڳِر مگڌ شهنشاهيت جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ مگڌ جو راجا ٻم بسرهہ گوتم ٻڌ کان ايترو متاثر هو جو هن گوتم ٻڌ کي راج گر ۾ رهڻ لاءِ ملڪ جو ڪجهہ حصو ڏيڻ جي آڇ بہ ڪئي هئي. هِتي ٻڌ مت جي مهايانا فرقي جون اهم جايون آهن. راج ڳِر کي ٻي اهميت جين مت جي باني مهاوير سبب آهي، جنهن هتان پنهنجي مت جو

پرچار شروع ڪيو. گوتم ٻڌ ايڪاسي سالن جي ڄمار ۾ راج گر مان ڪوچ ڪيو.

نالندا ماڳ قديم وقتن کان ٻڌن لاءِ اهم ماڳ آهي. روايتن موجب گوتم ٻڌ پنهنجن پوئلڳن سان گڏ هتي ترسيو هو. هوريان هوريان نالندا علمي مرڪز بڻجي ويو. اها ڳالهه تازين کوٽاين مان ظاهر ٿي آهي. هن شهر کي مسلمان فاتحن ٻارهين صديءَ ۾ تباهه ڪيو هو جنهن ڪانپوءِ هزارها مقامي دانشور هتان نيپال ۽ تبت لڏي ويا هئا. نالندا جي کنڊرن جي کوٽاين مان قطارن ۾ مندر نڪتا آهن. گوتم ٻڌ زندگيءَ جون آخري گهڙيون کوشي نگر ۾ گهاريون ۽ اتي ئي چوڏهينءَ جي هڪ رات جسماني زندگيءَ جو سفر پورو ڪيو هو.



پاٽن ۾ ديويءَ جو پنج تالي مندر

ديويون

## ماتا

” ديوي ماتا“ سکهه جو دائمي ذريعو آهي، سڀ جو بڻ بنياد. هوءَ سکهه جي علامت آهي ۽ ونس قوت وڏائڻ جي سگهه آهي، انهيءَ ڪري

نيپال جا ماڻھو اڪثر ڪري ان کي ٽي ڀيڻائون ڏين ٿا.

سڄي ملڪ ۾ سندس لاتعدادِ صورتون پوڄيون وڃن ٿيون. تاليجو Taleju، شووا Shova، ڀاڳوتي، گھيسوري Gaheshwari ۽ دڪشِڻ ڪالي ھن ديوي جا مکيہ روپ يا پھلو آھن. جيڪي ڪٽمنڊو واديءَ ۾ پوڄيا وڃن ٿا. ديوي ماتا جو گورکا لڳ مندر منڪامانا Mankamana ياترين جو وڏو مرڪز آھي. نيپال جي ڏاکڻي حصي "ترائيءَ" (Terai) ۾ ديوي ماتا کي "مائي گھوا" Mai Gahwa ، بير گنج Birgunj ۾ "مائي" ۽ بارا ڊسٽرڪٽ ۾ گادمي Gaddhi مائي ڪري سڏين ٿا.

تاليجو Taleju

تاليجو ديوي "مَل" (Malla) راجائن جي سرپرست ديوي ھئي.



ڪٽمنڊو ۾ تاليجو ديويءَ جو مندر

چيو وڃي ٿو تہ جئہ پرڪاش مل جيڪو ڪٽمنڊو جو راجا هو، هنومان ڍوڪان محل ۾ تاليجو ديويءَ سان پتن راند کيڏندو هو. تاليجو جو مندر سال ۾ هڪ ڀيرو سهڙي جي موقعي تي کلندو آهي، جڏهن يوتن خلاف درگا جي سوڀ جو جشن ملهايو ويندو آهي. هن ڏينهن تي ڪيئي ماڻهو ديويءَ کي پيتائون ڏيڻ پهچن ٿا.

باقي سڄو سال پتل جو هڪ گهنڊ جنهن کي "يونڪندڙ ڪتن جو گهنڊ" چيو وڃي ٿو، هر صبح جو ان مهل وڄايو وڃي ٿو جڏهن پاتن جي علائقي ۾ تيلجو ديويءَ جي هڪ ٻئي مندر ۾ پوڄا ٿي رهي هوندي آهي.

شووا ڀاڳمتي Shova Bhagamati

ڪٽمنڊو جي اولهہ ۾ سويم ڀو اسٽوپا ڏانهن ويندي وشنومتي نديءَ جي ڪناري تي شووا ڀاڳمتيءَ جو مندر آهي. هيءَ ڪٽمنڊو جي ڏاڍي مقبول ديوي آهي. ماڻهن جي وشواس موجب، ڏاڍي طاقتور آهي ۽ ماڻهن جو سڀ خواهشون پوريون ڪري ٿي. هيءَ ننڍڙو مندر آهي پر نيپالي حڪومت ان تي چڱا پئسا هٽي ان کي سڌاريو آهي. هن مندر جي ڀرسان ٻين ديوين بجيشوري (فاتح ديوي) ۽ اندرياڻيءَ جا مندر بہ آهن.

دڪن ڪالي

ڪٺنڊو واديءَ ۾ ڪٽمنڊو شهر کان ١٨ ڪلوميٽري ڏکڻ ۾ دکن ڪاليءَ جو سونهري مندر آهي. آڏو شفاف پاڻيءَ جو چشمو ۽ چؤطرف جبلن تي ساوا ٻيلا آهن. هتي هر اڱاري ۽ ڇنڇر سميت سمورن خاص ڏينهن تي ياتري قرباني ڪن ٿا.

هندو ياتري هتي مينهن، ٻڪر، رڍ، ٻڪ يا ڪڪڙ جي قرباني ڪن ٿا. جنهن جي جيتري حيثيت يا جيتري مراد اوتري وڏي قرباني ڪن ٿا. جيڪي ٻنهہ غريب آهن سي بيدا کڻيو وڃن. هندن جي نظر ۾ بيدو بہ حياتي آهي، تنهن ڪري اهي بہ قربانيءَ طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

قربانيءَ کان اڳ جانور کي چشمي جي پوتر پاڻي ۾ وهنجاريو ويجي ٿو ۽ ٿورو گهڻو ڪارايو پيئاريو ويجي ٿو. ان ڪانپوءِ قربانيءَ واري هنڌ تي جانور کي آڻي بيهاريو ويجي ٿو. جيئن ئي جانور ڪنڌ ڌوڻي ٿو، ان کي قربانيءَ لاءِ جانور جي هائوڪار سمجهيو ويجي ٿو. قربانيءَ کان اڳ اها هائوڪار ٿيڻ ضروري آهي. جيئن ئي جانور جو ڪنڌ ڪورجي ٿو، ان جي پڇ جو ٽڪر وڍي ان جي وات ۾ وڌو ويجي ٿو. پوءِ منڊي ڪٽي ڪاليءَ جي بت آڏو رکي ان تي پوڇا وارو ڏيئو رکيو ويجي ٿو. قربان ٿيل جانور جو گوشت اڳلايو نٿو ويجي پر ان جو هر ڪائڻ جوڳو حصو پچائي، جشن ملهائي کاڌو ويجي ٿو.

### گهيشوري Guheshwary

گهيشوري، پاڳمتي نديءَ جي ڪناري پشو پتي ناٿ مندر ويجهو آهي. ڏند ڪٿا موجب جڏهن سندس شو جي زال ستي ديوي مري وئي. شو مهاديو سخت ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ ستي اما ديويءَ جو مئل جسم پٺيءَ تي کڻي هليو. هو سڄي اپکنڊ ۾ هليو. هو بي خوديءَ ۾ هلندو ٿي ويو ته ديويءَ جي جسم جا پاڱا ٿي هِت هُتِ ڪرڻ لڳا. ديويءَ جو هڪ انش هتي ٻه ڪريو. سڄي هندستان ۾ ديويءَ جي جسم جا ۵۲ ٽڪر ڪريا آهن ۽ جتي جتي ٻه ڪو انگ ڪريو آهي، اتي ديوي ظاهر ٿي آهي.

ان واقعي سان منسوب جتي جتي ٻه اهي مندر آهن اهي شڪتي استان آهن، اهڙو ئي هڪ شڪتي استان بلوچستان ۾ هنگلاج ديويءَ جو آهي. سو، ان طرح گهيشوري نيپال جي تمام اهم ديوين مان هڪ آهي.

### پدرا ڪاليڪا

کٽمنڊو شهر ۾ سنگها دربار جي اولهه ۾ پدر ڪاليءَ جو مندر آهي. هن وقت چوراهي جي وچ ۾ اچي ويو آهي. هتي اڃا تائين ٻڪر جي قرباني ٿئي ٿي.

### من ڪامنا Mankamana

من ڪامنا ديويءَ جو مندر ڪٽمنڊو کان ڪجهه ڪلاڪن جي پنڌ تي گورکا ضلعي ۾ آهي. گورکا ۾ اڳي "شاهه" خاندان جو تخت گاهه هو. هي شاهه مسلمان نه هئا. سندن لقب "شاهه" هو. نارائڻ شاهه به من ڪامنا ديويءَ کي پوڄيندو هو جنهن ارڙهين صديءَ ۾ نيپال جي ڪيئي ڇڙوڇڙ رياستن کي ننڍين وڏي رياست ۾ داخل ڪيو. منڪامانا معنيٰ "دل جي خواهش" يا "من جي مرضي" ان مناسبت سان سمجهيو وڃي ٿو ته، هن ديويءَ پوڄاريءَ جي من جي هر خواهش پوري ڪئي ۽ راجا ڏاڍا علائقا فتح ڪيا.

### ترائيءَ جون "مائي" ديويون

ترائيءَ ۾ مائيءَ جا سوين مندر آهن. انهن مان اڪثر مندرن بابت فقط مقامي ماڻهن کي ئي ڄاڻ آهي جڏهن ته اڪثر مندرن تي ڪا به اڏاوت ناهي. مائيءَ جي پوڄا جبل جي ڇپ يا وڻ جي صورت ۾ ٿئي ٿي. اڪثر ڳوٺن جا نالا ان ديويءَ جي نالي پويان آهن. مثال طور ڏاڪٽي شهر جنڪ پور ويجهو "سونا مائي."

هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ ماتا ديويءَ جو ڪو نه ڪو مندر ضرور ملندو. شاديءَ کان اڳ هر ڪنوار پنهنجي ڳوٺ جي ماتا ديويءَ جي پوڄا ڪندي آهي. ديوي پوڄا کان اڳ انب جي وڻ جي پوڄا ڪن ٿيون. ان رسم کي "آمر گاڇي" سڏيو وڃي ٿو. شاديءَ جي حقيقي مرحلي کان اڳ شاديءَ جون سموريون ريتون رسمون انب جي وڻ هيٺيان ٿين ٿيون.

هڪ ديويءَ جو نالو چوريا مائي Churia Mai آهي، جنهن جو مندر نيپال جي اهم هاءِ وي ترِي ڀون راجپاٿ تي آهي. هتان لنگهندڙ هندو ماڻهو هتي دريءَ مان پوڄا ڪن ٿا ۽ سڪا ڀيٽا ڏين ٿا ته جيئن سفر

محفوظ هجي.

گهوا مائي Gahawa Mai جو مندر بير گنج جي مرڪز ۾ آهي دسهڙي جي ميلي وقت پوڄاري پري پري کان اچي سندس پوڄا ڪن ٿا، هن موقعي تي وڏو ميلو لڳي ٿو. بيرگنج ۾ مائيءَ جا ٻيا مندر آهن جن ۾ بيرتا مائي Birta Mai راڌي مائي Radhe Mai ، ٻوڌي Boudhi Mai ۽ ڀوٽان ديوي مائي به شامل آهن.

سڄي ترائيءَ ۾ سڀ کان مقبول مائي مندر گاڌي مائيءَ جو آهي جيڪو بارا ضلعي ۾ ڪوٽ بارياريور ۾ آهي. گاڌي مائي ڪرنت بادشاهن ۾ ڏاڍي مقبول هئي جيڪي سوين سال اڳ ترائيءَ جا قابض هئا. هنن هيءَ ديوي پاڻ سان گڏ پنهنجي گادي سيمراؤن ڳڙهه Simraongarh کان کٽمنڊو آندي هئي. ان وقت امن جو دور ۽ مل بادشاهن سان سندس دوستاڻو هو. ان وقت واديءَ جا حاڪم مل هئا.



نئون درگا مندر- ڀڳت پور- کٽمنڊو

کٽمنڊو ۾ تاليجو ديويءَ جي مندر بابت چيو ويتي ٿو ته اهو ڳاڏي مائيءَ (ديوي) جي قديم مندر جو نقل آهي. ڳاڏيءَ مائي جي پوڄا هر پنجن سالن کان پوءِ باريارپور ۾ ٢٢ ڏينهن ٿيندي آهي. اهو به هڪ ميلو آهي. چيو وڃي ٿو ته ديويءَ جون ست ڀينرون هيءَ ميلو ڳهڻ ۽ ان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهچنديون آهن. هن موقعي تي هزارين مينهن جي قرباني ڏني وڃي ٿي ۽ موقعو ملهائڻ لاءِ رنگارنگ ميلو لڳي ٿو.

هي ميلا فقط ديويءَ جي پيٽا ناهن پر ڳوٺاڻي زندگيءَ جو روح آهن جيڪي ڳوٺاڻن کي وڏي تفريح ڏين ٿا.

پوڄجندڙ مائي فقط ترائيءَ ۾ ئي ڪونهي، ديوي ماتا سڄي نيپال ۾ پوڄي وڃي ٿي، هوءَ ڳوٺ ڳوٺ ۽ واهڻ واهڻ ۾ موجود آهي ۽ شهرن جي ننڍين ننڍين گهٽين ۾ انهن ديوين جا مندر آهن.

ديوي ماتا شهرين جي روزاني زندگيءَ جو اهم ترين حصو آهي.



جينري ديوي

پڳوان جي پونءِ جي ڪهاڻي نيپال جي جينري ديويءَ جي ذڪر کانسواءِ اڌوري آهي. هيءَ هڪ اهڙي معصوم ٻارڙيءَ جي ڪهاڻي آهي جنهن کي ننڍڙي عمر ۾ ديويءَ جو درجو ڏيئي سڄي حياتيءَ لاءِ هڪ الميو بڻايو ويو هو.

هن ديويءَ کي "ڪماري" (ڪنواري) چيو ويو هو. ڪماري هڪ اهڙي ڪٽنب مان چونڊي ويندي آهي جيڪو ٻڌ عقيدن وارو آهي. پر عجيب ڳالهه اها آهي ته ڪماريءَ جي ڪهاڻي هندو ڏند ڪٿائن مان اڀري آهي.

سو، جڏهن ان خاص قبيلي ۾ ڪا ڇوڪري ڄمي ٿي ته ان تي گهري نظر رکي ويندي آهي. جيڪڏهن ان ۾ ڪي لڇڻ آهن يا اها فطري طور تي ڪن معيارن تي پوري لهي ٿي ته پوءِ ان جي ايتري حفاظت ڪئي ويندي آهي جو سندس رت جو هڪ ڦڙو به وهڻ نه ڏنو ويندو. ڪماري ٿيڻ جو سڀ کان وڏو شرط اهوئي آهي. انڪري جيئن ئي اها ڇوڪري جوانيءَ جي منزل تي پهچي ٿي، کيس هٽائي ٻي ننڍڙي نينگريءَ کي ڪماريءَ جو درجو ڏنو ويندو آهي.

جڏهن هڪ ڪماري پنهنجي رتبي تي قائم هوندي آهي تڏهن

هڪ ٻي ڪماري ٻه نظر ۾ رکي ويندي آهي ته جيئن اها اڳ ئي تيار هجي. ڪماريءَ جي چونڊ جو عمل لڳ ڀڳ دلائي لاما وانگر ٿئي ٿو اها ٻي ڳالهه آهي ته لاما جي چونڊ لاءِ قبيلي جو قيد ناهي. اسان ڪماري ياترا واري ڏينهن تي ڪماريون ڏٺيون. هڪ هاٿوڪيءَ ۽ ٻه مستقبل جون. انهن مان هڪ ته ويچاري ٻنهه ننڍڙي هئي جو ڪيس هنج ۾ کڻي آيا هئا ۽ پوءِ ڪيس شاهي رٿ ۾ چاڙهيو هئائون.

ڪماريءَ کي هڪ شاهي رٿ ۾ سوار ڪري ان جي ياترا ڪرائي ويندي آهي. پر جيئن ته اسان ٽي ڪماريون ڏٺيون تنهن ڪري اهي سڀ جدا جدا شاهي رٿن ۾ سوار هيون. انهن رٿن کي رسن جي مدد سان ڇڪيو ٿي ويو. ڪماري ياترا لاءِ جنتري مان سٺو مهورت ڪڍي پوءِ صبح يا شام جي گهڙي طئه ڪئي ويجي ٿي. اهو ڪم پنڊتن جو آهي.

"ڪماري" تيڻ ڪانپوءِ هوءَ "ڪماري گهر" ۾ رهندي آهي جيڪو هنومان ڍوڪا ۽ اڳوٽي شاهي محل جي آڏو آهي. گهر ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ هوءَ ڪڏهن ٻه سامهون نه ايندي آهي. فقط پنهنجن مائٽن سان ملي سگهندي آهي. ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته هوءَ ڪڏهن ٻه بيمار نه ٿئي ڇو ته سندس بيماري قوم جي لاءِ ڏکن جو سبب ٿيندي.

ياترا واري ڏينهن تي ديويءَ کي شاهي رٿ ۾ سوار ڪيو ويجي ٿو ۽ نيواري عورتن ۽ مردن جا هشام سندس درشن لاءِ اچي ڪٺا ٿين ٿا. ساڳي وقت دنيا جا صحافي ۽ فوٽوگرافر ڪماري ۽ بادشاهه جا فوٽو ڇڪڻ لاءِ ڪئمرائون تيار ڪري اچي پهچن ٿا. اصل تر ڇٽڻ جي جاءِ نٿي بچي.

رواج موجب جيئن ئي ديوي پنهنجي رٿ تي سوار ٿي پراڻي شاهي محل آڏو اچي ٿي، نيپال جو بادشاهه سندس درشن ڪرڻ ۽ آشيرواد وٺڻ وڃي ٿو. ساڳئي وقت عوام ٻه ديوي ۽ بادشاهه جو درشن ڪري ٿو. پر هيءَ ڇا؟ اسان ڏٺو ته ديوي گهڻي وقت کان پنهنجي رٿ ۾ سوار ٿي ويٺي هئي پر بادشاهه اڃا ڪو نه آيو هو. اسان جو خيال هو ته بادشاهه ديويءَ

ڪان رتبي ۾ ننڍو آهي تنهن ڪري هو ديويءَ جو انتظار ڪندو. پر هن اڪين ڏٺو تہ ديوي اڳ ۾ آئي ۽ بادشاهہ جي انتظار ۾ رهي، جڏهن بادشاهہ آيو تہ ڪيس فوجي سلامي ڏني وئي.عجب ڳالهہ هئي تہ بادشاهہ درشن ڪرڻ بہ نہ ويو ــ سندس پاران ڪو نائب وڃي درشن ڪري آيو ۽ آشيرواد بہ ورتو.

" ڪماري" سوويت پيروي ديويءَ جو اوتار سمجهي وڃي ٿي. سويت (سُني)معنيٰ اڇي رنگ واري. هندو ديو مالا ۾ سوويت پيرب هتيا ڪندڙ يا ماريندڙ ديوتا آهي ۽ شو جو روپ آهي. ان مناسبت سان سويت پيروي ڪاليءَ جو ٻيو روپ آهي.

ڪٿا موجب پيرويءَ جو هڪ راڪاس سان نينهن ٿي ويو. جڏهن پيرويءَ جي ماءُ کي اها خبر پئي تہ ڏيءَ تي زور وڌائين تہ اها ڪنهن ريت ان راڪاس کي ماري ڇڏي. پيروي پهرين تہ راضي نہ پئي ٿي پر پوءِ گهٽو دباءُ پوڻ تي هڪ رات راڪاس کي گهٽو نشو پياري بي وس ڪري ڇڏيائين ۽ ڪنهن پٿي اڇي راڪاس جي منڍي وڍي ڇڏي. ان واقعي ڪانپوءِ ديوتائن ان ديويءَ کي وردان ڏيڻي پوڇڻ شروع ڪيو.

جڏهن راڪاس مارجي ويو تڏهن ديوتائن پيرويءَ کي ديويءَ جو رتبو ڏنو پر رشي ۽ مني ڪاوڙ جي ويا. انهن پيرويءَ کي پاراتو ڏنو تہ ڇاڪاڻ تہ هن ڪوڙ ۽ ڪپٽ سان راڪاس کي مارڻ جو ڪم ڪيو آهي تنهنڪري هاڻي ڪيس ڪڏهن بہ مڙس نہ ملندو ۽ جيڪو بہ هن سان شادي ڪندو سو ڪجهہ ڏينهن اندر مري ويندو.

ان روايت کي برقرار رکڻ لاءِ هر ڪماريءَ کي سڄي عمر شادي ڪرڻ جي اجازت ناهي. اها روايت اٽڪل ڇهہ سئو سالن کان جاري آهي. تڏهن نيپال تي مل (ملهہ) راجائون حڪومت ڪندا هئا. مل راجائن جو ڪٽنب مرڪزي ڀارت ڪان مسلمانن جي حملن وقت پڄي هيڏانهن آيو هو. هيءُ اهي ساڳيا مل آهن جيڪي سنڌ ۾ ٺٽي ضلعي ۽ ڪراچيءَ جي ساموئڊي

ڪنارن تي آباد آهن. اهي راجائي ڪٽنب ڪشتري نسل جا آهن جن کي ملهه يڌ (جنگ) ۾ مهارت هئي. ملهه هوريان هوريان نمائشي جنگ ٿيندي وئي ۽ هاڻي سنڌ ۾ اها عوامي راند جي صورت اختيار ڪري وئي آهي. ملهه جو حوالو مهاڀارت ۾ وري وري موجود آهي.

جيئن ته "ڪماري" بلوغت کي پهچڻ ڪانپوءِ "ڪماري" نٿي رهي تنهن ڪري اها آزاد ٿي وڃي ٿي. ان ڪانپوءِ چاهي ته گهر وڃي سگهي ٿي يا وري ڪماري گهر ۾ رهي سگهي ٿي. ان قبيلي جو گهر هوئڻ به ڪٽمنڊو ۾ ئي آهي. هر ڪماري اٽڪل اٺ ڏهه سال ان رتبي تي رهي ٿي.

مقامي ماڻهن ٻڌايو ته ڪن اڳوٽين ڪمارين لڪ چوريءَ ۾ شاديون ڪيون پر ڪڏهن به اهو نه ٻڌو ويو ته هيءَ ٻار فلاڻي اڳوٽي ڪماريءَ جو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪمارين جو ابارشن ڪرايو ويندو هجي ڇو ته سماج ۾ اهو خوف آهي ته ڪماريءَ کي ٻار ٿيڻ خراب سوڻ هوندو.

هوئڻ به شايد ئي ڪو اهڙو باهمت نوجوان هجي جنهن موت جي خوف کي پاسيرو رکي ڪماريءَ سان شادي ڪئي هجي. ڪهڙي خبر ته ڪنهن نوجوان عاشق همت ڪئي به هجي پر ان ڏند ڪٿا جي سنيال ڪندڙن ڏند ڪٿا کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيس ماُرائي ڇڏيو هجي!

چون ٿا ته ڪماريءَ جي موضوع تي رائل فلم ڪارپوريشن وارن هڪ فيچر فلم ٺاهي هئي جنهن جي ڪهاڻيءَ کي موڙي سوڙي ڏيکاريو ويو هو ته هڪ نوجوان ڇوڪري ڪماريءَ سان شادي ڪئي پر پوءِ ڪيس ڇڏي هليو ويو.

ڪماري ياترا هڪ ميلو آهي. ساڳئي ڏينهن تي اندرا ياترا به ٿيندي آهي. ان ڏينهن تي نيپال ۾ عام موڪل هوندي آهي.

# بنگامتي Bungamati

کٽمنڊو شهر کان ڏکڻ ۾ ٿورڙي پنڌ تي بنگامتي نالي ننڍڙو شهر آهي، جنهن کي مقامي نيواري آباديءَ جو نمائندو شهر به چئي سگهجي ٿو. هتي موجود روايتن جي تاريخ ڦلهوريبي ته ڳالهه وڃي حضرت عيسيٰ جي پيدائش واري زماني تائين پهچندي.

هونئن به نيپال تي نيواري قوم جا عقيدا ۽ تاريخ غالب آهي. سندن تاريخ ته شايد ايتري واضح حالت ۾ نه ملي پر سندن ماضي هاڻي عقيدن ۾ ڏند ڪٿائن جي صورت وٺي بيهي رهيو آهي جنهن جي کوج ڪو مقامي نيواري دانشور ئي نيڪ طرح ڪري سگهندو.

سمجهيو وڃي ٿو ته بنگامتيءَ وارو علائقو نيواري لوڪن ڇهين صدي عيسويءَ ۾ اچي وسايو. انهن زمينون سڌيون ڪيون، فصل تيار ڪيا ۽ اَن اُپايو، جانور پاليا ۽ ڌڻ وڌايو. ان ڪانپوءِ سرڪار بهادر انهن کي اَن اپائڻ ۽ مال پالڻ جو حق ڏيڻ لاءِ مٿن ٽيڪس وجهي ڇڏيا. اهي ٽيڪس ئي ته آهن جن پورهيت کي وڏي بار ۾ مڙهي ڇڏيو آهي. ڇا پيداوار وڌائڻ ڪو ڇڱو ڪم ناهي جو ان تي ٽيڪس جي نالي ۾ ڏنڊ مڙهيو وڃي؟ ٺيڻ ته ائين ڪپي ته جيڪو پيداوار نه وڌائي ان تي ڏنڊ يا ٽيڪس مڙهيو وڃي. معاشيات جا اِهي ور وڪڙ نه ته پورهيت نيوارين کي سمجهه ۾ آيا هوندا ۽ نه وري ياڻ کي آيا آهن ڇو ته ان ٽيڪس جي بدلي ۾ جيڪي شهري سهوليتون

ماڻهن کي ملڻ ڪنديون هيون. اسان اهي بہ ڏسي چڪا آهيون.

بنگامتي شهر ٻارهين صديءَ ۾ تڪڙي واڌ ڪاڌي ڇو تہ شري مڇندر ناٿ کي هتي هڪ وڏي ڀڳوان جي حيثيت ملي. روايت موجب شري مڇندر ناٿ اوپر طرف آسام کان هتي آيو. بهرحال، نيپالين لاءِ اهو اجا تائين کوج طلب مسئلو آهي تہ مڇندر ناٿ واقعي ڪا اهم ڌرمي شخصيت هئي يا اهو ڪنهن پنٿ جو اهڃاڻ هو. اصل ڳالهہ ڪجهہ بہ هجي، هتي تاريخي ڳالهيون جهٽ پٽ ۾ اهم ڏند ڪٿائون بڻجي وينديون آهن. سو، شري مڇندر ناٿ هتي اهم ديوتا آهي.

ڏند ڪٿا موجب کٽمنڊو جي بادشاهہ ۽ مهاسڌا گورکناٿ جي وچ ۾ هڪ عظيم ٽڪراءَ جي نتيجي ۾ هيءُ ديوتا هتي آيو. گورکناٿ جي مرضي هئي تہ واديءَ ۾ ڏڪر ٿئي تہ جيئن بادشاهہ کي سيڪت ملي. هن ڇا ڪيو جو سيني گٺواڻ ڪاريهر نانگن کي جهلو ورتو، جيڪي اصل ۾ برساتون آڻڻ لاءِ ذميوار هئا. گورکناٿ نانگن کي سٽي انهن مٿان ويهي ٻارنهن، ورهن تائين چلو ڪڍڻ شروع ڪيو. تان جو ڏڪر ظاهر ٿيو ۽ وادي سڪي ٺوٺ ٿي وئي.

ان حالت کي ڏسي بنڌو داتا نالي هڪ نجومي ۽ پوڄاريءَ بادشاهہ کي صلاح ڏني تہ اوپر هندستان جي هڪ علائقي ڪامروپ ڏانهن هڪ وفد موڪلي گورک ناٿ جي گرو شري مڇندر ناٿ کي کٽمنڊو اچڻ لاءِ چئجي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن گرو کٽمنڊو پهچندو تڏهن گورکناٿ کي گروءَ جي احترام ۾ نانگن تان اٿي بيهڻو پوندو ۽ نانگ آزاد ٿي ويندا. بادشاهہ ان صلاح تي عمل ڪيو ۽ وڏي جاکوڙ کان پوءِ شري مڇندر ناٿ کي کٽمنڊو اچڻ تي راضي ڪيو ويو. مڇندر ناٿ جنهن ماڳ تي اچي بيٺو هو سو بنگامتي ڳوٺ هو.

سو، جڏهن گورکناٿ پنهنجي گروءَ جي آمد بابت ٻڌو تہ احترام وچان اٿي کڙو ٿيو. نانگ آزاد ٿي ويا. برسات پئجي وئي ۽ ڏڪر ختم ٿيو. انهيءَ ڪري ٻڌن ۽ هندن مڇندر ناٿ کي برسات جي ديوتا جو درجو ڏنئي

ڇڏيو. اڄڪلهہ سندس ميلو (ياترا) بهار جي پڇاڙيءَ کان وٺي مانسون جي منڍ تائين لڳندو آهي.



بنڪا متيءَ ۾ رتي مڇندر ناٿ جو مندر

بنڪامتيءَ جي ٻي خاص ڳالهہ اها آهي تہ اهو ماڳ ڪريا ونايڪ گڻيش ۽ هياگريوا ڀيرو ديوتائن جو گهر بہ آهي. جيڪي پڻ هندن ۽ ٻڌن وٽ مقبول آهن. پر هن شهر تي هندن کان اڳ ٻڌن جو قبضو هو. باوجود ان جي تہ بنڪامتيءَ ۾ گهڻي ٺي ذاتيون ۽ عقيدن وارا ماڻهو آهن پر جيڪڏهن ڪا هستي انهن سڀني کي هڪ هنڌ جمع ڪري ٿي تہ اهو مڇندر ناٿ آهي.

مڇندر ناٿ جو بت هر سال ڇهن مهينن لاءِ ۽ هر ٻارهن سالن کان پوءِ هڪ ڀيرو ڪاٺ جي هڪ شاهي رٿ تي پاٽن (ڪٺمنڊو لڳ هڪ ٻيو شهر) آندو ويندو آهي. ان رٿ جي تياري سالن ۾ هلندي آهي. زبردست ريتن رسمن سان اهو بت رٿ تي سوار ڪيو ويندو آهي ۽ رٿ کي هفتن تائين شهر ۾ هوريان هوريان ڇڪيو ويندو آهي. رٿ جتي جتي بيهندو آهي اتي پاٽن جا ماڻهو ديوتا کي ناچ، گيتن، گلن ۽ کاڌي جي ڀيٽا ڏيندا آهن. پاٽن ۾ مڪمل سرڪس کان پوءِ بت واپس سندس گهر بنڪامتي موڪليو ويندو آهي.

بنگامتيءَ جي ماڻهن ڪنهن سٺي ماڻهوءَ کي پکوان تہ ٻڌائي ڇڏيو پر سندن حالت اڃا تائين نہ سڌري آهي. هي شهر هن وقت هنر مندن، قالين سازن، ڪاٺ تي اُڪر جو ڪم ڪندڙ ڪاريگرن، چانور ۽ ڪڻڪ اپائيندڙ پورهيتن جو شهر آهي پر انهن جي محنت ڪٺمنڊو جا واپاري ٻڌي اڳهہ تي کڻي ويندا آهن ۽ پنهنجو هيڪاندو نفعو رکي دولت ميڙيندا آهن.

ڏک صرف ان ڳالهہ جو ٿئي ٿو تہ حڪومت کي انهن شهرين جي حالت سڌارڻ سان دلچسپي ڪجهہ گهٽ نظر اچي ٿي پر ان ۾ دلچسپي وڌيڪ آهي تہ نيپال جي قديم تهذيب جيئن جو تيئن ٿي رهي تہ جيئن پرڏيهي سياح قديم نيواري تهذيب جو اصل رنگ ڏسي خوش ٿين ۽ ايندا رهن پئسا خرچ ڪندا رهن ۽ پرڏيهي ڪرنسيءَ جا نيپال ۾ ڍڳ لڳي وڃن.

## چوءِماسو

چوماسو نيپالي شاعرن ۽ ناول نگارن لاءِ وڏي اتساهيندڙ مند آهي، بالڪل ايئن جيئن سنڌ ۾ وسڪارو. هن مند ۾ نيپال جي سونهن جوبن ۾ اچيو وڃي.

ماڙيءَ چڙهي ڏٺم، پکا پنهوارن جا،
هڪ اڪي ٿي سهڻا، ويتر مينهن اٿانِ. (لطيف)

ليکنات پائوڊيل ۽ لڪشمي پرساد ديوڪا اهڙا شاعر آهن جن نيپال تي شايد سڀ کان سهڻي ساعري ڪئي آهي. ڪن ۾ چو نہ؟ سچ پچ تہ هن

مند ۾ سڄو نيپال ڇهڄ سائو غاليچو بڻجي ويجي ٿو. هاري ناري خوشحال ٿي وڃن ٿا ۽ پوکيءَ کي جنبي وڃن ٿا.

وسڪاري مهل نيپالي ماڻهو خوشيءَ ۾ پرجي وڃن ٿا. جڏهن آسمان ڪارن ڪڪرن سان ڇانئجي وڃي ٿو تڏهن ورن واريون ورن سان گڏجي ڪنوڻين جا چمڪاٽ ڏسن ٿيون، جن جا ور روزگار سانگي ٻاهر ويل هوندا آهن. اهي وڇوڙي جا گيت ڇپن تي ڪٽي اداس نظرن سان جابلو پيچرا ۽ آڪاس گهوريندڙيون آهن نوجوان ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا پيارجا گيت ڳائيندا آهن. سچ پچ تہ نيپال جون ماتريون زندگيءَ سان ايامڻ لڳن ٿيون.

چؤماسي ۾ آڪاس بادلن سان ڍڪجڻ لڳندو آهي تہ هارين جون اکيون اميد ۾ چمڪڻ لڳنديون آهن، بالڪل ايئن جيئن ڪاري اپ تي ڪنوڻ چمڪاٽ ڪندي آهي. هاري هر سنيالي ڀنين ۾ نڪري پوندا آهن، ڪو ٻہ گهر ۾ ڪو نہ گهاري. ٻيجارا پوکيا ويندا، رونبو ٿيندو ۽ تورن ئي ڏينهن ۾ ماتريون سايون ٿي پونديون. ان پڇندو تہ رنگ بدلجي سونهري ناسي ٿي پوندو.

پهريان مينهن پوندي ئي ڌرتيءَ تي سائو قالين وڇائجي وڃي ٿو ۽ ڇانورن جا سلا ڪر ڪڍي اٿي بيهن ٿا. ٽڪرين تان پڪي اڏامي اچي وادين جي وڻن تي ديرو ڄمائيندا آهن ۽ پوپٽ رنگ وکيرڻ لڳندا آهن.

نيپال ۾ رونبي مهل جشن جهڙو ماحول ٿيو وڃي، رونبي کان اڳ رتي (ڳاڙهي) مڇندر نات جو ميلو ملهايو ويندو آهي، جنهن کي ماتريءَ ۾ برساتن جي ديوتا جي حيثيت حاصل آهي.

نيپال ۾ چؤماسي جون هوائون ۽ مينهن بنگال جي اپسمنڊ کان جُون مهيني ۾ اچن ٿا ۽ سيپٽمبر تائين مانسون جي مند جاري رهي ٿي. وڏا مينهن جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ پون ٿا. ڀنهي مهينن ۾ سراسري برسات اٽڪل ٣٠ سينٽي ميٽر پوي ٿي، جنهنڪري نديون پرجي پرجي اٿلن ٿيون.

چؤماسي کان اڳ يعني اونهاري جي ڀرين مهينن ۾ ٿي نيپالين جون اکيون آڪاس ڏانهن کڄي ويندڀون آهن. هر ڪنهن کي چؤماسي جو انتظار هوندو آهي ۽ جيئن ئي چؤماسي جا ڀريان ڪڪر ماتريءَ جي سير تي ايندا آهن، ماڻهو امالڪ چوندا آهن. "اجهو گرمي پوري ٿي!"

## اِندر ياترا

راجا اِندر هندو ڌرم جو اهم ديوتا آهي. انسان جي جدوجهد جي تاريخ ۾ هن ديوتا کي هڪ عظيم سپہ سالار جي حيثيت سان ڏٺو ويچي ٿو. هڪ ٿيسز موجب جڏهن آرين سنڌو ماتريءَ تي آخري ۽ جاندار حملا ڪري دراوڙ لوڪن جا قلعا ۽ شهر ناس ڪيا تڏهن انهن جي اڳواڻي راجا اِندر ڪري رهيو هو جيڪو وقت سان گڏوگڏ ديوتائي رتبو حاصل ڪري ويو. هاڻي اندر برسات سان گڏ بهشت جو ديوتا بہ آهي.

آرين جي فتح کان پوءِ جڏهن جنگ ۽ جنون ڪجهہ ماٺو ٿيو ۽ آريا لوڪن جو ڌيان ٻني ٻاري ۽ زرعي مسئلن ڏانهن ٿيو تڏهن انهن کي هڪ اهڙي ديوتا جي ضرورت پئي جيڪو آبپاشيءَ جو نظام سنڀالي سگهي. ظاهر آهي تہ تڏهن آبپاشيءَ جي نظام ۾ برساتن کي اهميت هئي. انڪري آريا لوڪن راجا اِندر کي برساتن جي ديوتا جي حيثيت ڏيڻي پئي. اڄ بہ سنڌ ۾ برسات ڪانپوءِ جڏهن آڪاس ۾ ست رنگي ڪمان نظر ايندي آهي تہ ان کي "اندلٺ" چيو ويندو آهي يعني "اِندر لٺ". اها ڪمان اِندر جي حڪم سان برسات جي خاتمي لاءِ حڪم جو درجو رکي ٿي.

نيپال ۾ اِندر جي ان ئي صفت جي حوالي سان "اِندر ياترا" ٿئي ٿي. جيڪو مند جو ڏاڍو ڊرامائي ۽ رنگين ميلو آهي. هن موقعي تي ماڻهو مختلف قسمن جا نقاب پائي نچن ٿا ۽ ناچ ناچ ۾ مختلف قسمن جا ڊراما رچائين ٿا. اهي نقاب اڪثر ڪري راڪاسن جا هوندا آهن جيڪي خلق کي

آزارين ٿا ۽ نيٺ انهن کي قتل ڪيو ويو ٿو. ڏند ڪٿا موجب راجا اِندر هندوستان مان راڪاسن (دراوڙن) جي پاڙ پٽي هئي. ڪٽمنڊو ۾ چؤماسي جي مند جولاءِ آگسٽ آهي ۽ هوائون اوله اپکنڊ کان اچن ٿيون.

هن موقعي تي سڄي نيپال مان هندو توڙي ٻڌ هنومان ڍوڪا جي پراڻي شاهي محل ويجهو جمع ٿين ٿا جتي خود بادشاهه سلامت ۽ راڻي ٻه ڪماري ديويءَ جي سلامي ڀرين ٿا. هو سيئي ورتر اسر تي راجا اندر جي سوڀ ملهائين ٿا. ورتر اسر تي الزام آهي ته هن ڪنهن وقت درياهن ۽ ڍورن تي بند ٻڌي پاڻي روڪي ڌرتيءَ تي وڏو ڏڪار آندو هو جنهن ڪري هزارين ماڻهو بک کان مري ويا هئا. اها ئي ڳالهه آهي ته قديم آثارن جي ماهرن جي خيال موجب راجا اِندر دراوڙ لوڪن جو آبپاشيءَ وارو قديم نظام تباهه ڪرڻ لاءِ دراوڙ لوڪن جا ٺاهيل قديم بند ڀڳا هئا. اهڙن قديم بندن جا اهڃاڻ اڄ به سنڌ جي ڪيرٿر جبل ۽ بلوچستان ۾ موجود آهن، جيڪي مهين جي دڙي واري زماني ۾ يا ان کان اڳ ٺاهيا ويا هئا.

هندو ڏند ڪٿا موجب ورتر اسر کي سيڪت ڏيڻ لاءِ وشنو ڀڳوان راجا اِندر کي هڪ هٿيار اِندر دواج ڏنو هوجيڪو هڪ وڏي خوشبودار ٿڙ جهڙو هو. هاڻي اهو ئي هٿيار راجا اِندر جو اهڃاڻ آهي. هنومان ڍوڪا وٽان جڏهن اهو علامتي نشان کنيو ويندو آهي تڏهن اندر ياترا شروع ٿيندي آهي. پر حقيقت ۾ اِندر ياترا ان کان به اڳ شروع ٿيندي آهي، تڏهن کان جڏهن کان ٻيلي ۾ ان ٿڙ جي تلاش لاءِ مقرر ٿيل ٽولي نڪرندي آهي.

اندر ياترا جي پويان ڪٿا اها آهي ته هڪ ڀيري بهشت جي ديوتا راجا اندر جي ماءُ پنهنجي پٽ کان "پرجيت" گل جي فرمائش ڪئي جنهن ۾ مٺي خوشبوءِ هوندي آهي. ڪيس اهي گل ساليانو برت (روزو)جي غسل جي رسم لاءِ کپندا هئا. مشڪل اها هئي ته بهشت ۾ سڀ گل هئا، سواءِ ان گل جي. اهو گل فقط ڪٽمنڊو واديءَ ۾ هو.

راجا اندر کي چاڪاڻ ته چوريءَ جو ڪو به تجربو نه هو

تنهنڪري ڪٽمنڊو جي ماڻهن ڪيس ٻڪڙي ورتو ۽ رسين سان ٻڌي ڇڏيو. جڏهن ڪجھ وقت لنگهي ويو تڏهن راجا اندر جي ماءُ کي ڳڻتي ٿي ۽ هوءَ پٽ کي ڳوليندي ڳوليندي زمين تي لٿي ۽ ڪٽمنڊو پهتي. تڏهن ماڻهن کي خبر پئي تہ اسان جنهن کي رواجي ماڻهو سمجھي چوڪنيو ٻڌو آهي سو اصل ۾ بهشت جو بادشاهہ آهي. ان ڪانپوءِ ماڻهن راجا اندر جي مان ۾ وڏي ميلي جو اهتمام ڪيو.

”اندرا دواج“ جي ڳولا ۾ سرڪاري عملدارن ۽ پوڄارين جو هڪ جٿو ڀڳت پور کان هڪ ٻڪر سميت ٻيلي ۾ گهڙندو آهي. ٻڪر کي ڇڏيو ويندو آهي تہ ٻيلي جيڏانهن وٺيس تيڏانهن وڃي. وقت جي ڪا بہ پابندي ناهي ٻڪر پيو ڦرندو ۽ جٿو پويان پويان ان وقت تائين پيو هلندو جيستائين وڃي ٻڪر ڪنهن مناسب ٿڙ جي نشاندهي ڪري. ٻڪر جيئن ئي ٿڙ جي نشاندهي ڪندو آهي تيئن ئي ڪيس قربان ڪري ٻيون رسمون ڪيون ويندون آهن. وڻ کي ڇانگي وڏي ڀهرين ڀڳت پور آندو ويندو آهي ۽ پوءِ ڪٽمنڊو پهچايو ويندو آهي.

اندر دواج هنومان ڍوڪا وٽ ڪٽمنڊو دربار اسڪوائر جي ٻاهران بيهاريو ويندو آهي. ان مهل هزارين ماڻهو جمع ٿي اهو منظر ڏسندا آهن تہ اندرا دواج کي ڪهڙيءَ طرح ٿلهن رسن جي مدد سان کڻي ۽ ايو بيهاريو وڃي ٿو. هيءَ اها گهڙي آهي جنهن سان اِندر ياترا شروع ٿئي ٿي.

اِندر جي نشان سان گڏ ٻيرو ديوتا جو بت ۽ ٻيا بت مندرن مان ڪڍي کڻي ۾ هڪ سينگاريل پليٽ فارم تي رکيا وڃن ٿا تہ جيئن اهي بہ عوام سان گڏ ميلو ڏسي خوش ٿي سگهن.

دربار اسڪوائر ۽ پرپاسي جو علائقو ناچ ۽ ڊرامن جو مرڪز بڻجي وڃي ٿو. هيءُ موقعو ريشمي پڙڪندڙ ڪپڙا، شوخ رنگ ۽ پوائتا ڀهروپ پاتل ڀوپن لاءِ عيد آهي. هيءُ ڀوپا هن موقعي تي اهڙو تاثر ڇڏڻ جي ڪوشش ڪن ٿا جيڪو هر هڪ کي هميشہ ياد رهجي وڃي.

جيتوڻيڪ ناچ، تپا ۽ ٻرا ماسڪ ڪين تڪائي نپوڙي ۽ پکهر ۾ شل ڪري وجهن ٿا. ۾ تڏهن بہ هو جسم ترڪائيندا تپا ڏيندا ۽ ناٽڪ رچائيندا رهن ٿا. مون ڪيئي ناچو هن موقعي تي بي وسيءَ وچان تڙندا ۽ پاڻ سنڀالي ڏٺا.

اهي ڀوپا راڪاسن جو بهروپ ڌاريل هوندا آهن. چيو ويندو آهي تہ راڪاسن ۽ ديوتائن جا روح انهن بهروپين ۾ گهڙي ويندا آهن ۽ حقيقت جو مظاهرو ڪندا آهن. خود انهن بهروپين کي بہ پلارو سمجهيو وڃي ٿو. هتان جي مقبول "لکي ناچ" بابت چيو وڃي ٿو تہ "ماجي پت لکي" نالي هڪ ماڻهو جا هڪ نوجوان ڇوڪريءَ سان ناجائز ناتا هئا تنهنڪري ديوتائن متس اندرا ياترا جي موقعي تي ناچ جي سزاڪرڻ مڙهي ڇڏي. هاڻي جيڪو بہ لکي جو بهروپ رچائيندو آهي، ان ۾ لکي جو روح گهڙي ويندو آهي.

خارباز ڀيرو ديوتا ٻن خادمن سان گڏ ساوو ڀڪو (Sawo Bho-ku) ناچ ۾ نڪرندو آهي. سندس ريجهڻ ۽پرچڻ جي واٽ فقط اها آهي تہ ڪيس جانورن جي رت جي قرباني ڏني وڃي. هن ئي موقعي تي هاٿيءَ جو ناچ بہ پيش ڪيو وڃي ٿو جيڪو ٻڻ هڪ بهروپيو ڪندو آهي.

ڪماري ياترا ۽ اندرا ياترا جا موقعا گڏوگڏ ٿين ٿا. اندرا ياترا جي ڪيئي ڏينهن ۾ ڪماريءَ جو رٿ شهر جي مختلف حصن ۾ ڦيرايو وڃي ٿو جنهن سان گڏ ناچو ۽ ڳائڻا هوندا آهن. اندرا ياترا جي پڇاڙڪي ڏينهن تي شام جو ڳاڙهين ساڙهين ۾ ڳوناٺيون عورتون اندرا چوڪ تي گڏ ٿين ٿيون جتي ناچ ڳانا ٿين. آخري ڏينهن تي اندرا دواج کي ڍاڍي مان شان ۽ موسيقي تي لاٿو وڃي ٿو، قربانيون ڏنيون وڃن ٿيون ۽ تقريب ٿئي ٿي. ڀيرو ديوتا کي ڀيٽائون ڏيڻ ڪانپوء اندر دواج وارو ٿڙ ڀاڳمتي نديءَ تي آندو وڃي ٿو. جتي پوڄا پاٺ ڪانپوء ان کي ٽڪر ٽڪر ڪيو وڃي ٿو ۽ اهي ٽڪر باهہ جي ڳاڙهين ڇيڻ جي حوالي ڪيا وڃن ٿا.

هي ميڙو جيئن ته ڪماري ياترا سان ڳنڍيل آهي تنهنڪري ان جو مکيه ڏينهن ۽ وقت پنڊتن جي مهورت ڪڍڻ سان طئه ٿئي ٿو. پر بنيادي طرح سان هيءُ ميڙو چؤماسي جي پڄاڻيءَ جو اعلان آهي. يعني برساتن جي خاتمي ڪانپوءِ "اندلٺ" جو ظاهر ٿيڻ آهي. اندلٺ جو نڪرڻ برساتن جو خاتمو سمجهيو ويندو آهي. جڏهن ته "اندر دواج" به ساڳي شئي جو نيپالي روپ آهي. فرق اهو آهي ته سنڌ ۾ اندر لٺ جا قدرتي رنگ آڪاس تي ڏسبا آهن. جڏهن ته نيپالي ماڻهو پنهنجن جذبن ۽ ناتڪن سان ساڳيا رنگ زمين تي وکيرين ٿا ۽ آسمان ۾ اندلٺ ڳولڻ بدران ڀڪت پور جي پرسان ڀيلي مان اندر لٺ (اِندر دواج) ڳولي ڪڍي اچن ٿا.

## رتو مڇندر ناٿ

### برسات، خوراڪ ۽ اَن جو ديوتا

نيپال زرعي ملڪ آهي جنهن جي نوي سيڪڙ آباديءَ جو دارومدار پوک تي آهي. ملڪ جو زرعي نظام اڃا تائين اوائلي دور ۾ آهي ۽ پوکيءَ مهل هٿ جا اوزار استعمال ٿين ٿا. جديد ٽيڪنالاجيءَ اڃا تائين ڀڳوانن جي ڀونءِ تي گهڻو اثر نه وڌو آهي. ان ڪري مقامي هاري پنهنجي سادگيءَ وچان ڀڳوانن تي ڀاڙين ٿا. ظاهر آهي ته ڪين بهتر پوک لاءِ بهتر برساتون گهرجن ۽ بهتر برساتن لاءِ ديوتائن کي راضي رکڻ جي جدوجهد ڪرڻي پوي ٿي.

نيپالين جو خيال آهي ته برساتون آدي ناٿ ۽ مڇندر ناٿ جي هٿ ۾ آهن، جيتوڻيڪ اندر ديوتا به برساتن جو ديوتا آهي. پر ايئن ٿو لڳي ته مڇندر ناٿ جو ڪم برساتن کان پوءِ شروع ٿئي ٿو ۽ هو بنيادي طور تي کاڌي خوراڪ ۽ اَن جو ديوتا آهي.

نيپال ۾ چؤماسي جا ڏينهن جُون مهيني جي وچ کان آگسٽ جي

پڇاڙيءَ تائين هوندا آهن پر نيپالي هاري خاص ڪري ڪٺمنڊو واديءَ جا هاري "جياپو" ڪهڙو اڳ ڪان مند بابت سوچڻ لڳندا آهن. نيٺ به سندن خوشحاليءَ جو مدار انهيءَ تي ئي آهي. اهو مينهن ئي ته آهي جيڪو ڪين معاشي ڏکن کان آجو ڪري ٿو.

هڪ نيپالي ڪٿا موجب هڪ ڀيري ڪائنات جي آقا آدي ناٿ پنهنجي زبردست سيني ديوتائن جي گڏجاڻي ڪوٺائي جنهن ۾ سڀ ديوتا اچي حاضر ٿيا پر رتو مڇندر ناٿ نه آيو. هن جوابي نياپو موڪليو ته هو اَن اپائڻ ۽ رعيت جي سنڀال ۾ مصروف آهي. نياپو ٻڌي آدي ناٿ پنهنجي بي عزتي محسوس ڪئي ۽ تپي باهه ٿي ويو. ان ڪاوڙ ۾ هن مڇندر ناٿ جي شهر پاٽن ۾ وسڪارو روڪي ڇڏيو. سارين جي روپڻي جو وقت اچي سهڙيو پر برسات نه پئي ۽ ڏڪار پئجي ويو.

هاري ناري پنهنجن کيتن ۾ بيڪار ٿي ويا. مڇندر ناٿ همت نه هاري ۽ هڪدم مهر هلائي ته مينهن ڪانسواءِ روپڻو شروع ڪيو وڃي. هن چا ڪيو جو هڪ پوڙهي ۽ تجربيڪار هاريءَ جو روپ ڌاري کيتن ۾ نڪري پيو ۽ هارين کي روپڻي جي صلاح ڏيڻ لڳو. ماڻهن سندس ڳالهه مڃي. نتيجو تمام سٺو نڪتو. جيتوڻيڪ سارين قد نه ڪيو پر انهن هميشه کان وڏا سنگ جهليا. ٻئي طرف آدي ناٿ جي علائقي ڪٺمنڊو ۾ سارين قد ته ڪيو پر اَن نه لٿو. ان واقعي آدي ناٿ کي قائل ڪيو ته سچ پچ رتو مڇندر ناٿ رعيت جي خدمت جي جذبي سان سرشار آهي. ان ڪانپوءِ آدي ناٿ رتي مڇندر ناٿ کي وڏي عزت ڏيڻ شروع ڪئي.

رتي مڇندر ناٿ جي ميلي جي اهم رسمن مان هڪ رسم شاندار رٿ جي تياري آهي. جيڪو ڻماڙ جاءِ جيترو ٿئي ٿو. اهو رٿ ايترو وڏو ٿئي جو سؤ کن ماڻهو ان کي ڇڪين ٿا. جيئن ئي چؤماسي جي مند جو اعلان ٿيندو، ڪٺمنڊو جا جياپو هاري رتي مڇندر ناٿ جو رٿ شهر جي مختلف علائقن ۾ گهمائڻ لڳن ٿا.

پاتن شهر ۾، رٿ ڇڪڻ مختلف جاين تي ڪجهه راتيون ترسايو
وڃي ٿو. چار جايون علامتي طور تي ڇڪڻ مختلف ڏسائن ۾ چار مختلف
دنيائون آهن جتي رتي مڇندر ناٿ جو راڄ آهي. رٿ-ياترا جي موقعي تي
ديوتا جا پوڄاري پٽل جي ٿانون ۾ چانور پري انهن مٿان سينڌور يا ڳاڙها
ڦڪا گل رکي ديوتا کي پيٽا ڏين ٿا.

نيپالين جو خيال آهي ته رتومڇندر ناٿ ڇڪڻي ڏسائن ۾ نڪري اها
پڪ ڪرڻ گهري ٿو ته عوام وٽ مناسب مقدار ۾ خوراڪ موجود آهي.
تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته ماڻهو پنهنجي روزاني استعمال جي سهڻين
ٿالهين ۾چانور پري اچن ته جيئن ديوتا کي خبر پوي ته وٽن کائڻ لاءِ
مناسب مقدار ۾ اَن آهي.

رتي مڇندر ناٿ جو ميلو دهلن دمامن سان ٿئي، مقامي ساز "ڌيمي"
۽ "پوشوا" هر ميڙي وانگر هن ميلي ۾ به استعمال ٿين. ڌيمي دهل آهي ۽
پوشوا پٽل جون وڏيون تراڪڙيون ٿالهيون آهن جيڪي جڏهن پاڻ ۾
ٽڪرائجن ٿيون ته سڄي ماحول ۾ ارتعاش اچيو وڃي. سال ۾ هڪ ڏينهن
اهڙو به آهي جڏهن رتي مڇندر ناٿ جا شيدائي سنڌس مجسمي کي
وهنجارين ٿا. اهو ديوتا کي وهنجارڻ جو ميلو آهي.

ماڻهو پاتن ۾ لاڳن خيل ۾ اچي جمع ٿين ٿا ۽ پوتر پاڻي ديوتا جي
بت تي هارين ٿا. پوڄاري ڇڪڻي ڏسائن کان ٿي بيهن ٿا ۽ چانديءَ جا چار
وڏا مگ پري تيار ٿي بيهي رهن ٿا. جيئن ئي وڏو پوڄاري پاڻي وجهڻ لاءِ
ٺيڪ گهڙيءَ جو اعلان ڪري ٿو، ڇڪڻي پاسن کان بيٺل پوڄاري بت تي
پاڻي وجهن ٿا. ماڻهن جو خيال آهي ته جنهن پاسي کان پهرين پاڻي پوندو،
ان طرف بهتر فصل لهندو.

چون ٿا ته اها رسم ڏسڻ لاءِ نانگ آسمان تان لڙڪي هيٺ اچن ٿا.
ڏند ڪٿائن ۾ نانگن کي پاڻيءَ جي روحن جي حيثيت حاصل آهي، ظاهر
آهي ته نانگ آڪاس مان نٿا لهن، پر ان کي ڇا ڪجي جو هن موقعي تي

اڪثر جذباتي ماڻهن کي اهو اڻتيڻو منظر نظر ايندو آهي ۽ اهي رڙيون ڪري هڪ ٻئي کي ٻڌائيندا آهن تہ هنن ايڻن ڏٺو.

رتي مڇندر نات جي رٿ ياترا ٻہ فقط هڪ رٿ نہ هوندو آهي. سندس ڪڍ ڪڍ هڪ ٻيو رٿ چڪوا ديو جو هوندو آهي، جيڪو سندس سڀ کان ويجهو ساٿي هو. چڪوا ديو جو رٿ رتي مڇندر نات جي رٿ کان ننڍو پر اوڏو ئي شاناٿو هوندو آهي. مڇندرنات جو رٿ ان مهل تائين ڪو نہ چڪيو ويندو آهي. جيسين چڪوا ديو جو رٿ نتو پهچي. ان کان پوءِ ئي صحيح معنيٰ ۾ ميلو شروع ٿئي ٿو. رٿ ياترا ويساک مهيني جي چوڏهين رات کان شروع ٿئي ٿي ۽ لڳ ڀڳ هڪ مهينو هلي ٿي. پر ان جو دارومدار هڪ تہ نجومين جي حساب ڪتاب تي هوندو آهي ۽ ٻيو رٿ ڇڪيندڙ همراهن جي همٿ تي.

چَڪوا يا چڪنبا نيواري ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي، "اهو ديوتا جيڪو جهرڪي جي چونڊيل ماڳ تي رهي ٿو" ڏند ڪٿا ٻہ ايئن ٿي چوي تہ هن ديوتا پنهنجو مندر اتي جوڙيو، جنهن جاءِ تائين هڪ جهرڪيءَ سندس رهنمائي ڪئي. ان ڪري اڄ ٻہ اها رسم باقي آهي تہ جيئن ئي رٿ ياترا پوري ٿئي، جهرڪين جو هڪ جوڙو اڏاريو ويندو آهي. نيپالين جي عقيدي موجب جهرڪين جو اهو جوڙو بهشت ۾ وڃي راجا اندر کي اطلاع ڏيندو آهي تہ چڪوا ديو جي رٿ ياترا وارو ميلو ڌرتيءَ تي ڪاميابيءَ سان مڪمل ٿيو آهي. ساڳي طرح مندر جو پوڄاري مڇين جو هڪ جوڙو تلاءَ ۾ ڇڏيندو آهي جيڪو پاتال ۾ وڃي نانگن جي راجا کي ساڳيو اطلاع ڏيندو آهي.

مڇندرنات جا ٻہ چيلا سنڌ ۾ ٻہ مشهور آهن، گورک نات ۽ راجا ڀرتري. گورک نات سان منسوب جبل، کوهہ، پيرن جان نشان ۽ تيرٿ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ آهن. راجا ڀرتري بابت سنڌي هندن جو خيال آهي تہ اهو لال شهباز قلندر هو.

# ناڳا پنچمي

جانورن جي پوڄا هندو مت ۾ عام آهي. قديم آثارن جا ماهر هندو مت کي آرين سان منسوب ڪن ٿا پر اها ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ آهي تہ آريا لوڪ ( جيڪڏهن آريا مان مراد اتر کا آيل حملي آور لوڪ سيمجهي وڃي) نانگن جي پوڄا ڪو نہ ڪندا هئا. اها گهڻو پوءِ جي ڳالهہ آهي جو پراڻن ۾ نانگ پوڄا لاءِ هدايتون جاري ٿيون. ان بنياد تي قديم آثارن جي اڪثر ماهرن جو خيال آهي تہ نانگ پوڄا دراوڙن وٽ عام هئي ۽ پوءِ هوريان هوريان اها پوڄا آرين بہ اختيار ڪئي.

قديم مصر جي فرعونن جي تاج تي نانگ نظر اچي ٿو، پر ان کان بہ اڳ مهن جي دڙي مان لڌل ڪجهہ مهرن تي نانگ اڪريل ملن ٿا. اهي نانگ انهن مورتين تي اڪريل آهن جن ۾ مها يوگي (شو) تپسيا ۾ مصروف آهي. نيپال ۾ نانگ پوڄا ڪڏهن کان جاري آهي؟ ان جو ڪو بہ پتو ڪونهي. البت نيپالي ڏند ڪٿائن موجب جڏهن ڪٺمنڊو وادي هڪ وڏي ڍنڍ هئي، تڏهن ان ڍنڍ ۾ نانگن جي آبادي هئي ۽ اڄ بہ ڪٺمنڊو جي ڏکڻ ۾ موجود "تؤ ڏا" ڍنڍ ۾ نانگن جو راجا ڪارڪوٽڪ رهي ٿو. ڪٺمنڊو جو هڪ پراڻو نالو "ناڳا ڏا" آهي، يعني "نانگن جو پراڻو گهر".

رگ ويد ۾ نانگن بابت هڪ حوالو ٻڌائي ٿو تہ نانگ جي ڪک جو اثر ڪيئن ختم ڪجي. البت پراڻن مان گرڙ پراڻ ۽ اسڪند پراڻن چون ٿا تہ ناڳا پنچمي ڏينهن تي ناگ پوڄا سان امن ۽ خوشحالي قائم ٿئي ٿي. نارد پراڻن چوي ٿو تہ نانگ کي کير پيارڻ سان ماڻهو هڪ سال لاءِ نانگ جي چڪ کان بچي وڃي ٿو، جڏهن تہ ڀويشيا پراڻن چوي ٿو تہ جيڪڏهن

پوري ڏيان سان نانگ پوڄا ڪئي وڃي ته ماڻهو سڄي عمر ڪنوڻ کان بچيل رهندو.

بهرحال، اها ڳالهه سچي آهي ته آريا سماج ۾ نانگ کي ديوتا جو درجو گهڻو پوءِ مليو. هاڻي نيپال ۾ نانگ پنچمي ساوڻ جي ٻئي هفتي جي پڇاڙيءَ تي (جولاءِ) چوڏهينءَ واري ڏينهن ملهايو وڃي ٿو.

ان ڏينهن تي نانگن کي مٺايون ۽ کٿونءَ جو کير آڇيو وڃي ٿو. هاڻي به نيپالي ۾ عام ڏينهن تي جڏهن کو نانگ ڪنهن گهر ۾ گهڙي پوي ٿو ته خوشبوءِ ٻاري خير جون دعائون گهريون وڃن ٿيون. ڇا به هجي، اڄڪلهه نانگ کي دولت جي محافظ ۽ برسات ۽ پاڻيءَ سان لاڳاپيل ديوتا جي حيثيت مليل آهي ۽ هاڻي ان حوالي سان سڄي اپکنڊ ۾ عجيب ۽ پراسرار آکاڻيون پکڙجي چڪيون آهن، جن کي فقط سائنس جي ڦهلاءَ سان ئي ختم ڪري سگهجي ٿو.

## اولو ڪيتيسورا

اولو ڪيتيسورا ديوتا جا ڪيئي نالا ۽ رنگ روپ آهن. پر ان بنيادي نالي کي بنيادي حيثيت آهي، نيپال جو هيءَ شايد اڪيلو ديوتا آهي جنهن کي انسانن جو ايڏو اونو آهي جو خدمت ۽ مقبوليت ۾ سيني کان اڳ ڪڍي ويو آهي.

نيپالي ماڻهن جو خيال آهي ته مصيبت جي وقت ۾جيڪڏهن اولوڪيتيسورا کي سڏبو ته هو هڪدم مدد لاءِ اچي پهچندو. هيءَ ديوتا انسانن جا ڏک ۽ پورگنائون ڏسي نٿو سگهي. ٻڌ لوڪن جي هزارها ننڍن ننڍن ديوتائن جي پيٽ ۾ اولوڪيتيسورا جي مقبوليت جو ڪاٿو ئي ڪونهي.

ڪيس اٽڪل ١٠٨ روپن ۾ پوڄيو وڃي ٿو. سندس سڀ کان وڏيڪ پوڄجندڙ روپ "آدي ناٿ اولوڪيتيسورا"، ٻن گم اولوڪيتيسورا (رتو مڇندر) ۽ سيتو پدما پني اولو ڪيتيسورا آهن. ڪيس پارهن مهينن ۾ جدا جدا نالن سان به پوڄيو وڃي ٿو، اهي روپ نيپال جي "جياپو" ۽ شاڪيه" برادرين ۾ ڏاڍا مقبول آهن.

جڏهن نيپالي ماڻهو ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسندو آهي تڏهن اولوڪيتيسورا کي ڌيان ۾ آڻي دعا جي هڪ سِٽ اُچاريندو آهي، "تري مام!" يعني "مونکي هن مصيبت مان بچاءِ!" هي ديوتا فقط ٻڌن ۾ ئي مقبول نامي، هندو لوڪ به سندس پوڄاري آهن. ڪٺمنڊو وادي سندس ٻتن سان ڀري پئي آهن، پر سندس سڀ کان سهڻا بت ٻڌن جي وِهارن ۾ آهن.

وِهارو معنيٰ اها جاءِ جتي ٻڌ پوڄاري رهن ٿا. شايد اهو ئي لفظ آهي جنهن جي سنڌيءَ صورت ويهڻ، ويهارڻ ۽ ويهه وغيره آهي. نيپاليءَ ۾ "وهارو" بدلجي بهال ٿيو آهي. "و" "ب" ۾ بدليو آهي ۽ "ل" "ر" ۾. ان ڪري اڄڪلهه هر نيپالي وهاري جي نالي پويان لفظ بهال نظر اچي ٿو. مثال طور انهن ئي وهارن جا نالا ڪٿجن جن ۾ اولو ڪيتيسورا جا سهڻا بت رکيل آهن: اِتوم بهال، ڪَنڪَ مُني بهال، ڪوا بهال ۽ اُبهال وغيره.

ٻڌ ڪن ڪتابن ۾ اولوڪيتيسورا بابت هڪ دلچسپ ڪٿا ڇاڻايل آهي، "ٻڌي گيان حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ ڀيري اولوڪيتيسورا لافاني ٿيڻ جي تياري ڪري رهيو هو ته اوچتو هن کي پرانهين پنڌ کان تمام منجهائيندڙ رڙ ٻڌڻ ۾ آئي. ان رڙ سندس سانتڪي ماحول کي جهنجهوڙي ڇڏيو. ان مهل هو سميرو پربت جي چوٽيءَ تي ويٺو هو. پوءِ هن کي پنهنجي جوڳ جي بنياد تي خبر پئي ته اها دانهن ڌرتيءَ جي ماڻهن جي هئي جن ڏکن کان ڇوٽڪاري لاءِ ڪيس سڏ تي ڪيا ۽ سندس گم ٿيڻ سبب تڪليفن کان تنگ ٿيا. ان ڪانپوءِ اولوڪيتيسورا پنهنجو ارادو اڌ ۾ ڇڏي وري ماڻهن جي واهر لاءِ نڪري پيو."

اهو ئي سبب آهي جو نيپالي آرٽسٽ هن ديوتا جي بيٺل مورتي گهڙيندا آهن. يعني هو ايترو مصروف آهي جو ڪيس وهڻ ۽ آرام ڪرڻ جو وقت ناهي. سندس چهري تي ڏاڍو سڪون ۽ سانت ڏيکاري ويندي آهي. سندس اکيون هميشه هيٺ جهڪيل هونديون آهن جنهن جي معنيٰ آهي ته هو هر وقت هيٺ ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهن جي ڀَلائيءَ ۾ آهي. سندس نالي جي معنيٰ به اها ئي آهي. اولوڪيتيسورا سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي "هميشه هيٺ ڏسڻ." سندس چهرو سهڻو ڏاهيو وچي ٿو. اهو ان ديوتا سان پيار جو ثبوت آهي. مورتيءَ جي کاٻي هٿ ۾ ڪنول گل هوندو آهي ۽ ساڄو هٿ ايئن کليل هوندو آهي ڄڻ ڪجهه ڏيڻي چڪو هجي. سندس ڪنن ۾ وڏا والا پيل هوندا آهن جنهن سان سندس جوڳ واري قوت جو ڏس ملي ٿو.

## جٽيو پورنما ميلو

ساوڻ (جولاءِ) ۾ چنڊ جي چوڏهين رات هر نيپالي هندو توڙي ٻڌ هن ميلي ۾ شريڪ ٿئي ٿو. هن ميلي جا ڪيئي نالا آهن؛ گن پُنهي، ڪواتي پُنهي، رِشي ترپني وغيره. هن ڏينهن تي اڪثر هندو ٻڌن جي مندرن ڏانهن ۽ اڪثر ٻُڌ هندن جي مندرن ۾ ويندا نظر اچن ٿا.

جٽيو پورنما اصل ۾ رکشيا ٻنڌن يا حفاظتي سڳو (تعويز) آهي، جيڪو ڪرائيءَ تي ويڙهيو وڃي ٿو. براهمڻ ۽ ڪتري اهو سڳو ڳچيءَ ۾ وجهن. سڳو ٽن ڌاڳن سان وٽيو وڃي ٿو. ٽي ڌاڳا قدرت جي ٽن صفتن جي علامت آهن. جٽيو عام طور تي براهمڻ ٻڌندو آهي. براهمڻ هتان جٽيو پائڻ جي ڪا ٻي معنيٰ هجي يا نه هجي، سندس سماجي رتبي کي برقرار رکڻ لاءِ

عام ماڻهن کي براهمڻ جي وجود جي يادگيري ڏيارڻ ضروري هوندو.

ٽن ڌاڳن سان ونيل سڳو هندو لوڪن وٽ ٽن ڀڳوانن شو، وشنو ۽ برهما جي علامت آهي. ان طرح جڻيو مڻائڻ جي رسم ٽنهي ڀڳوانن سان واسطيداريءَ جو نئين سر وچن ڪرڻ آهي. اڳئين وقت ۾ جڏهن علم جي منتقليءَ جو ڪتابي ذريعو نه هو، تڏهن خلق ايئن ئي هر سال ميلا ملاکڙا ڪري ڌرمي ڳالهين، فلسفن، ڀڳوانن ۽ تجربن کي محفوظ رکندي ٿي آئي.

جڻئي واري ڏينهن تي پوتر غسل ڪرڻ ضروري آهي ته جيئن پاپ ڌوپجن. سڄي نيپال جا ماڻهو مختلف تيرٿن ۽ ندين تي وڃيو ڳاهٽ ڪن ۽ پوتر اشنان ڪري پاڪ ٿيو اچن. ان ڏس ۾ سڀ کان پوتر استان گوساني ڪنڊ آهي. جيڪي ماڻهو ايڏو پرانهو پنڌ ڪري نه سگهن اهي پاٽن ۾ ڪنڀ ايشور مندر وڃن ٿا جتي ڪنڀ ايشور ڪنڊ آهي. اهو تلاءُ ڪنهن نه ڪنهن نموني گوساني ڪنڊ جهڙو سمجهيو وڃي ٿو. هتي به پاڻي ٿڌو ۽ صاف آهي.

جڻيو پورنماسي موقعي جو ٻيو اهم ڪم "رڪشيا بنڌن" آهي. رڪشيا معنيٰ حفاظت، بنڌن معنيٰ ٻڌڻ جي شئي. رڪشيا بنڌن معنيٰ حفاظتي ڌاڳو، جنهن جو رنگ سونهري هوندو آهي. عقيدي عقيدي جي ڳالهه آهي. هندن ۾ ٻڌن جو عقيدو آهي ته جنهن ماڻهوءَ اهو ڌاڳو ٻڌايو، سو راڪاسن ۽ مصيبتن کان ڇٽل ۽ بچيل رهندو. هو اهو ڌاڳو آڪٽوبر مهيني (ڪارتڪ مهيني)۾ لڪشمي پوڄا تائين پائيندا آهن. ڌاڳو ٻڌڻ جي ذميواري برهمڻن تي آهي جيڪي ڌاڳو ٻڌڻ مهل منتر به پڙهندا ويندا آهن.

ڏند ڪٿا چوي ٿي ته هڪ ڀيري بهشت جي ديوتا اندر ۽ پاتال جي راڪاس راجا ٻَليءَ وچ ۾ جنگ ڇڙي پئي. جنگ وڏي پوائتي لڳي. راجا اندر پاڻ ۾ سگهه نه پئي ساري پر تڏهن به وڙهيو ۽ نيٺ شڪست کاڌائين. ٻَلي معمولي راجا نه هو. سندس راج گديءَ جو نالو "مها ٻلي پور" هو. پر هلاد ڀڳت سندس ڏاڏو ۽ هرڻيه ڪشپ سندس پڙ ڏاڏو هو. هرڻيه ڪشپ به

راجا اندر سان خوفنائتي جنگ ڪئي هئي. هرڻيه ڪشپ جي گادي سنڌوماتريءَ ۾ "هڙند" چيو ويو ٿو.

هندو ڏند ڪٿا ۾ ٽي لوڪ آهن، ديو لوڪ (بهشت) ڌرتي ۽ پاتال. جڏهن راجا ٻليءَ راجا اندر کي شڪست ڏني ته هن ٽنهي لوڪن تي قبضو ڪري ورتو. ان کان پوءِ وشنوءَ اوتار وٺي اندر جي مدد ڪئي ۽ ٻليءَ کان ديو لوڪ ۽ ڌرتي کسي کيس پاتال تائين محدود ڪري ڇڏيو.

بهرحال، نيپالي ڏند ڪٿا چوي ٿي ته ٻليءَ کان شڪست کائڻ بعد راجا اندر سخت پريشان ٿي ويو. کيس سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڇا ڪري؟ ان پريشانيءَ ۾ وڃي پنهنجي گرو برهسپتيءَ کي مدد لاءِ پڪارياءِين. گروءَ ان موقعي تي سندس ڪرائيءَ ۾ رکشيا بنڌن ٻڌو، ڳڻوڳڻ ڪجهه منتر پڙهيا ۽ اهڙيءَ طرح راجا اندر کي فتح ملي.

راجا اندر هندو لوڪن جو ديوتا آهي، تنهنڪري ٻڌ لوڪن وٽ "رکشيا بنڌن" لاءِ ٻي ڪهاڻي آهي. انهن جي خيال ۾ رکشيا بنڌن واري ڏينهن تي ڀڳوان ٻڌ "مارا" راڪاسن تي سوڀ حاصل ڪئي هئي. علامتي طور تي "مارا" جو مطلب آهي اهي آفتون ۽ مصيبتون جن تي گوتم ٻڌ نروان جي حصول وقت تپسيا دوران فتح حاصل ڪئي. رکشيا بنڌن ڏينهن جو هڪ نالو "ڪواتي پُنهِ" آهي. اهو نيواري ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي خاص طور تي تيار ڪيل کِچڙو.

اهو هڪ خاص قسم جو ڪاڙهو ٿئي ٿو جنهن ۾ مختلف قسمن جا سنگ، پيز، مٽر، مڱ، داليون وغيره وڌا وڃن ٿا. کِچڙو گرم گرم کائڻ سان ڏاڍو لذيذ ٿئي ٿو، جڏهن کچڙو پيئڻ سان پيٽ صاف ٿيو وڃي. ميلي جو هڪ پهلو نو باجا آهي يعني نَو ساز. اها نيپالين جي خاص موسيقي آهي، ان جو اهتمام پاٽن واري ڪنڀ ايشور مندر ۾ ڪيو وڃي ٿو، ان ئي موقعي تي سنک وڄائي سڄو ماحول هڪ خاص ڪيفيت ۾ وڪوڙيو وڃي ٿو. نيپالين

جو خيال آهي تہ سنک وڄائڻ سان ديوتا خوش ٿين ٿا ۽ راڪاس ڀڄي وڃن ٿا.

”جهڪري“ دهل جو هڪ قسم آهي جيڪو پڻ هن موقعي تي وڄايو وڃي ٿو. نيواري موسيقار هن ساز تي ڦيريون پائيندا، نچندا ۽ ڪڏندا، پنڌ ڪندا تيرٿ آستانن، مندرن ۽ خاص ڪري گوساني ڪنڊ يا ڪنڀ ايشور مندر وڃن ٿا. هن جادوگر موسيقارن جو ديوتا شو آهي، جيڪو ناچ ۽ سر جو سڀ کان وڏو ڄاڻو سمجهيو وڃي ٿو.

## گوسائن ڪُنڊ

جيئن ئي ساوڻ جي مند شروع ٿئي ٿي، جبلن تي چمڪيل برف جا تهہ پگهرجڻ لڳن ٿا ۽ چاندي رنگ جو ٿڌو پاڻي جابلو گهاٽين مان ٿيندو پيٽڻ سان متو هٿندو، ويڪرين ماترين طرف لهڻ شروع ڪري ٿو.

اهو پاڻيءَ جو ئي مزاج آهي جو دنيا جي اتاهين چوٽين چڙي آخري حد جي هيٺاهين وٽي ٿو ۽ هيٺاهين وٽندي وٽندي ڌرتيءَ تي جيوت کي فيض پهچائي ٿو. نيپال ۾ پاڻي ٿوري ئي پنڌ ۾ جبلن، ٽڪرن ۽ ترائيءَ مان ٿيندو هندستان جي حدن ۾ داخل ٿي، گنگا ۾ ملي وڃي ٿو ۽ پاڻ سان جبلن مان آندل لٽ مان بنگال ـــ بنگلہ ديش وارو ڊيلٽا وڏو ۽ زرخيز ڪندو وڃي ٿو.

نيپال ۾ جبل جي هر چوٽيءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن ديوتا جي حيثيت مليل آهي. ساڳي طرح هر ندي ۽ هر جهرڻو بہ پوتر سمجهي پوڄيو وڃي ٿو. گوسائن ڊنڊ ڪٽمنڊو کان اتر ۾ تبت جي سرحدن ويجهو آهي ۽ پوترتا جي لحاظ کان سڄي نيپال ۾ سڀ کان اتم سمجهي وڃي ٿي. ويجهو ئي ۾

ٻيون پوتر ڍنڍون "ڀيرو ڪنڊ" ۽ "سرسوتي ڪنڊ" آهن. سرسوتي ڍنڍ وڏيڪ سهڻي آهي جنهن مان ٢٥٠ ميٽر سهڻو آبشار ڪري ٿو.

هندو دنيا ۾ "جَنيو پورنما" ڏينهن ملهايو ويندو آهي. هندو مرد ان ڏينهن تي جنيا مٽائيندا آهن جيڪو ڪين بلوغت واري سڄي ڄمار پاڻ پوندو آهي. ان ڏينهن تي به ياتري گوسائن ڪنڊ ايندا آهن ۽ پنهنجيون رسمون ادا ڪندا آهن، تڙ ڪندا آهن ۽ شو ڀڳوان جي پوڄا ڪندا آهن. ڍنڍ تي اچڻ جي ڪنهن کي به منع ناهي براهمڻ، کتري، نيوار ٻڌ ۽ ٻيا ڪيئي ياتري اچن ٿا. ماتريءَ ۾ وڏي مانَ آهي، ايڏي مانَ جو قدمن جي چاپ ۽ منتر جي پڙهڻ سان به سانت ٽٽي پوي ٿي. ياتري اڪيلا ٿي يا وري ٽوليءَ جي صورت ۾ ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي ويهي وڏي نماڻائيءَ سان شِو ڀڳوان جي پوڄا ڪن ٿا.

ماڻهن کي پڪ آهي ته شو ڀڳوان ڍنڍ جي تري ۾ غش پيو آهي.



گوسائن ڪنڊ

قديم ڏند ڪٿا چوي ٿي تہ دنيا جي تخليق مهل جڏهن ديوتائن عظيم سمنڊ کي ولوڙي آبحيات پئي ڪڍيو تڏهن سمنڊ مان هڪ خطرناڪ زهر ڦٽي نڪتو. ان زهر جو اثر ختم ڪرڻ لاءِ شِو ڀڳوان اهو زهر ڳهي ويو. پر اهو زهر ايڏو طاقتور هو جو سندس نڙي نيري ٿي وئي ۽ اها سڙڻ لڳي. شو ڀڳوان هڪدم گوسائن ڪنڊ ڏانهن آيو ۽ ان جي ٿڌي پاڻيءَ ۾ لهي ويو. اڄ تائين ماڻهو چوندا آهن. تہ ڍنڍ جي تري ۾ جهاتي پائڻ سان شو ڀڳوان ڀٽيرو ليٽيل نظر ايندو آهي.

گوسائن ڪنڊ 14324 فٽ بلنديءَ تي آهي. پر اوستائين پهچڻ کان اڳ مختلف بلندين تي پهرين سرسوتي ڪنڊ ۽ پوءِ ڀيرو ڪنڊ وٽان لنگهڻو پوي ٿو. چون ٿا تہ هتي جٽيو پورنما واري رسم ڏسڻ وٽان آهي.

صبح جو سوير ڪوهيڙي ۾ ڍڪيل ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي مقامي جادوگر ويڄ جن کي جهڪري يا "جهنڪري" چون ٿا، اچيو نڪرن ۽ ماتري سندن ڏڪڙن جي آوازن سان گونجيو پوي. ڪٿي ڪيڏي نہ ٿڌ هجي! ياتري متيان ڪپڙا لاهي ڏڪندڙ جسمن سان برف جهڙي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٽٻيون هڻن ٿا، صرف ان اميد تي تہ ان سان ڪين ڇوٽڪارو ملندو.

وهنجڻ ۽ شِو پوڄا سان گڏوگڏ سڄ ديوتا کي پاڻي آڇڻ لاءِ اوڏانهن منهن ڪري ڇنڊا هنيا وڃن ٿا. وڻ جو ڪو موڪرو پن چونڊي ان تي چانور، سِڪا ۽ گل رکي ڍنڍ جي پاڻيءَ تي تاريو وڃي ٿو. ان ڏينهن تي ياتري وِرت بہ رکن.

گوساني جي ڏکڻ ۾ بہ پٽريليون چوٽيون آهن ۽ انهن جي پويان گليشئرن جون چوٽيون "نو ڪُنڊ" (نَوَ ڍنڍون) آهن. ڍنڍ جي ويجهو هڪ هنڌان ترشولي نديءَ جو وات آهي. چون ٿا تہ جڏهن مهاديو شو زهر ڳهڻ ڪانپوءِ سخت اڃ ۾ ڍنڍ تي پهتو هو تہ هن هڪ هنڌ زور سان پنهنجو ترشول هنيو هو. ان هنڌان ترشولي ندي ڦٽي پئي.

## شو راتري

پسو پتي ناٿ مندر ۾ شو راتري ميلي جي موقعي تي لکها هندو ڪتان ڪتان اچيو پهچن، پيو تہ ٿهيو هندوستان مان ايندڙ ياترين جو تعداد بہ ڳاڻاٽي کان ٻاهر هوندو آهي. هيءُ ميلو ڦوڳڻ (فيبروري) مهيني ۾ سيارو ختم ٿيڻ وقت پوندو آهي. سنڌ ۾ تہ سيارو ختم ٿي چڪو هوندو پر چوندا آهن تہ شوراتريءَ مهل هرو ڀرو بہ ٿڌ اوچتي وڌي ويندي آهي. ٿڌ سان شو جو ڪهڙو تعلق آهي؟

ڪنهن وقت ۾ شو هڪ اهڙو ديوتا هو جنهن جي ڪا شڪل صورت نہ هئي. ڪيس ڪائنات جي نظر نہ ايندڙ قوت طور قبوليو ويو هو پر پوءِ هن پاڻ کي لنگم جي صورت ۾ ظاهر ڪيو. لنگم جي شڪل گول ٿنڀي جهڙي ٿيندي آهي. جڏهن تہ ان جي چوٽي بہ گول هوندي آهي. اها ڪائنات جي مذڪر قوت آهي جنهنجي ابتڙ موئنث قوت کي يوني چيو ويجي ٿو.

پرانن مطابق شو مهاديو جڏهن ڪائنات کي وڏي نقصان کان بچائڻ لاءِ وڏي سمنڊ مان ظاهر ٿيل زهر پيتو هو، اها شو راتري هئي ۽ تڏهن ئي شو پاڻ کي لنگم جي صورت ۾ ظاهر ڪيو هو.

زهر پيئڻ کانپوءِ شِو گرميءَ ۾ ورنجي ويو هو. تنهنڪري هماليہ مان لهندڙ گنگا پنهنجو ٿڌو پاڻي مٿس اوتڻ شروع ڪيو. اڄ بہ سڄي دنيا ۾ جتي جتي مندر ۾ لنگم رکيو ويو آهي، ان مٿان پاڻيءَ سان ڀريل هڪ لوٽي ٽنگي ويندي آهي جنهن مان پاڻيءَ جو ڦڙو ڦڙو لنگم تي ڪرندو رهندو آهي.

ڏند ڪٿا چوي ٿي تہ جڏهن گنگا بہ زهر جو اثر ختم نہ ڪري سگهي، تڏهن آڪاس مان چنڊ اچي شو جي پيشاني تي اچي بيٺو ۽ شو کي فرحت ملي. ان ڪانپوءِ شِو خوشيءَ ۾ بي خود ٿي ”تانڊوا نرتيا“ رقص ڪيو جنهن ڌرتيءَ کي ڌوڏي وڌو هو. اهو رقص بہ شِو راتريءَ سان منسوب آهي.

شو راتريءَ بابت هڪ ڪٿا شو پراڻ جي وديشور سنگهتا ۾ بہ ڏنل آهي، جيڪا ان ڪٿا کان مختلف آهي. ڪٿا موجب قديم زماني ۾ هڪ ڀيرو وشنو ۽ برهما جي وچ ۾ لڙائي لڳي هئي. ٻنهي طاقتور ديوتائن هڪ ٻئي تي پنهنجا پنهنجا خوفناڪ هٿيار اڇلايا. جيڪڏهن اهي هٿيار نہ روڪيا وڃن ها تہ سڄو جڳت ناس ٿي وڃي ها. ٻنهي جا اڇلايل هٿيار روڪڻ لاءِ مهاديو شو ٻنهي جي وچ ۾ باهہ جي ٿنڀي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. هٿيار باهہ جي ٿنڀي سان ٽڪر کائي هيٺ ڪري پيا. زمين کان آسمان تائين اوچتو ايو ٿيل ٿنڀو ڏسي وشنو ۽ برهما ٻئي حيرت ۾ پئجي ويا ۽ ان جو انت لهڻ لاءِ ٻنهي ڇيڙن جي تلاش ۾ نڪري پيا، پر ناڪام رهيا. هن ئي موقعي تي شو پنهنجي پرونءَ مان ”ڀئرو“ پيدا ڪيو جنهن حڪم ملڻ تي برهما جي اها سسي وڍي ڇڏي، جنهن سان برهما ڪوڙ ڳالهيو هو. قصو مختصر، شِو ٻاڻ کي اصل روپ ۾ ظاهر ڪيو تہ وشنو ۽ برهما هٿ ٻڌي بيهي رهيا ۽ گهڻو وقت شِو جي پوڄا ڪيائون. ان ڪانپوءِ جڏهن شِو خوش ٿيو، تڏهن مرڪي چيائين، ”اڄوڪو ڏينهن مهاشو راتري ڪري پوڄيو ويندو ۽ جيڪا توهان ٻنهي گڏجي ڏاڍي پيار سان منهنجي پوڄا ڪئي آهي.“

شِو مهاراڳي

مهاديو شو کي هندو ڏند ڪٿا ۾ نہ رڳو مها يوگي جو درجو حاصل آهي، پر هو سڀ کان سٺو ناچ ڪندڙ ۽ مهاراڳي بہ آهي. شو جو ناچ ڪائناتي سگهہ جي ناچ برابر آهي، جنهن جو مظاهرو هن شوراتريءَ مهل ڪيو هو.

هڪ قديم منتر اجهو هن ريت آهي:

آرگيم پسڪرم اِجت — اي سج علاج چاهيان ٿو

ڏنم اِجت هوتاشنت — اي باھ تون تنما پوري ڪر

گنيجم شنڪرا چئيو — هيءُ چاڻ جو مسئلو آهي

مَڪتي مَ اِجت جناز تنت — پکوان مونکي مڪت ڪر

سڀ کان وڏيڪ چاتو هئڻ ڪري شو راڳ جو بہ سڀ کان وڏو ڄاڻو آهي. پر برهما جي پٽ نادر منيءَ جو خيال هو تہ ڪانئس وڏو راڳيُ ڪوبہ ڪونهي، ان گهمنڊ ۾ هر وقت پيو ڳائيندو هو. هندو ديو مالا ۾ نارد جي حيثيت پکوان جي قاصد برابر آهي.

هڪ ڀيري نارد مني واٽ وٺيو پئي ويو تہ هن ڪي واٽ تي ست مرد ۽ ٣٦ عورتون مليون جن جي شڪل ڦريل ۽ حالت هيٺي هئي، نارد ڪانئن پڇيو تہ "اوهين ڪير آهيو ۽ توهان سان اهڙي حالت ڪنهن ڪئي آهي؟"

هُن چيو، اسان ست راڳ ۽ ٣٦ راڳڻيون آهيون، اسان سان هيءُ جٺ نارد مهني ڪئي آهي، جنهن کي راڳ جي ڪابہ خبر ناهي پر جت ڪٿ ڳائيندو ٿو وتي"

نارد منيءَ جي ڪنڌ شرم کان جهڪي ويو ۽ سندس غرور ڀڄي پيو. هاڻي مسئلو اهو پيدا ٿيو تہ راڳن ۽ راڳڻين کي اصل شڪل صورت ۾ ڪيئن بحال ڪجي؟

راڳن ۽ راڳڻين چيو: "هڪ ئي صورت آهي تہ هڪ ڀيرو شو ڀڳوان پاڻ ڳائي چاڪاڻ تہ هن وقت سڄي ڪائنات ۾ ٻيو ڪوبہ راڳ جو ايڏو ڄاڻو ناهي!"

راڳن کي اصل روپ واپس ڏيارڻ لاءِ نارد مني سڌو شو مهاديو

وٺ ويو ۽ ڪيس احوال ڏيئي راڳ ڳائڻ لاءِ تيار ڪيائين. شِو هڪ شرط وڌو " مان ضرور ڳائيندس پر ان شرط سان تہ وشنو منهنجي آڏو ويهي راڳ ٻڌي ڇاڪاڻ تہ ڪائنات ۾ ٻيو ڪوبہ اهڙو ناهي جيڪو پوريءَ طرح راڳ سمجهي سگهي". اها نارد لاءِ ويتر شرم جي ڳالهہ هئي جو مهاديو نارد منيءَ کي ان قابل بہ نہ سمجهيو ، جو هن آڏو ڳائي.

هاڻي نارد وشنو ڏانهن ويو ۽ ڪيس منت ڪئي تہ هو شِو جي آڏو ويهي راڳ ٻڌي تہ جئين راڳ ۽ راڳڻيون پنهنجي اصلي حالت ۾ واپس اچي سگهن. وشنو دل ٻڌي نہ سگهيو ۽ چيائين،" اهو ٺيڪ آهي تہ مان مهاديو جو راڳ سمجهي سگهان ٿو پر ان راڳ جي گرمي سهڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي."

نيٺ مهاديو راڳ ڳائڻ شروع ڪيو ۽ وشنو ڀڳوان راڳ ٻڌڻ لڳو. جيئن جيئن راڳ جي گرمي چڙهندي وئي، وشنوءَ جو وجود سڙڻ لڳو. سندس چنڳهہ رجڻ لڳي. اها رجندڙ چنگهہ گنگا آهي. اهڙي طرح شو راڳ مڪمل ڪيو. ان ڪانپوءِ راڳ ۽ راڳڻيون پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ويا.



پسو پتي ناٿ

پسو پتي ناٿ لڳ ياڳمتي نديءَ تي پوڄا پاٺ ۽ اشنان

کٽمنڊو واديءَ ۾ سڀ کان مکيه ندي ياڳمتي آهي جيڪا واديءَ جي اتر اولهه کان شروع ٿي شهر مان ور وکڙ کائيندي ڏکڻ طرف جبلن جي وٿيءَ مان نڪري نيپال جي ترائي تر ڪندي ڀارت جي حدن ۾ گهڙي ٿي. ياڳمتيءَ ۾ هونو متي، ڏوبي ڪولا، وشنو متي ۽ مانو هارا نديون اچي ملن ٿيون.

شهر جي اوير ۾ ٽري ڀون بين الاقوامي هوائي اڏي ويجهو ان ياڳمتيءَ جي ڪناري تي هڪ زبردست مندر آهي جنهن کي مقامي ماڻهوپسو پتي ناٿ سڏين ٿا. پسو پتي معنيٰ مخلوق جو مالڪ. عام طورتي پسو جي معنيٰ جانور ۽ پکي پکڻ آهي پر جيئن ته ماڻهو به جاندار مخلوق ۾ شامل

آهي تنهنڪري اهو به مجموعي طور تي مخلوق جو حصو يعني پسو آهي. پسو پتي اصل ۾ مهاديو شِو جو هڪ لقب آهي. هندو مت ۾ مهاديو کي سڀ کان مکيه ديوتا جي حيثيت آهي ڇاڪاڻ ته هندو ڌرم موجب هن ٽي پاڻ مان وشنو ڀڳوان، برهما ۽ شڪتي پيدا ڪئي جيڪي پوءِ ٽين شڪتين ۽ مظهرن ۾ تقسيم ۽ ضرب ٿينديون ويون.

پسو پتي ناٿ مندر واقعي ڏسڻ وٽان آهي. پڌر ۾ اندر داخل ٿيڻ سان هڪ ڏاند جي ديو جيڏي مورتي نظر ايندي. مندر ۾ چمڙي جو بوٽ يا چمڙي جي ڪا به شئي ڪٺي وڃڻ منع آهي. البت ڪپڙي يا ربڙ جا بوٽ پائي وڃڻ تي ڪنهن کي به اعتراض نه آهي. مندر ۾ ڪئمرا کڻي وڃڻ جي به منع هئي ۽ غير هندوءَ جي داخلا پسند نه ٿي ڪئي وئي. ديو جيڏو ڏاند ويٺل حالت ۾ گهڙيل هو. سندس رخ مهاديو جي مورتيءَ واري وڏي مندر طرف هو. ڏاند پتل مان ٺهيل هو ۽ مٿس سون جو پاڻي چڙهيل هو. هندو ڏند ڪٿا ۾ مهاديو شو جي سواري آهي، جيئن درگا جي سواري شينهن آهي يا گڻيش جي سواري ڪوئو آهي.

اندر گهڙڻ شرط ٺڳ قسم جو هڪ پروهت گائيڊ اسان سان گڏجي پيو. چوي، "هيءَ ڏسو هي مهاديو جو ڍڳو آهي ۽ هوڏانهن ڏسو هتي وشنوءَ جو درشن ٿئي ٿو، هو اهو ماڳ آهي جتي مها پنرو هيئن ڪيو يا هونئن ڪيو. هتي هيترا پئسا پيتا ڏيو ۽ هتي پشپ پيتا سان گڏ مهراج کي هيترا رپيا ڏيو. اسان اڃي آڙياسون ته هو اسانکي هندو سمجهي تيرٿ ياترائون ۽ ڀڳوان درشن ڪرائي رهيو هو. هڪ جاءِ تي ٻيهي هن ٻڌايو ته، "هن هند ڀارتي وزيراعظم اندرا گانڌي ۽ راجيو گانڌيءَ کي به اچڻ نه ڏنو ويو هو ڇاڪاڻ ته اهي پارسي هئا." اسان کي ماٺ لڳي وئي هئي، متان نه راز فاش ٿي وڃي ۽ ڪنهن تڪليف ۾ اچي وڃون.

پسو پتي ناٿ مندر ۾ ننڍا وڏا مندر ڏسڻ کانپوءِ اسان نيل ڪنٺ

وشنو ڀڳوان جي مورتي ڏني. پاڻيءَ جي هڪ حوض جي مرڪز ۾ ور وڪڙ نانگ جو ٺهيل بسترو هو ۽ ان تي وشنو ستل هو. وشنوءَ جو رنگ نيرو هو.

وشنوءَ کان پوءِ ٻاگمتيءَ جي ڪناري ڏاڪڻين تي شو لنگم آهي، لنگم کي ٽي ڦيرا ڏني وٺي، اتي ويٺل مهراج ٻه رپيا وصول ڪيا ۽ نراڙ تي تلڪ هنيو. تلڪ هڻائي بيناسون تہ گائيڊ ٻڌايو تہ اسان شمشان گهاٽ جي ويجهو بيٺا آهيون جتي مختلف ٿلها آهن. جيڪو ٿلهو پسو پتي ناٿ مندر کي وڌيڪ ويجهو، سو وڌيڪ پوتر ۽ نرواڻ مکتيءَ کي ويجهو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سڀ کان ويجهي ٿلهي تي پنهنجي مائٽ جو اگني سنسڪار ڪرڻ گهري تہ هن کي پنهنجي آتم جاتي ۽ پئسي جي طاقت ڏيکارڻي پوندي. ٻي صورت ۾ ڏکڻ کان اچا ڏکڻ ۾ هر ٻيو ٿلهو سندس گهٽ ذات هجڻ سان انصاف ڪندو. هريجن ۽ غريب کي شمشان گهاٽ جي انتهائي ڏکڻ وارا ٿلها نصيب ٿين ٿا. انهن ئي ٿلهن تي چتا تيار ڪري لاش جو اگني سنسڪار ڪيو وڃي ٿو ۽ پوءِ رک اتي ئي لوڙهي وڃي ٿي. نيپال جي اڳوڻي بادشاهہ جو اگني سنسڪار پسو پتي ناٿ جي سڀ کان اتر واري ٿلهي تي ٿيو هو. مون مختلف ٿلهن تي هڪ ئي وقت لاشن جي قطار،



پسو پتي ناٿ مندر سان لڳ وهندڙ ٻاگمتي ندي

ڏني، پر سڀ ڏکڻ طرف.

پاڳمتيءَ جو ساڄو ڪنارو شمشان گهاٽ هو ۽ کاٻو ڪنارو جيئرن ماڻهن لاءِ ڪليل هو ته پلي اهي اتي تڙ ڪن ۽ پنهنجا پاپ پاڳمتيءَ جي پوتر پاڻيءَ سان ڌوئي لوڙهي ڇڏين. اسان ڪيئي نر ۽ ناريون ان تڙ تي پاپ ڌوئيندي ڏٺيون، انهن مان ڪي اهڙيون به هيون جن پنهنجا اگهاڙا انگ لڪائڻ جي ناڪام ڪوشش پئي ڪئي پر پوءِ زماني جي چيندڙ نگاهن کان بچڻ لاءِ پنهنجيون اکيون پوري پاڳمتيءَ ۾ ٻڏي هئي، پاڻ کي ويڙهي سيڙهي ماڻهن جي سمنڊ ۾ گم تي پئي ويون.

شمشان گهاٽ جو انتظام هڪ پڪشو هلائي رهيو هو. پڪشوءَ کي ڏسي ڏڪڻي وٺي تي وئي. هو شمشان گهاٽ جي پير ۾ هڪ خاص استان تي ويٺو هو. سندس آڏو ٻرندڙ مڇ هاڻي ٿڌوتي رهيو هو پر ڦلهيار مان ٽانڊا جهاتيون پائي رهيا هئا. پڪشو قد بت ۾ جانئو هو ۽ اکيون ڦلهيار جي ٽانڊن کان وڌيڪ ڳاڙهيون هئس. بس اهي ٽي اکيون جسم ۾ ڪنبڻيءَ لاءِ ڪافي هيون. سندس اکيون ڳاڙهيون ڇو هيون؟ ڇا اهو شمشان گهاٽ تي ٻرندڙ ڪائين ۽ انساني جذبن جو ڏڪوئيندڙ عڪس هو؟ ڪنهن نيپاليءَ ڪن ۾ اچي چيو، ”جيڪڏهن گانجو ڪپيو ته پڪشوءَ کان گهرو!“ هيءُ پڪشو مونکان ڪڏهن به نه وسرندو. هو پڪشوءَ کان وڌيڪ خوفناڪ قسم جو سخت گير پروهت تي لڳو. جنهن کي خبر هئي ته سماج ۾ سندس حيثيت ڇاهي ۽ ماڻهو ڪيس ”ها“ ڪرڻ تي مجبور آهن، ڪو به ڪيس ”نه“ ڪري نٿو سگهي.

ذهن عجيب گڏوچڙ ماحول ۾ ٽڪجي پيو. هڪ ٽي هنڌ تي پوڇا گهر، جابلو ندي، شمشان گهاٽ، پاپن جو ڌوپجڻ، مهراج پڪشو، گانجو، ذات پات، سڙندڙ چتائون، انساني رک جو نديءَ ۾ وهڻ، جمڻ کان موت تائين جا سمورا فلسفا ــ منهنجو ذهن ڏکڻ لڳو هو. مٿان وري ڪوڙيون

اينٽيڪس وڪڻندڙ دڪاندارن جي وٽ وڃان، "هن مورتيءَ جا گهڻا ڏيندين؟" "اڇي هيءَ شئي ڏس!" "هوءَ شئي ڏس!" گهڻا ڏيندين؟"

مان پاڳمتي نديءَ جي ڪناري کان ٿهي مندر جون ڏاڪڻيون چڙهي وري مندر ۾ هليو ويس. ٻاهر نڪرڻ جي واٽ اتان هئي. اندر پڌر مان هڪ ٻئي مندر جو ڪليل در نظر آيو. اندر مهاڀيروءَ جي هيڏي ساري مورتي هئي، ٻنهي ننگي. عورتون ۽ مرد ڀيروءَ جي اڳهاڙپ آڏو با ادب هئا. سندس وشواس هو تہ اهو ديوتا جنسي بيمارين کان ڇوٽڪارو ڏياري ٿو. سڀ ماڻهوءَ جي سوچ ۽ وشواس جو معاملو آهي. هر ڪو پاڻ کي پنهنجي حساب سان پرچائڻ ۾ رڌل آهي.

مهاڀيروءَ کان ٿورڙو پريرو هڪ ڌوڻي يا اڳني ڪنڊ آهي جتي هڪ ئي وقت ڪيئي ساڌو پرش ويهي جپ ڪن ٿا يا گڏيل انداز ۾ ڪي منتر پڙهن ٿا. هر منتر جي پڄاڻيءَ مهل هڪ ئي لفظ ورجائين ٿا. "سواها!" هر ڀيري سواها چوڻ مهل ڪافور ۽ ڪجهہ ٻين شين جو گڏيل چورو اڳني ڪنڊ ۾ وڌو وڃي ٿو ۽ منتر اڳتي وڌايو يا ورجايو وڃي ٿو. سندن وشواس آهي تہ پڙهيل منتر خوشبوئن سان گڏ اڳني ديوتا مٿي ڀڳوانن تائين پهچائي ٿو ۽ ڀڳوان خوش ٿي اهو مقصد پورو ڪري ٿو جنهن لاءِ جپ ڪيو ويو هو.

پسو پتي ناٿ تي جيڪي ڪجهہ ڏٺو ويو سو انساني مفلسيءَ تي رئارڻ لاءِ ڪافي آهي. ماڻهو سڪون لاءِ ۽ مرادون پنڻ لاءِ دل جي ڪيڏي سچائيءَ سان مندر پهچي ٿو؟ سو جذبو ماپي نٿو سگهجي، پر ماڻهوءَ جي ان نفيس جذبي مان يڪشو، مهراج، گائيڊ ۽ پشپ مالهائون وڪڻندڙ دڪاندار ڪيئن نہ پنهنجو روزگار ٺاهي وٺن ٿا! ڇا ماڻهو پاڻ کي دوکو ڏيئي رهيا آهن؟ ڇا فطرت جي پراسراريت ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي؟ ڇا اها عجيب ڳالهہ نہ آهي تہ هڪ ماڻهو ديوتا جي چرنن ۾ گل رکڻ گهري ٿو پر ساڳئي ڀڳوان جو هڪ ڀيو پوڻلڳ دڪان کولي ويٺو آهي تہ ديوتا جي

چرنن ۾ گل رکڻ لاءِ ڪانئس گل خريد ڪيا ويڃن، جنهن ۾ سندس نفعو به شامل هجي!

عام ماڻهو ته گل رکي خوش ٿئي ٿو پر مون هڪ اهڙو ساڌو به ڏٺو جيڪو وچ شهر جي هڪ وڏي مندر هنومان ڍوڪا ۾ رهندو آهي ۽ سندس خواهش آهي ته ماڻهو کيس اهميت ڏين ۽ ڪانئس آشيرواد وٺن. هن کي ڪهڙي تسڪين پهچي ٿي جڏهن ماڻهو کيس آشيرواد لاءِ گذارش ڪن ٿا؟ ڇا هن لاءِ ايترو احساس ئي ڪافي آهي ته ماڻهو هن کي ساڌو پرش سمجهن ٿا. ويچارو ساڌو پاڻ کي ايترڙي ڳالهه ۾ خوش رکي ويجي ٿو. شال سدائين خوش هجي، گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن کي مالي نقصان ته نٿو ڏئي.

پسو پتي ناٿ مندر اتي ڇو ٺهيو؟ ان جي پٺيان هڪ ٻي ڪٿا آهي، جون ٿا ته:

ماتريءَ ۾ رهندڙهڪ يادو ونسي ڳنوار (گوپال) جي ڳئون (هڪ روايت موجب اها ڪرشن جي ڳئون هئي) سڄو ڏينهن جهنگ ۾ چرڻ کان پوءِ جڏهن وٿاڻ تي موٽندي هئي ته کير نه ڏيندي هئي. نيٺ گوپالن ڳئونءَ جو پيڇو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته ڏسجي ڳئون ڪيڏانهن ٿي وڃي. هڪ ڏينهن ڳئونءَ جو پيڇو ڪيو ويو. هن ڏٺو ته ڳئون هڪ جاءِ تي بيهي رهي ۽ اتي کير لاهڻ شروع ڪري ڇڏيو. ان تي گوپال کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ اهو معلوم ڪرڻ لاءِ اتي زمين کوٽڻ لڳو ته ڏسجي ته اتي ڪهڙو راز آهي؟

اتان شو لنگر جي لاٽ (Light) پڌري ٿي، جنهن گوپال کي پسر ڪري ڇڏيو. اڄ ان جاءِ تي ڪٽمنڊو / نيپال جو شايد سڀ کان وڏو شو مندر آهي. پسو پتي ناٿ مندر جي چوڌاري اوچا وڻ آهن جن ۾ پولڙا رهن ٿا. پر پاسي ۾ ڪيئي جابلو ڍورا آهن جن جو پاڻي ٻاڳمتيءَ ۾ پوي ٿو. ماڻهن جو خيال آهي ته اهي گهارا پسو پتي ناٿ ناهيا آهن.



## ٻڌا ناٿ

پسو پتي ناٿ کان ٻه چار ڪلوميٽر اتر ۾ ٻڌا ناٿ اسٽوپا آهي. ان جي ڪهاڻي اشوڪا سان ملي ٿي، روايت موجب جڏهن اشوڪا اعظم کٽمنڊو آيو تڏهن هن پنهنجي ڌيءُ چارو متيءَ جي شادي هتان جي راجا سان ڪئي. جنهن کان پوءِ هتي هڪ ٻڌ اسٽوپا قائم ڪيو جنهن جي سجاڳ سندس ڌيءُ جي نالي پويان ٿي. ان اسٽوپا سان لاڳاپيل وهاري ڪي چوڪريءَ جي نالي پويان ۽ مقامي لهجي ۾ "چارو بهال" Charo Bahal سڏيو ويو جيڪو وقت سان بدلجي هاڻي "چابهل" Chabahil ٿي ويو آهي.



ٻڌا ناٿ اسٽوپا- کٽمنڊو

ٻهال اصل ۾ اها جاءِ آهي جتي ٻڌ مت جا مها پوڄاري ۽ لاما وغيره رهن ٿا. اهو ئي لفظ سنڌ ۾ بدلجي "ٻهارا" ٿي ويو آهي. تاريخ دان، قديم آثارن ۽ ٻولين جا ماهر ان راءِ تي متفق آهي تہ سنڌ ۾ جنهن بہ ماڳ تي "ٻهارا" لفظ استعمال ٿئي ٿو ان کي ٻڌ مت جي اهم ماڳ طور وٺڻ گهرجي.

اشوڪا کٽمنڊو ۾ آيو هو. ان جو آرڪيالاجيڪل ثبوت اهو ٿنڀو آهي جيڪو نيپال جي شهر لمبني ۾ وڏو اچا تائين موجود آهي ۽ جنهن تي اشو ڪا جا قانون اڪريل آهن.

ٻڌا ناٿ استوپا هڪ گول گنبذ نما ٿلهو آهي. ان ۾ اندر ڪو بہ



کٽمنڊو جي هڪ استوپا ۾ عبادت جو ڦرندڙ چڪرو جنهن ۾ گوتم ٻڌ سان منسوب منتر رکيل آهن. ٻوڌي لوڪ استوپا جي چوگرد ڦيرا ڏيڻ مهل اهي چڪر ڦيرائيندا ۽ چپن ۾ دعائون پڙهندا رهن ٿا عقيدي موجب هي ڦيٿو ڪائناتي چرپر سان هم آهنگ ٿي دعا پڙهندڙ تي سلامتي آڻي ٿو.

ڪمرو يا خال نہ آهي. اڇي رنگ جي هن گنبذ جي مرڪز تي شوالي وانگر اڃو ۽ چوڪنڊو منارو آهي جنهن تي چئني پاسي گوتم ٻڌ جون گيان ۾ ٻڏل علامتي اکيون چٽيل آهن.

اسٽوپا جي گول گنبذ تي چڙهڻ کان اڳ اسان هڪ اهڙي ڏيڊي مان لنگهياسون جنهن ۾ وڏا گهنڊ رکيل هئا. مونکي سنڌ جون درگاهون ياد اچي ويون ۽ ڏيان، يوگ ۽ تصوف جي وچ ۾ هڪ ظاهري علامت مضبوط ٿي بيهي رهي. اسٽوپا جي اڇي گنبذ جي ٻاهرين پاسي چوطرف پلويڙن ۾ منترن واريون ڦرٽيون لڳل آهن. ٻڌ پوڄاري چپن ۾ جپ ڪندا هر ڦرٽيءَ کي واري واري سان ڦيرائيندا تي ويا. ان ڦرٽيءَ کي انگريزيءَ ۾ Pray Wheel ۽ مقامي ٻوليءَ ۾ ماني (Mane) چون ٿا.

ٻڌن جي عقيدي موجب انهن ڦرٽين ۾ منتر رکيا وڃن ٿا ۽ انهن ڦرٽين کي ڦيرائي گوتم ٻڌ کان دعا گهري وڃي ٿي تہ "اي ٻڌ تون من کي شانتي ڏي. تون مرادون پڄاءِ. تون منهنجي لاءِ هيئن ڪر!" وغيره وغيره. ساڳئي مطلب لاءِ ننڍڙا ماني           بہ ٺاهيا ويا آهن جيڪي پوڙها يا ڳوٺاٺا ٻڌ هر وقت هٿ ۾ کڻي ڦيرائن ٿا ۽ چپن ۾ پڙهندا نظر ايندا. ننڍي کان ننڍي ۽ سادي Mane جي قيمت -/50 رپيا کن ٿيندي.

## هندو / ٻڌ

اپکنڊ جي مختلف حصن ۾ مختلف سوچ ڌارائون الڳ الڳ هوندي به ملي هڪ ٿي ويون آهن. ڪن ڪن هنڌن تي اهي هڪ ٻئي خلاف ٽڪراءَ جي انتهائي صورت ۾ آهن ته ڪٿي وري انهن کي هڪ ٻئي کان جدا سمجهڻ ممڪن ئي ڪونهي.

مثال طور ڀارت ۾ هندو ۽ سک ٻه جدا شيون آهن پر سنڌ ۾ هر هندوءَ جي گهر توڙي دڪان ۾ گرو نانڪ جون تصويرون ۽ ڀاڻيون نظر ايندديون ۽ هر سِک رامائڻ ۽ مهاڀارت به پڙهندو ملندو. گرونانڪ کي سنڌ ۾ لڳ ڀڳ اوتاري حيثيت حاصل آهي. جڏهن ته سندس فلسفو هندو مت جي مقابلي ۾ اسلام کي ويجهو آهي.

ساڳي طرح نيپال ۾ توهان کي ڪي اهڙا ماڻهو به ملندا جن کان جيڪڏهن اهو پڇجي ته هو هندو آهي يا ٻڌ؟ ته شايد هو منجهي پوي ۽ نه ٻڌائي سگهي ته هو ڪير آهي؟ سبب اهو آهي ته برهمڻ سماج ٻڌ مت جي ڪاميابيءَ کانپوءِ هندو فسلفي ۾ ڪي ترميمون آڻي ان کي اپ ٽوڊيٽ ڪيو آهي. هنن سڀ کان پهرين گوتم ٻڌ کي اوتاري حيثيت ڏني ۽ شري ڪرشن کان پوءِ ڪيس نائون اوتار قرار ڏيئي ڇڏيو ۽ ان سان گڏوگڏ هريجن طبقي کي ڀڳتيءَ ذريعي نرواڻ ۽ مڪتيءَ جو حق ڏيئي ڇڏيو. جيڪو اڳ ۾ ڪو نه هو.

ان جي باوجود ڪٽمنڊو ۾ هندن جا اهڙا مندر موجود آهن جن ۾ هندن کانسواءِ ڪنهن به ٻئي کي داخل ٿيڻ جي اجازت ناهي، ٻڌن کي به نه. جڏهن ته اسان کي ڪنهن به اسٽوپا جي حدن ۾ داخل ٿيڻ کان نه روڪيو ويو.



سويم ڀو نات استوپا تي گوتم ٻڌ
جون گيان ڀر ڀڏل اکيون

## سويم ڀُو ناٿ

کٽمنڊو شهر جي اتر اولهه ڪنڊ تي هڪ بي حد خوبصورت ٽڪريءَ تي هيءُ قديم استوپا واقع آهي. تمام قدرتي ماحول ۾ موجود هن ٽڪريءَ تي هزارها ڀولڙا پنهنجن ڪٽنبن سان فطري جهنگلي زندگي گذاري رهيا آهن. ان ڪري هن مندر کي Monkey Tample به چيو ويجي ٿو. سويم ڀو استوپا تي پهچڻ لاءِ انڪل هڪ هزار ڏاڪا چڙهڻ پون ٿا (جيڪڏهن پنهنجي سواري نه آهي ته). هتان سڄي ڪٽمنڊو وادي هڪ وڏي پيالي وانگر ڏسجي ٿي جنهن ۾ خوبصورت عمارتون پينٽنگ وانگر چٽيل نظر اچن ٿيون.

جڏهن ڪٽمنڊو اڃا وڏي ڍنڍ هو تڏهن هيءَ ٽڪري هڪ ٻيٽ وانگر ايريل هئي. ان وقت ۾ چين کان هڪ مُني منجو شري هتي آيو. ٻڌ مت وارا ان رشيءَ جي آستاني جو ڏاڍو تقدس مڃيندا آهن پر هندو لوڪ ساڳي هستيءَ کي "سروسوتي" ڪري مڃين ٿا. ٻنهي ڌرمن وارا ساڳي جاءِ تي پنهنجي پنهنجي عقيدي موجب پوڄا ڪن ٿا پر ڪو به جهيڙو تڪرار

نتو ٿئي. سر سوتيءَ کي برهما جي زال ۽ راڳ ۽ علم جي ديوي سمجھيو ويندو آهي.

نيپال ۾ گوتم ٻڌ جي وڏي ۾ وڏي مورتي هن جاءِ تي رکيل آهي. ٻڌ جا پوئلڳ هن وڏي مورتيءَ آڏو عقيدت وچان مراد جا ڏيئا ٻارين ٿا. اهنسا جي هن اڳواڻ جي بت آڏو ويهڻ سان سندن فلسفي جا سمورا ورق تڙ تڪڙ ۾ اٿلندا ۽ ورندا هليا ويا. سندس فسلفي جو هڪ پنو منهنجي سامهون کلي بيهي رهيو:

”جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته تو تي ڪو ظلم نه ڪري ته تون به ٻين تي ظلم نه ڪر جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته ڪو توکي ڏک نه ڏي ته تون به ڪنهن کي ڏک نه ڏي. ٻين لاءِ اهو پسند نه ڪر جيڪو پنهنجي لاءِ پسند نٿو ڪرين. جيڪڏهن تون جيئڻ گھرين ٿو ته ٻين کي به جيئڻ ڏي.....“

مون ڌرتيءَ جي هن مهان انسان جي مورتيءَ اڳيان عقيدت جو ڏيئو ٻاريو ۽ سوچيو. ”ڇا گوتم ٻڌ اڄ جي ضرورت ناهي؟“ جواب آيو. ”پهرين ڏينهن جيترو ضروري آهي ڇو ته دنيا اڄ به ظلم، ڏک ۽ بدامنيءَ جي باهه ۾ ٻري رهي آهي.“

نيپال ۾ اسٽوپا جي شڪل صورت انهن اسٽوپائن کان مختلف آهي جيڪي اوپر وارن ٻين ملڪن ۾ موجود آهن. مون هتي ٽي اسٽوپا ڏٺا. تنهي جو بنيادي نمونو ساڳيو هو. يعني اسٽوپا جو پليٽ فارم اونڌي پيالي جهڙو آهي. ڄڻ ته ڪو تمام وڏو پيالو ابتو ڪري رکيو ويو هجي. ان پيالي جو رنگ اڇو آهي. ان ابتي پيالي جي مٿان شوالي وانگر چوڪنڊو يا مخروطي منارو آهي. ان مناري جي ڊيڪوريشن مختلف ٿي سگھي ٿي پر اهو بنيادي طرح مخروطي آهي. ان مناري جي چوٽيءَ تي نيل هوندي آهي، جيئن عام طور تي ڪنهن به مندر مسجد يا درگاهه کي هوندي آهي. ان نيل جو تعلق آسماني هستيءَ سان سڌي طرح هوندو آهي پر جڏهن هندو مت يا ٻڌ مت

جي حوالي سان ڏسجي ته اها نشاني انهن ٻڌل جٽائن جي آهي جيڪا جوڳي ۽ سنياسي ٻڌندا آهن. ان ريت اهو، نيل خود جوڳ ۽ تپسيا جي علامت آهي.

انهن نيپالي اسٽوپائن جي ٻي خاص ڳالهه اها آهي ته اهي اسٽوپا (اونڌا پيالا) اندر ۾ خالي يا ڪورا نامن پر اهي ٺوس آهن. اونڌي پيالي جي چئني پاسي ڪٽي نڊيون دريون آهن جن ۾ ٻڌ جو مجسمو رکيو ويو آهي يا وري اتي اهي قرٽيون آهن، جنهن ۾ منتر موجود هوندا آهن.

نيپالي اسٽوپائن جي هڪ ٻي وڏي سڃاڻپ اڌ ڪليل يا سوچ ۾ ٻڏل اکيون آهن جيڪي پڻ جوڳ ۽ تپسيا جي نشاندهي ڪن ٿيون. گوتم ٻڌ سان منسوب اهي اکيون اسٽوپا جي پيالي مٿان شوالي جهڙي مناري تي چئني پاسن کان ٺاهيون وڃن ٿيون جيڪي هر ايندڙ ويندڙ کي ڏاڍي پر اسرار انداز ۾ ڏسن ٿيون.

اهي اکيون ڏاڍيون اهم آهن. اهي اکيون ٺي ته آهن جيڪي اندر جي ڪيفيت کي لڪائي نه سگهنديون آهن ۽ اندر جو آئينو بڻجي سڄا راز ظاهر ڪري ڇڏينديون آهن. سنڌ ۾ مهين جي دڙي مان لڌل مها پوڄاريءَ جو مجسمو جنهن کي ڪِنگ پريسٽ جو نالو ڏنو ويو آهي، آرڪيالاجيءَ جي ماهرن وٽ انڪري وڏيڪ دلچسپيءَ جو سبب بڻيو آهي جو ان جون اڌ ڪليل ۽ سوچ ۾ ٻڏل اکيون ڳالهائين ٿيون. ڇا مهن جي دڙي جا ماڻهو به گوتم ٻڌ وانگر ڌيان گيان ذريعي "سچ" تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا؟

ڪجهه روايتن موجب ڪٺمنڊو واديءَ ۾ موجود وشال ڍنڍ "تؤ ڌا" (Tau Dha) جو پاڻي ڪيڏڻ جو ڪم رشي منجوسريءَ ڪيو. هن چؤ ٻهار نالي ماڳ وٽان لڪ ٺاهي پاڻي هر ڪيڏي ڇڏيو. ان کان پوءِ ماڻهو هن واديءَ ۾ اچي رهڻ لڳا. ان دوران هن ٽڪريءَ تي، جيڪا ڍنڍ واري وقت ۾ هڪ ٻيٽ هئي، هڪ جوت ظاهر ٿي جنهن کي اسٽوپا جي گرڀ ۾ ڍڪيو ويو. چاڪاڻ ته هتي اها جوت پنهنجو پاڻ ظاهر ٿي انڪري ان ماڳ کي

"سويم ڀو" سڏيو ويو.

سويم ڀو ناٿ فقط ماڻهن جو ئي پڳوان ناهي. هتي آس پاس رهندڙ ڀولڙن جا لشڪر سويم ڀو ناٿ مندر جا مستقل ياتري آهي. ٽڪريءَ جي مٿئين اڌ ۾ رهندڙ شايد ئي ڪو ڀولڙو هجي جيڪو اَن پاڻيءَ جي ڳولا ۾ ڏينهن جو هڪ ڀيرو سويم ڀو ناٿ جي حاضري نه ڀريندو هجي! مون اڪثر ڀولڙن کي ڀڪشوئن کان ڪاڌو گهرندي ڏٺو. ڀولڙا ڪجهه ٻڍڙن ڀڪشوئن جو هٿ جهلي بيا وٺن ۽ ڀڪشو کين ڪجهه نه ڪجهه کائڻ لاءِ ڏيئي ڀيوڄڏي. شئي وٺڻ کان پوءِ ساڳيو ڀولڙو ڊوڙ پائي وڻي تي ڀڳو. مون ڪجهه ڀولڙن کي ڀڳوانن آڏو رکيل پرشاد چورائي کائيندي به ڏٺو. هو ڀڳوانن آڏو تمام احتياط سان تي آيا. هيڏانهن هوڏانهن ڏسندا ۽ پير پير ۾ وجهي تي آيا ۽ انهن درين ۾ گهڙي پرساد چورائي اک چنڀ ۾ ڀڃي تي ويا. جن ۾ ڀڳوانن کي ڏاڍي حفاظت سان بند ڪيو ويو هو. ڀولڙا ڀڳوانن جي آڏو رکيل اَن پاڻي چورائي تي ويا يا ڀڳوان کين اَن پاڻي ڏيئي رهيو هو؟

ايئن تي لڳو ته سويم ڀو ناٿ جي پاڇي ۾ رهندڙ ڀولڙا ماڻهن جي عادتن کان چڱيءَ طرح واقف آهن ۽ کين خبر هئي ته اها مخلوق ڪيڏي نه بي رحم ۽ بي اعتباري آهي.

پاڪستان موٽڻ کان پوءِ اخبار ۾ دلچسپ خبر پڙهڻ ۾ آئي ته ڀارت جي ڪنهن مندر ۾ روز صبح جو پوڄا ڪندڙ پوڙهو ڀولڙو جڏهن مري ويو ته ان جو ڏاڍي احترام سان اگني سنسڪار ڪيو ويو. ماڻهن جو خيال هو ته اهو ڀولڙو ڪا پهتل آتما هئي جنهن ڀولڙي جي روپ ۾ جنم ورتو هو ۽ ڀڳوان سندس دل ۾ ويٺل هو جنهن ڪري هر صبح جو ڀڳوان جي مورتيءَ آڏو هٿ ٻڌي پوڄا ڪندو هو. جا اهو ڀولڙو سچ پچ ڪا پهتل آتما هئي يا هن انسانن جي دنيا ۾ رهي انسانن جون عادتون اختيار ڪري ورتيون هيون؟



## پولڙا

نيپال جا جابلو ماڻهو ذري گهٽ اڳهاڙي فطرت هيٺ بي سرو ساماني‌ءَ واري حالت ۾ رهن ٿا. اهڙي طرح اهي ان جهنگلي مخلوق جو حصو بڻجي وڃن ٿا جن اڃا تائين اڳهاڙي فطرت کان ٻاهر پنهنجي نئين دنيا نه ٺاهي آهي.

کٽمنڊو ماتري‌ءَ ۾ ٻئي نمبر تي رهندڙ مخلوق پولڙا آهن. جيتوڻيڪ اهي شهر ۾ ناهن ته به اهي شهر جي ويجهڙين ٽڪرين تي ۽ خاص ڪري ٻن وڏن مندرن جي چوڌاري لشڪرن جي صورت ۾ رهن ٿا. شايد انڪري ته ڌرمي ماڳ هئڻ جي ناتي انسان ذات پولڙن کان ٽري وڃي ٿو ۽ پولڙا سڪون سان پنهنجن ڪٽنبن ۽ قبيلي سان پنهنجي زندگي‌ءَ جون سرگرميون جاري رکي سگهن ٿا.

نيپال جهنگلي جيوت جي مشاهدي لاءِ سٺو ملڪ آهي خاص ڪري پولڙن تي تحقيق لاءِ هتان جي ٻن مندرن سويم ڀو ۽ پسو پتي ناٿ ٽڪرين وٽ ڪئمپ هڻي سگهجي ٿي. پولڙن جي هن قسم کي Rhesus چيو وڃي ٿو جيڪي اصل ۾ عام هندستاني باندر ٿي آهن جنهن کي سنڌ ۽ هند ۾ انسان ڏڳڌ ڳي‌ءَ تي نچائي نچائي بچڙو ڪيو آهي ۽ پاڻ سان گڏ پولڙن کي به در در پنايو آهي.

سويم ڀوناٿ وٽ رهندڙ پولڙا نه ته ماڻهن کان ڊڄن ٿا ۽ نه وري هرويرو ويجهو اچن ٿا. شايد ماڻهن جي بي پيري فطرت کان واقف آهن. سويم ڀوناٿ هڪ اهڙي ٽڪري‌ءَ تي آهي، جيڪا وڻن سان ڍڪجي وئي

آهي. فقط ان جي چوٽيءَ تي اسٽوپا ۾ پيون اهم جايون آهن. باقي سڄي ٽڪريءَ تي پولڙن جو راڄ آهي. سويم پو اسٽوپا ٢٠٠٠ سال پراڻو سمجهيو وڃي ٿو.

اڪثر پولڙا ٽڪريءَ تان لهي شهر ۾ نڪريو اچن. عام نيپالين لاءِ اها اهڙي رواجي ڳالهه آهي جيئن اسان پنهنجي شهر ۾ ڪتن کي ڦرندو ڏسون. پولڙو تمام عقلمند جانور آهي. نيٺ به انسان جو سوٽ آهي! پولڙن جي ڪهڙي حرڪت آهي جيڪا انسانن کان مختلف آهي؟ خاص ڪري انهن جا ٻچڙا ڪنهن به طرح انساني ٻارن کان مختلف ناهن. انهن جو رانديون، ڇيڙ ڇاڙ، رڙيون، ڪيڪاٽ، ويڙهه، ڊوڙون، وڏن جي اوٽ وٺڻ وغيره وغيره ، وڏا پولڙي وڏي صبر سان ويٺا سندن حرڪتون ڏسن جيڪڏهن ڪنهن ٻچڙي کي ڌڪ لڳي پوي يا مار کائي موٽي ته ماءُ ڊوڙي اچي واهر ڪندي. پٺس رکو ان مهل ويجهو ايندو جڏهن ڪنهن وڏي خطري جو احساس ٿيندس.

ڪڏهن ڪڏهن پولڙا ماڻهن لاءِ عذاب به بڻجيو وڃن. پولڙا ٻڌ پوڄارين کان ڳيو وٺڻ. گهرڻ ۾ ڦرڻ جا عادي آهن انڪري اهي اڪثر ڪري بي خبر سياحن جي هٿن مان جهٽ هڻي شيون ڦري ويندا آهن. پوءِ ڪٺي اها ڊبل روٽي هجي يا ڪئمرا يا دور بيني. پولڙي ماڻهوءَ کان ڇا ڦريو؟ اها خبر ته پولڙي کي ان مهل پوندي جڏهن هو ان کي چڪ هڻي ڏسندو. عام طور تي پولڙا ڪا شئي ڦرڻ کان پوءِ بيهندا ناهن. هو ڊوڙندا گهري جهنگ ۾ گم ٿي ويندا آهن ۽ اهڙي طرح ڦريل شئي جي واپسي جو امڪان نه رهندو آهي. انڪري سياحن کي هدايت ڪئي وڃي ٿي ته اهي پنهنجي هٿ ۾ جهليل شئي کي هر وقت مضبوطيءَ سان جهلين ڇو ته پڪ سان ڪو نه ڪو پولڙو ڪين تاڙي رهيو هوندو آهي.

ڪجهه سال اڳ نيشنل جاگرافيڪ سوسائٽيءَ وارن هتي ڪجهه سال ترسي پولڙن جو اڀياس به ڪيو هو. پولڙا پنهنجا ٽولا ٺاهي رهن ٿا ۽ پيلي

جا کي مخصوص حصا پنهنجي پنهنجي ٽولي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏين ٿا. انهن حصن ۾ ٻئي ٽولي جي پولڙن کي برداشت نٿو ڪيو وڃي. اڪثر ڪري ان ڳالهه تان سندن وچ ۾ باقاعدي جنگ به ڇڙي پوي ٿي.

جيڪڏهن ڪو پولڙن جو مشاهدو ڪرڻ گهري ته هو اها ڳالهه ضرور نوٽ ڪندو ته مادي (پولڙي) پنهنجي ٻچڙي سان ائين ئي پيار ڪري ٿي جيئن ڪا عورت. ٻچڙو هر وقت ڪيس چنبڙيل هوندو آهي. يا ته اهو ماءُ جي پٺيءَ تي سوار هوندو يا وري ڳچيءَ يا پيٽ ۾ هٿ وجهيو ٽنگيو پيو هوندو يا وري ماءُ سندس وارنمان جُون پٺي ڪڍندي نظر ايندي يا وڙي ٻچڙو ماءُ جي ڇاتي چوسي رهيو هوندو ۽ ڪنهن ڌاريئي کي ڏسي ٻچڪا ڏيڻ بند ڪري ٽيڏين اکين سان نهاريندو.

پولڙي کي ٻچڪاري ڪارائڻ سان نقصان به ٿي سگهي ٿو ڇو ته پولڙو ڪنهن ڪنهن وقت زورائتو چڪ هڻي وجهندو آهي. پولڙن کي چيڙائڻ به نه گهرجي. اهو به خطرناڪ عمل ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن پولڙن کي توهان جي نيت ۾ شڪ پئجي ويو ته پوءِ توهان جو گهيراءُ به ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن توهان تي ڪا اهڙي ڏکي ويل اچي وڃي ته اهو ئي ڪجهه ڪريو جيڪو ڪرڻ گهرجي. يعني توهان جي چهري تي ڊپ جو تاثر نه اچڻ کپي. پولڙا به ڪتن وانگر انساني ارادن ۽ دل جي ڪيفيت کي سمجهي ويندا آهن. جنهن ڪري مسئلو به ٿي سگهي ٿو.

# عورتن جو ميلو ـ تيج TEEJ

۱۲ ـ سيپٽمبر تي اسانکي سڄي کٽمنڊو ۾ هر عورت ڳاڙهي ساڙهي پهريل نظر آئي. پڇا ڪرڻ تي خبر پئي اهو ترتيا جو ڏينهن هو جڏهن هندو عورتن جو تيج جو ميلو لڳندو آهي. ترتيا معنيٰ چنڊ جي ٽين رات.

ان ڏينهن يا ميلي ڪي هاريتا ليڪا به چون ٿا. ها ريتا ليڪا اصل ۾ شو مهاديو ۽ پاربتي ديويءَ جي هڪ ڪٿا آهي. هندو ڏند ڪٿائن جي هڪ دلچسپ ڳالهه اها آهي ته ديوين ۽ ديوتائن جي چرپر عام ماڻهوءَ سان ڏاڍي ملندڙ جلندڙ هوندي آهي. ان جو سبب يقينن اهي هڪ ٻئي کان مختلف به دعوائون آهن يعني هڪ اها ته ديوتائن ماڻهوءَ کي پنهنجي روپ تي ٺاهيو ۽ ٻي اها ته ماڻهن ديوتائن کي پنهنجي روپ تي ٺاهيو.

ڪٿا موجب ديوي پاربتيءَ مهاديو شو کي مڙس طور حاصل ڪرڻ لاءِ سخت تپسيا ڪئي ۽ تپسيا دوران وشنوءَ سان ملي جنهن ديويءَ کي صلاح ڏني ته هوءَ هڪ مخصوص پوڄا ڪري ته ڪيس مهاديو ملي ويندو. ديويءَ ايئن ئي ڪيو ۽ ڪيس مهاديو ملي ويو. ان کي هر پيتالي به چون ٿا چو ته وشنوءَ جو ٻيو نالو "هري" آهي. واضح هجي ته "هر" مهاديو لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

سو، تيج اصل ۾ مڙس جي ڀلائي ۽ جيوت لاءِ پوڄا پاٺ جو موقعو آهي. عورت پنهنجي گهر ۾ شو ۽ پاربتيءَ جي پوڄا ڪندي آهي. سڄو ڏينهن "ورت" (روزو) رکي ٿي. ان ورت ۾ پاڻي به نه پيئندي آهي. هيءُ ورت فقط براهمڻ ۽ کشتري ذاتين وارين عورتن لاءِ آهي پر هيٺين ذات

واريون به رکي سگهن ٿيون.

تيج عورتن جو ميلو آهي. هن موقعي تي عورتن جي پنهنجي ڪٽنب لاءِ ارپنا ڏسجي ٿي. هوءَ پاربتيءَ وانگر پنهنجو آفاقي ڪردار ادا ڪري ٿي.

ڏند ڪٿا موجب گهٽو اڳ هماليه پربت جي ڌيءَ پاربتي شو جي عشق ۾ مبتلا ٿي پئي. جيتوڻيڪ وشنوءَ کيس آچ ڏني پر هوءَ شو ۾ مگن هئي! جيڪو ڪيلاش پربت تي هميشه وڏي يوگ تپ ۾ ويٺو هوندو آهي. شو پاربتيءَ ڏانهن ڪو به ڌيان نه ڏنو.

پاربتي پنهنجي پيءُ جي مرضيءَ جي خلاف پنهنجا نفيس ڪپڙا سادن ڪپڙن سان بدلائي روزو رکي شو جو ڌيان ڪري تپسيا ڪرڻ ويهي رهي ته جيئن مهاديو پنهنجو تپ ڇڏي ۽ کيس پنهنجي زال قبول ڪري. هن نيٺ ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ شو جي دل ميڻ ٿي.

هاڻي هندو ناريون تيج دوران پنهنجن مڙسن سان لڳاءُ ظاهر ڪرڻ لاءِ پاربتي وانگر برت رکن ٿيون.

پهريون ڏينهن برت ناهي. ناري بازار مان پنهنجي مرضيءَ موجب سڀ کان مهانگو سيڌو خريد ڪري ٿي، خود مرد کي اجازت ناهي ته هو قيمت بابت پڇا ڪري. عورت آزديءَ سان خرچ ڪري ٿي پوءِ ڪٿي ڪيڏو به قرض ڪٿي. ان موقعي تي زالون حقيقت ۾ پنهنجي مڙس جو معاشي ڏيوالو ڪڍيو ڇڏين.

عورتون شام جو هڪ هنڌ گڏ ٿين ٿيون ۽ مردن کي پري رکيو وڃي ٿو ۽ برت رکڻ جي پارٽي شروع ٿئي ٿي. مائرون، ڏيئرون، ڀينرون ۽ نانيون ڏاڏيون چوڏاري ويهن ٿيون. ماحول ۾ ٽهڪڙا ۽ کل مشڪري پکڙجي ٿي ۽ کائڻ پيئڻ جو ڪم هلي ٿو. اڌ رات کان برت شروع ٿئي ٿو. گيت ڳاتا وڃن ٿا ۽ مختصر ناچ ٿئي ٿو. تيج انهن تمام ٿورن موقعن مان هڪ آهي جڏهن عورتن جو نچڻ ڳائڻ مناسب سمجهيو وڃي ٿو.

ٻئي ڏينهن تي عورتون ڪجهه شيون کائن پيئن. سموريون بالغ عورتون برت رکن ٿيون. شادي شده عورتون مڙسن جي ڀلائيءَ لاءِ ۽

ڪنواريون سٺي ور لاءِ. ڪجهه گهرن ۾ هن ڏينهن تي عورتون پنهنجن مڙسن جي خاص خدمت ڪن ٿيون. ڪجهه گهرن ۾ وري اها ذميواري مڙس جي آهي ته هو لازمي طرح پنهنجي ڌرم پتنيءَ جي خدمت ڪري ۽ ڪيس اهو سڀ ڪجهه آڻي ڏي جنهن جي فرمائش ٿئي.

هيءَ سال جا ٻه ٽي رنگين ڏهاڙا آهن. جڏهن شاديءَ واريون شوخ ڳاڙهيون ساڙهيون پاتل عورتن جون ٽوليون رستن تي ٽهڪڙا وڪيريندڻيون ۽ ڳائينديون نظر اچن ٿيون. اهي ٽوليون پسو پتي ناٿ واري مندر يا شو ۽ پاربتيءَ جي ڪنهن ٻئي مندر ڏانهن وينديون نظر اينديون.

پوتر ٻاگمتي نديءَ جي ڪناري شو مهاديو جي مندر ۾ عورتون شو جي اهڃاڻ لنگم تي گلن، پسڪن ۽ جانورن جون پيتائون ڏينديون آهن. هن ڏينهن تي مندر جا سڀ دروازا مردن تي بند هوندا آهن، سواءِ براهمڻ پوڄارين جي. هن موقعي تي هتي هڪ خاص تقريب ٿئي ٿي جنهن سان شو

تيج ميلي دوران عورتون ٻاگمتي ندي ۾ اشنان ڪري رهيون آهن

۽ پاربتيءَ جي شاديءَ واري موقعي جي ياد تازي ڪئي ويجي ٿي. شو ۽ پاربتي جي مورتين آڏو عورتون پوڄا ڪن ٿيون ۽ پنهنجن مڙسن لاءِ دعا ۽ واعدا ڪن ٿيون تہ هو سندن عزت ۽ احترام ايئن ئي ڪنديون جيئن پاربتي شو جو ڪندي آهي.

آخري ڏينهن ڪي رشي پنچمي چيو ويجي ٿو. صبح جي وقت ۾ زال گذريل ڏينهن کان شروع ڪيل تقريبون مڪمل ڪري ٿي ۽ ديوتائن کي پيتا ڏنل پرساد مڙس کي کارائي ٿي ۽ سندس پير ڌوئي ٿي.

ان کان پوءِ عورتون نديءَ ڪناري پوتر ماڳن ڏانهن وهنجڻ وڃن ٿيون جتي سندن خيال ۾ وهنجڻ کان پوءِ سندن سال جا گناهہ لهي وڃن ٿا. ايئن ئي تيج جا ڏينهن لنگهي وڃن ٿا ۽ عورتون ۽ مرد وري ساڳي دنيا ۾ پنهنجين ڪرتن ۾ گم ٿيو وڃن.



پاتن جو ”ڪرشن مندر“ جنهن ۾ ٢٢ مندر آهن

## ڪرشن

## ڏهون اوتار

ڪرشن هندو ديو مالا ۾ گهڻ پاسائون ڪردار آهي. نيپال ۾ ڪيس پيار جي ديوتا جي حيثيت حاصل آهي، جيتوڻيڪ مهاڀارت واري لڙائيءَ جي حق ۾ ڪرشن ئي سڀ کان وڌيڪ دليل ڏنا هئا. اها جنگ جنهن ۾ هڪ ئي ڪٽنب جي رت سان ڪرو ڪيتر ڳاڙهو ٿي ويو. جنگ ۽ پيار ۾ جيترو ويڇو آهي ڪرشن جي شخصيت ۾ ايڏو ئي تضاد آهي.

ڪيس پيار جو ديوتا شايد ان ڪري سمجهيو وڃي ٿو جو هو گوبال جي حيثيت ۾ ڳوٺ جي نوجوان ڇوڪرين ۾ حد کان وڌيڪ پيارو هو. ڪرشن جي اشتمي واري ڏينهن تي ڪرشنا مندر پاتن ۾ وڏو رنگ اچي ٿو. هزارها عورتون هن مندر ڏانهن نڪرن ٿيون. ڳاڙهيون ۽ پيليون ساڙهيون نيپالي عورتن جو پسنديده لباس آهي. سندن ڪپڙن تي شيشي جو يا وري ڪو ٻيو چلڪندڙ ڪم جام ٿئي ٿو جنهن ڪري ڪرشن مندر هن موقعي

تي جهر جهر ڪري جرڪي پوي ٿو.

ڪرشن اشٽمي پوڄا پاٺ جو ڏينهن آهي، ماڻهو صبح سان مندر جي ٻاهران ڊگهي قطار ۾ بيهي مندر ۾ گهڙڻ ۽ پوڄا پاٺ لاءِ انتظار ڪن ٿا. ڪرشن جو جنم ڪيئن ٿيو؟ اها ڪهاڻي هر هندو ٻار کي زباني ياد آهي.

ڪرشن قيدخاني ۾ ڄائو هو ۽ سندس جنم جو قصو حيرت جي حد تائين حضرت موسيٰ جي جنم جهڙو آهي. حضرت موسيٰ جي ڄمڻ کان اڳ نجومين فرعون کي ٻڌايو هو ته فلاڻي تاريخ تي ڄاول ٻار تنهنجو سر ڪٽيندو. ان کان پوءِ فرعون ساڳي تاريخ تي ڄاول سمورا ٻار مارائي ڇڏيا پر موسيٰ بچي ويو. سندس ماءُ موسيٰ کي بچائڻ لاءِ ڪيس پيٽيءَ ۾ وجهي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو هو. ايئن موسيٰ بچي ويو ۽ جوان ٿي فرعون جو سر ڪنيائين. ڪرشن جي ڄمڻ کان اڳ به نجومين اڳڪٿي ڪئي هئي ته هو پنهنجي مامي ڪنس جو سر ڪٽيندو جيڪو ڏاڍو ظالم حاڪم هو. ڪنس ڪرشن کي مارڻ لاءِ ڀيڻ کي قيد ۾ وجهي ڇڏيو پر جڏهن ڪرشن جي ڄمڻ جو وقت آيو ته قيد جا در پاڻهي کلندا ويا ۽ سپاهين کي ننڊ ڪٺي وئي ۽ ڪرشن جو پيءُ ڪرشن کي نندڪي وٽ ڇڏي آيو ۽ ڪنهن کي به خبر نه پئي. ڪرشن وڏو ٿي ڪنس جو سر ڪنيو. باقي، حضرت موسيٰ جو درياهه لڙهڻ وارو قصو وري مهاڀارت جي هڪ ٻئي مکيه ڪردار "ڪرڻ" جي حصي ۾ آيو. ڪرڻ جي ماءُ جيڪا ڪرشن جي ڦڦي به هئي، لوڪ لڄا جي ڊپ کان پنهنجي پٽ کي ايئن ئي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو هو جيئن موسيٰ کي سندس ماءُ فرعون جي ڊپ کان.

اصل ۾ شري ڪرشن ۽ ڪرڻ جي جنمن بابت ڏند ڪٿائن کي ملائڻ سان حضرت موسيٰ وارو واقعو مڪمل ٿئي ٿو. لڳي ايئن ٿو ته حضرت موسيٰ وارو قصو ۽ مهاڀارت وارو اهو حصو جنهن ۾ ڪرشن ۽ ڪرڻ جي پيدائش ڄاڻايل آهي ڪنهن هڪ بنيادي واقعي جا مختلف پڙاڏا آهن. گهڻو

امڪان اهو ٿي آهي تہ مصري بنياد رکندڙ هيءُ واقعو هندي ڏند ڪٿا ۾ ملي
ويو هجي! هوئنن بہ قديم مصر جا قديم سنڌ ۽ اولهہ هندستان سان
ساموندي لاڳاپا قديم آثارن ذريعي ثابت ٿيل آهن. خود ڪرشن جو شهر
دوارڪا ساموندي بندر هو جيڪو سندس مرتئي کان پوءِ ٻڏي ويو.
هاڻوڪو دوارڪا نئون شهر آهي.

سو، ڪرشن قيد خاني ۾ ڄائو. سندس ماءُ ۽ پيءُ جو نالو ديوڪي
۽ واسو ديو هئا. جنهن رات ڪرشن ڄائو تڏهن قدرت سخت طوفاني مينهن
آندو تہ جيئن نئين چاول پار جون رڙيون نہ گونجن ۽ آوازن ۾ دٻجي وڃن.
جڏهن پار ڄائو تہ در کلندا ويا ۽ پهريدارن کي ننڊ ڪٽي وئي. جڏهن واسو
ديو ٻار کي ڪٽي محفوظ هنڌ تائين پهچائڻ نڪتو تہ واٽ ۾ ندي هئي. ندي
پار ڪرڻ مهل واسو ديو ان ۾ گهڙيو تہ هزارين منڊين وارو شيش نانگ
پاڻي مان نڪري آيو ۽ ڪرشن جي مٿان ڦڻ پکيڙي هن کي مينهن ۽ ڇنڊن
کان بچايائين. واسو ديو ڪرشن کي پنهنجي عزيز نند ڪيءُ جي حوالي ڪيو
۽ سندس نئين ڄاول ڌيءُ ڪٽي واپس قيد خاني پهتو.

ٻئي ڏينهن جڏهن ڪنس قيد خاني ۾ آيو ۽ نئين ڄاول ٻار کي
دستور مطابق زور سان پٽ سان هٽي چٽڻ جي ڪوشش تي ڪيائين، تيئن ئي
ٻار سندس هٿن مان ترڪي آسمان ڏانهن اڏامي ويو ۽ ان مهل آڪاش واڻي
ٿي تہ "او ڪنس! توکي سيڪت ڏيڻ لاءِ ڄاول ٻار قيد خاني مان اڳ ئي
نڪري چڪو آهي!"

گهبرائجي ويل ڪنس نئين رٿ رٿي ۽ هڪ راڪاس عورت تي ڪم
رکيو تہ هوءَ نئين چنڊ جي ائين تاريخ تي ڄاول هر ڇوڪري کي ماري. ان
پوتنيءَ ڇا ڪيو جو پنهنجي ڇاتيءَ کي زهر مکي ساڳئي ڏينهن جي ٻارن
کي ٿڃ پياري مارڻ لڳي. پر جڏهن هن آخري ٻچيل ٻار ڪرشن کي ٿڃ ڏني
تہ پاڻ مري وئي. پر، ڪنس جڏهن اهو ٻڌو تہ آخري ٻار بہ ٿڃ پيتو آهي،
تہ هو مطمئن ٿي ويو ۽ خوشيءَ ۾ ڪيس اهو خيال ئي نہ آيو تہ آخري ٻار

جو چا ٿيو ۽ ڀوٽي "پتانا" جو مٽي؟

مهاڀارت واري جنگ ۾، جنهن ۾ چاليهہ لک کن ماڻهو مئا، شري ڪرشن پانڊون جو طرفدار هو ۽ جنگ ۾ پانڊون جو صلاحڪار ۽ جنگجو ارجن جو رٿبان هو. هن ارجن سان جنگ جي ميدان ۾ جيڪي ڪجهہ ڳالهايو ۽ جنگ جي حق ۾ جيڪو دليل ۽فلسفو ڏنو اهو سڀ "ڀاڳوت گيتا" آهي يعني "ڀڳوان جو گيت" .

## شري ڪرشن - کٽمنڊو ۾

کٽمنڊو وارن کي وڏو فخر آهي تہ جڏهن شري ڪرشن هماليہ تي شنڪر ڀڳوان سان ملڻ آيو هو تڏهن هو کٽمنڊو مان بہ پير گهمائي ويو. هڪ عام ماڻهو کٽمنڊو ۽ ڪرشن جي عام تاريخ بابت اجهو هيئن بيان ڪري ٿو؛

"شري ڪرشن جڏهن گوسائي ڪنڊ (Gosai Kund) آيو تڏهن هو ان جاءِ تي ترسيو جتي هاڻي پسو پتي مندر آهي. ان وقت شري ڪرشن سان آيل گوپال ونسي جيڪي چندر ونسي يا يادو ونسي بہ آهن، هتي ترسي پيا ۽ ڪرشن اڪيلي نڪري ويو. نيپال جو پهريون راجا گوپال ونسي هو، جنهن بہ سئو ٻارنهن ورهہ راج ڪيو. ان راجا تي ڪِرانتي ونس جي ماڻهن حملو ڪيو جيڪي اتر کان آيا هئا. اهي منگولن جهڙا ماڻهو هئا. ان کان پوءِ يادو ونسي شڪست کائي ڏکڻ ۾ ترائيءَ ڏانهن هليا ويا ۽ ڪجهہ چندر ونسي ڳئون پالڻ لاءِ ٻيلن ۾ رهي پيا. انڪري نيپال جي ترائيءَ ۾ يادو ونسي چڱا خاصا آباد آهن" .

لفظ "ترائيءَ" جي نيپالي توڙي سنڌيءَ ۾ ساڳي معنيٰ آهي، دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ هندي يا اردو توڙي ڪنهن بہ ٻي ٻوليءَ ۾ اهو لفظ ان معنيٰ ۾ ٻڌڻ ۾ نٿو اچي. ترائي معنيٰ اهو ميدان جيڪو جبلن جي هيٺاهين ۾ هجي.

مٿي هڪ لفظ گوسائي ڪنڊ استعمال ٿيو آهي. گوسائي معنيٰ "ڳئون

جو" ۽ ڪنڊ معنيٰ "تلاءُ". اهو لفظ بہ جيئن جو تيئن سنڌ ۾ استعمال ٿئي ٿو. سنڌيءَ ۾ ڪنڊ توڙي ڪُن لفظ تلاءَ لاءِ برابر استعمال ۾ اچن ٿا. مثال طور هنگلاج ۾ انيل ڪنڊ يا انيل ڪُن. ڪارونجهر ۾ مرڪهي ڪنڊ يا مرڪهي ڪن وغيره وغيره. اهو ئي لفظ ڪنڀ بڻيو آهي جيڪو سنڌ جي تاريخ ۾ بار بار اچي ٿو سنڌ ۾ اج بہ ڪنڀ نالي سان هڪ شهر آباد آهي.



ڀيمسين واپار جو ديوتا ٿي ويو

جنهن مهاڀارت پڙهيو هوندو تنهن کي خبر آهي تہ ڀيمسين پانڊو ڀائرن مان جسماني طاقت جي لحاظ کان سڀ کان اڳرو هو. جنگ ۾ جڏهن رڙ ڪندو هو تہ دشمن جو هي نانءُ ڏڪي ويندو هو. طاقت ايڏي هئس جو هاٿي ۾ گهوڙن کي ٻانهن جي ٻل سان جهلي اڇلائيندو هو تہ وڃي پري ڪرندا هئا. اهڙو ٻلوان عقل جي معاملي ۾ ٻين ڀائرن کان گهٽ هو. پر اها ڪيڏي عجيب ڳالهہ آهي تہ نيپال ۾ هن جنگجوءَ کي واپار جو ديوتا مقرر ڪيو ويو آهي. واقعي ڀيمسين يوناني ڏند ڪٿا جي هرڪيوليس ۽ سيمسن کان گهٽ طاقتور ناهي، تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن

ٿيو تہ پيمسين جنگ يا طاقت جو ديوتا ٿيڻ بدران واپار جو ديوتا بڻجي ويو؟

اصل ۾ نيپال جا قديم سوداگر پنهنجو مال سواريءَ جي جانورن تي سٽي هماليہ جبل جي اڻ ناڪن رستن تان ٿيندا تبت ۽ چين ويندا هئا. واٽ تي رهندڙ خطرناڪ قبيلا ۽ ڌاڙيل سندن قافلي تي اوچتا حملا ڪري الھ تلھ ڪٽي ويندا هئا. انهن ڌاڙيلن کي روڪڻ لاءِ ڪنهن بلوان ديوتا جي ضرورت محسوس ٿي. اهڙيءَ طرح سوداگرن پيمسين جي تصوير قافلن ۾ پاڻ سان گڏ کڻڻ شروع ڪئي. هوريان هوريان اها تصوير قافلن سان گڏ دڪانن ۾ ٽنگڻ شروع ڪئي وئي ۽ پوءِ پيمسين ايترو قبول ٿي ويو جو هاڻي گهڻو ڪري هر دڪان تي پيمسي جي تصوير ٽنگيل نظر ايندي. وڏي ڳالھ تہ ماڻهن جو ويساھ ايڏو پڪو ٿي ويو آهي جو اڪثر سوداگر پيمسين کي اکين سان بہ ڏسندا آهن.

## تبت کان آيل مهاجرن جو ڇا ٿيو؟

تبت کان لڏي آيل مهاجر پوکرا ۽ کٽمنڊو ۾ ضم ٿي ويا آهن. اهي هاڻي وڏا واپاري آهن ۽ هوٽلون کوليون اٿائن. فرض ڪيو تہ جيڪڏهن دلائي مالا موٽي بہ وڃي تہ بہ هي يار هاڻي واپس نہ ويندا. انهن جي ڪئمپ هاڻي ڪئمپ نہ رهي آهي، اتي پڪا مڪان ٺاهي ڇڏيا اٿن. سرڪار انهن تي ڪا خاص نظر نٿي رکي. انهن مان ڪجھ ماڻهن کي شهريت بہ ملي وئي آهي. اهو عمل غير قانوني طريقن سان ٿيو. پر هاڻي هتي رشوت بہ ملي ٿي پر ٿوري. هتي تبتي ماڻهن کي کمپا Khampa (تبتين) چئجي ٿو. اهي اٽڪل ١٥ ـــ ٢٠ هزار کان متي هئا.

## پکوانن سان ڏاڍ مترسي

ماڻهوءَ جو ڀاڳ پکوانن جي هٿ ۾ آهي يا نہ؟ ان سوال جو جواب ڏيڻ کان بهتر آهي تہ اهو ڏسجي تہ ماڻهن پکوانن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو آهي. ڪافي نيپالي نوجوان پراڻن توڙي نون مندرن مان نيون پراڻيون مورتيون چورائي سياحن کي وڪڻڻ جي ڪوشش ڪن ٿا پر جڏهن نٿيون وڪامجن تڏهن رستن تي هيڏانهن هوڏانهن اڇلائي ڇڏين ٿا.

مون شهر جي ننڍين ننڍين مندرن جي حالت خراب ڏٺي. اهي سچ پچ تہ چورن جي ور چڙهي ويا آهن. اڪثر مندر خاص ڪري اِندر چوڪ وٽ قائم مندر جا مچا ڏاڍا متاثر ٿيا آهن. اتي ئي اينٽيڪس جا ڪيئي دڪان آهن. گهڻن ماڻهن مندرن کي رات جي وقت ۾ اسٽور طور استعمال ڪرڻ شروع ڪيو آهي ۽ سڄو ڏينهن انهن جي بي عزتيءَ ۾ مصروف آهن.

ڪٽمنڊو کي مندرن، اسٽوپائن ۽ پگوڊائن جو شهر چئي سگهجي ٿو پر هرويرو ايئن بہ ناهي تہ سڀ مندر آباد هجن. اڪثر مندر لاوارث حالت ۾ آهن يا وري اُهي ڪن وارثن جي رهائش گاهہ بڻجي ويا آهن. مون هڪ اهڙو مندر بہ ڏٺو جنهن تان ڪاٺ جون نہ ٽٽڻ جهڙيون مورتيون سڄي ڏار کيون ويون هيون پر پوءِ، شايد نہ وڪامڻ سبب ساڳين جاين تي ٻيهر رسن سان ٻڌيون ويون هيون. جڏهن پکوان جي پوڄارين ٻهرين تہ پکوان کي مندر مان ڪڍي بازار ۾ وڪڻڻ گهريو هو پر پوءِ جڏهن خريدارن مناسب قيمت نہ ڏني يا پکوان کي اهميت نہ ڏني تہ پوءِ ان کي ٻيهر مندر ۾ رسن سان ٻڌو ويو. جتي اڄا تائين ٻڌو پيو آهي.

پکوانن بابت ٻي خاص ڳالهہ اها هئي تہ دڪانن ۾ وڪامڻ لاءِ

رکيل ڪن مورتين کي شلپين (بت تراشن) پنهنجي مرضيءَ سان شڪل ڏني آهي. انهن ۾ ڏيکاريل منظرن جو حقيقت يا ڏند ڪٿا سان بہ ڪو تعلق نہ آهي. مثال طور گوتم ٻڌ جي هڪ يوگ آسڻ واري مورتيءَ ۾ هڪ عورت آمهون سامهون ياڪر ۾ ڏيکاريل آهي. جڏهن تہ ڀڳوان ٻڌ سان منسوب ڪنهن بہ ڏند ڪٿا ۾ اهڙو ڪو بہ ذڪر ناهي. اصل ۾ اها شلپيءَ جي پنهنجي شعوري ڪوشش آهي جنهن ۾ هن ڏند ڪٿا کي ڪارڻ (Crupt) جي ڪوشش ڪئي آهي.

بت تراشن جو چوڻ آهي تہ ٻڌ ڀڳوان مذڪر ۽ مؤنث سگهن ۾ ورهايل آهي، ان ڪري جڏهن هو ٻڌ کي عورت سان جنسي ميلاپ واري حالت ۾ ڏيکارين ٿا تہ اصل ۾ هو ڀڳوان جي ٻنهي روپن کي ملائي هڪ ڪري ٿا ڇڏين!

## شينهن ۽ بت تراشيءَ جو فن

نيپاليءَ ۾ شينهن کي سِينگ Seeng اچارين ٿا پر اهڙي طرح سان جو پڙهڻ مهل "گ" ڪري ٿو پوي ۽ ڪنن تائين فقط "سِين" لفظ اچي ٿو. هندي ۽ سنسڪرت ۾ اهو لفظ بدلجي سنگهہ ٿيو پوي، جيڪو عام طور تي سِک پنهنجي نالي جي پويان هٿندا آهن. اهو ئي لفظ اڪثر هندن ۽ ٻڌن جي نالي پويان بہ نظر اچي ٿو.

سندو درياهہ جو اتر سندو ماتريءَ ۾ نالو "سين" آهي. جيئن تہ "سين" معنيٰ وهڪرو آهي پر شينهن جو بدليل اچار "سين" بہ ڏيان ڇڪائي ٿو. خاص ڪري ان وقت جڏهن سندوءَ جو مزاج شينهن جهڙو گجندڙ ۽ بي

پرواهه محسوس ڪيو وڃي ٿو. ان ئي پيٽ سان پنائيءَ پنهنجي بيت ۾ درياهه لاءِ ساڳيو لفظ استعمال ڪيو آهي.

"هڪ پوءِ بيراهه جو، ٻيو سانيارا سِيهن".

موڏانهن سندوءَ تي لکيل هڪ ڪتاب جو نالو "The lion River" آهي، جيڪو Jean Fairley جو لکيل آهي.

نيپال ۾ بہ سڄي هندستان وانگر هنڌ هنڌ شينهن جون مورتيون عام جام ملنديون. سرڪاري آفيسن جي دروازن تي، ڇتن تي، هوٽلن جي دروازن وٽ، مندرن تي، هر جاءِ تي شينهن جي مورتي ملندي. شينهن کي درگا ديويءَ جي سواري سمجهيو وڃي ٿو تنهنڪري عام خيال آهي تہ جتي شينهن هوندو آهي، اتي ماٺهو يا اهو آستانو محفوظ رهندو آهي.
هتان جي سيڪريٽريٽ واري بلڊنگ جو تہ نالو ئي آهي "سنگها دربار". هن بلڊنگ جي ڇت تي هڪ تمام وڏو ۽ سونو شينهن پنهنجي هڪ چنبي ۾ نيپال جو جهنڊو کنيو بيٺو آهي، ڇڪ اهو ئي نيپال جو حقيقي سٽياليندڙ هجي!
آرٽسٽن شينهن جي مورتي گهڙڻ ۾ وڏو ڪمال حاصل ڪري ورتو آهي، ايتري قدر جو ڪاٺ مان گهڙيل مورتيون بہ هوبهو هڪ جهڙيون گهڙي وٺن ٿا. ڇڪ گهرن ۾ سانچا رکيل هجن. پر ايترو ضرور چئبو تہ هنن شينهن جي شڪل صورت کي بہ آرائشي ۽ ڏند ڪتائي شڪل ڏيئي ڇڏي آهي. اڄڪلهہ چلجندڙ ڪاٺ جا شينهن اصل شينهن کان مختلف ۽ ڏور اوپرا يا چيني ڊريگان جهڙا وڌيڪ آهن. شايد ان جو سبب اهو هجي تہ نيپالي فن تي چين جي خيالي ۽ جاپاني فن جو ڪجهہ نہ ڪجهہ اثر آهي.
هن وقت تہ کٽمنڊو، پاٽن ۽ ڀڳت پور ۾ بت تراشيءَ جا وڏا ڪارخانا ڪم ڪري رهيا آهن جيڪي هزارها قسم جا بت مختصر نوٽيس تي تيار ڪري سگهن ٿا.

هتي هونئن تہ پٽر، ڪاٺ، هڏي، ڌاتو ۽ ڪاغذ مان ٻت ۽ آرائشي شيون تيار ڪرڻ جا ڪيئي ننڍا وڏا ڪارخانا آهن ۽ اتي عاليشان ڪم ڪيو وڃي ٿو پر هڏيءَ جي ڪم ۾ هتي مهارت نامي. مارڪيٽ ۾ موجود هڏي وارا ٻت سڀ جا سڀ ٿائيوان ڪان هتي اچن ٿا ۽ پوءِ هتان ڀارت ۽ ٻين پاسن ڏانهن سمگل ٿين ٿا.

شهر ۾ ٺڪر جا ٿانءَ، ٻت ۽ اهڙيون ٻيون شيون بہ عام جام آهن. هتي ڪنڀار کي "ڪمهالي" چون ٿا. مونکي مٽيءَ جا ٿانءَ نہ وٺيا. شايد انڪري تہ مٽيءَ ۾ واريءَ جا جُزا وڌيڪ هئڻ ڪري انهن ۾ مضبوطي ۽ سونهن نہ هئي يا ٿي سگهي ٿو تہ سنڌ جي قومي جيوڙن سبب مونکي سنڌي ڪنڀارن جي فن ڪانپوءِ هر جاءِ تي اوندهہ نظر ايندي هجي. مونئن بہ هتي ٺڪر جو ڪم سهڻو ضرور آهي پر ايترو نہ، جيترو ملتان جو آهي.

شهر جي پاسيرين آبادين ۾ پاڻ کي آتڻ واريون بہ نظر آيون، جنهن مان اندازو ٿيو تہ هتي سُٽ ڪتڻ ۽ هٿ جي قديم آڏاڻن جو جهونو سرشتو اجا موجود آهي. افسوس جو آڏاڻن وغيره بابت مونکي ٻي ڪا بہ معلومات حاصل ٿي نہ سگهي.

جيتوڻيڪ نيپال سنڌ کان اڍائي ٽي هزار ميل پري آهي پر ڪن لفظن جي هڪجهڙائي حيرت جهڙي ڳالهہ محسوس ٿئي ٿي. مثال طور ڪاٺ مان تيار ڪيل موڙي کي هتي بہ "موڙو" سڏيو ٿي ويو. يا رات جو اڏامندڙ چمڙن کي هتي بہ "چمڙو" سڏيو ٿي ويو يا وري "ڪڙڳ" جو لفظ تلوار لاءِ استعمال ٿي ٿيو جيڪو ٻيائيءَ بہ سُر ڪيڏاري ۾ استعمال ڪيو آهي.



## ڪاٺ جي اُڪر

جنهن گهر ۾ مسعود رهي ٿو، اهو مسواڙ تي آهي. گهر ته مناسب آهي پر گهر جو دروازو ڏسڻ جهڙو آهي. ساڳ جو ڪاٺ ۽ ڪاٺ تي سهڻي اُڪر ڏسي من ٺري پيو. شري ڪرشن بانسري وڄائي رهيو هو ۽ راڌا نچي رهي هئي. مالڪ مڪان هي دروازو ويهه هزار رپين ۾ گهڙايو هو. جاءِ پراڻي ناهي. اهو فن پراڻو ضرور هو پر فنڪار اڄوڪي دور جو هو.

جيڪڏهن گهر ۾ باقي رنگ روغن يا عمارتي آرائشي انداز هجي ها ته ايترو حيرت نه ٿئي ها. پر هن عمارت ۾ ته فقط اهو هڪ دروازو ئي خاص طور تي ٺهرايو ويو هو. ڇو؟ شايد مالڪ مڪان پاڻ به پڌائي نه سگهي. نئين دور جي "بي" ڪلاس ڪنسٽرڪشن ۾ ڪلاسيڪل طرز جو اهو دروازو بالڪل اَن ـ فِٽ هو . ڪجهه به هجي نيپاليءَ ماڻهوءَ جو فنڪار ذهن ظاهر ٿي پيو ٿو. شايد ان ڪري جو سڄو هندو مت بت تراشي ۽ راڳ جهڙين مڪيه ڪلائن ذريعي ماڻهن جي اندر ۾ منتقل ٿئي ٿو.

مون شڪارپور جي پراڻن گهرن جي دروازن تي به اُڪر ڏٺي آهي ۽ انهن گهرن جو ڪانسون ۽ ڪنڊريون به ڏٺيون آهن. اهي سڀ شاندار آهن پر جنهن ماڻهوءَ نيپال جون گهٽيون ڏٺيون آهن هتڪي شڪارپور ۾ ڪٿهن ڪٿهن هند نيپال جي جهلڪ ايندي. شڪارپور اڳي ڪيترو سهڻو هئو؟ اها ته مان کي خبر ناهي! ٿي سگهي ٿو ته شڪارپور شهر پنهنجي ڪلاسيڪل اوج وقت نيپال جي گاديءَ سان ڪلهو هڻندو هجي!

ذڪر فقط مسعود جي گهر جو ناهي. اصل ۾ اهو نيپال جو واحد گهر هو جنهن ۾ اسان گهڙياسين. مونکي يقين آهي تہ اڪثر نيپالي گهرن ۾ ڪاٺ جو ايترو ئي سهڻو ڪم ٿيل هوندو. نيپال جون گهٽيون تہ اسان گهٽيون ئي گهمي ڏٺيون ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ نيپالي فنڪارن جو فن بہ ڏٺو سون پر جيڪو ڪم مندرن تي ٿيل آهي سو تہ وري عجائب گهر ۾ رکيل مورتين ۾ ئي نظر آيو.

مندرن ۾ ڪهڙي شئي هئي جنهن تي اُڪر نہ هئي! اُڪر بہ اهڙي جو ڪا بہ اُڪر ٻيءَ سان ڀيٽي نہ سگهجي. مورتيون، مورتين جي چوڌاري ڏنل تفصيل، دروازا، چائنٺون، ڪامون، ڪانسون، دريون، هٿيا، پٽنل، ڇت هر شئي ڄڻ تہ ميوزم جو حصو هئي. جيئرو جاڳندو ميوزم.

نيپال ۾ ڪاٺ جي اُڪر وڌڻ جو سبب بہ دلچسپ آهي اصل ۾ نيپالي جي مختلف حڪومتن ۽ راجائن جي وچ ۾ اڌواتي آرائش جو وڏو مقابلو هو بالڪل ائين جيئن سنڌ بلوچستان ۾ چوکنڊي آرٽ جو ڪين ۽ ڪلمتين جي وچ ۾ نَڪَ جو مسئلو ٿي پيو هو. نيپال جي شهرن ۾ قديم زماني جي شاندار آرائشي شهپارن جا ننڍڙا نمونا تيار ڪري بازار ۾ وڪيا وڃن ٿا. جيڪي سياح خريد ڪري پاڻ سان سوکڙي طور کڻي وڃن ٿا. ڇا اهو ممڪن ناهي تہ شڪارپور جي قديم شهپارن جا نقل شڪارپور جي هنر مندن کان ٺهرائي مارڪيٽ ۾ ڪيا وڃن تہ جيئن هنر ۽ هنرمندن جي سرپرستي ٿئي؟



# نيپالي پنڊ پاهڻ ـ شالي گرام

هٿ جي هنر ۽ پراڻين قيمتي شين جي دڪانن تي ڪاري رنگ جا پنڊ پاهڻ عام جام وڪامجن ٿا. ٻونء وديا موجب اهي پٿرايل جسم لکها سال اڳ ڪوڏن ۽ سپين واري زندگيء جو ثبوت آهن.

" ڪاري رنگ جا هيء پٿر دڪان تي ڇو رکيا آٿوَ؟" مون هڪ دڪاندار کان سوال ڪيو.

"اسان هن کي وشنو ڇئون ٿا. ماڻهو وشنوء جي نشاني خريد ڪري ان جي پوڄا ڪن ٿا." جواب مليو

اهو ڪارو پٿر ساڳئي وقت ڪسوٽي به آهي. سون، تامو، پتل، چاندي ۽ ٻين ڌاتن جي پرک به ڪري سگهجي ٿي. پر هيء پنڊ پاهڻ برساتي ندين ۾ لڙهندڙ گول پٿر ۾ اهڙيء طرح بند هوندا آهن جو پٿر ڀڃڻ کانسواءِ پتو ئي نه پوندو آهي ته ڪهڙي پٿر ۾ وشنو يا پنڊ پهڻ موجود آهي ۽ ڪهڙي ۾ ناهي. مقامي ماڻهوان کي شالي گرام چون ٿا ۽ اهو "دامو در "توڙي مڪتي ناٿ جبل جي جابلو ندين مان ملي ٿو. اهو جبل پوکرا کان پرتي آهي. ماڻهو جبل جي برساتي ندين مان توڙي ڀرپاسي مان اهي پٿر چونڊي ڪڍندا آهن جن ۾ وشنوء جي هجڻ جو شڪ هوندو آهي. ان پٿر جي پوڄا مهل تلسيء جا پن، پاڻي ۽ سندور استعمال ٿئي ٿو.

ڪکڙ جي بيدي جيتري عام پر صاف ستري پنڊ پهڻ جي قيمت ٽن ڊالرن کان گهٽ نه هئي. انهن ڪارن پٿرن ۾ عام طور تي فقط سپون ۽ ڪوڏ بند آهن. سنڌ ۾ به پنڊ پاهڻن جا بي شمار قسم آهن. جيڪڏهن

يورپي نسل جا ماڻهو سنڌ ۾ پنڌ پهڻن جي ايذن قسمن کان آگاهه هجن ته شايد پنڌ پاهڻن تي ريسرچ جو ايشيائي مرڪز ڪير تر جبل ۾ وڃي کولين. سنڌ مان ليجنڊز پنڌ پاهڻن ۾ نه رڳو ساموندي مخلوق پر وڻ ۽ جهنگلي مخلوق به موجود آهي، ميوا، ٻج ۽ پَنَ جا بي شمار نمونا ڪير تر ۾ پنڌ پهڻ حالت ۾ موجود آهن.

سنڌ ۾ پنڌ پاهڻ جو تصور اسانجن قصن ڪهاڻين ۾ به موجود آهي جن ۾ جادوگر جادوءَ جي زور تي ماڻهن کي پٿر ڪري ڇڏيندا هئا يا سندن جُوڻ ئي مٽائي ڇڏيندا هئا. انهن پٿرايل ماڻهن جي جند ان طلسم مان تڏهن ڇٽندي هئي جڏهن جادوگر مرندو هو. هندوستان جي ادب ۾ انسان جي پنڌ پهڻ ٿيڻ جو پهريون قصو رامائڻ ۾ ملي ٿو جڏهن هڪ رشيءَ جي پاراتي ڪان پوءِ سندس ئي ڌرم پتني پنڌ پهڻ ٿي وڃي ٿي. ان عورت جو ڏوهه اهو هو ته راجا اندر سندس مڙس جو روپ ڌاري ساڻس وقت گذاري ويو هو پر هوءَ ڪيس سڃاڻي نه سگهي هئي.

# شاهي محل

پڳوڊا اڏاوتي نمونو دنيا جي مهانگين اڏاوتن مان هڪ آهي. نيپال جي شاهي خاندان جو اڳوڻو محل "هنومان ڍوڪا" هاڻي عجائب گهر آهي. هي پڳوڊا ڏيکھ ويکر ۽ اوچائيءَ جي لحاظ کان اڄ به کٽمنڊو جي سڀ کان وڏين عمارتن مان هڪ آهي، جيڪو پنهنجي سونهن ۽ مضبوطيءَ ۾ پنهنجي جوانيءَ جهڙو آهي. اها عمارت ايڏي ته سهڻي آهي جو ان کي عجائب گهر ٺاهيو ويو آهي.



پراڻو شاهي محل جيڪو هاڻي عجائب گهر آهي.

ان عجائب گهر ۾ ڇا رکيو ويو هوندو؟ بادشاهه سلامت ۽ سندس وڏڙن جي استعمال ۾ آيل شيون! هيءُ بادشاهه سلامت جو پلنگ آهي ۽ هي فلاڻي وقت ۾ شڪار دوران پاتل بوٽ، هُوءَ پتلون ۽ ان جو پٽو، هو گرامو فون، هوءَ واچ ۽ هوءَ تصوير ان وقت جي آهي جڏهن بادشاهه سلامت گينڊي جو شڪار ڪيو، وغيره وغيره.

عجيب ڳالهه آهي ته بادشاهه سلامت پنهنجن وڏڙن جو سڄو سامان عجائب گهر ڪي سوڪڙي ڪري ڏنو آهي، ٻيو قيمتي ڪاٺ ڪٻاڙ ته ٺهيو پر محل ٻه. پر مان سوچيان ٿو ته وڏا ماڻهو ايڏي وڏي دل وارا نه هوندا آهن، ان ڳالهه ۾ ٻه ڪو راز هوندو! اهو سڄو سامان شاهي خاندان جي ذوق، نزاڪت، امارت ۽ طاقت جو اظهار ڪري ٿو. اهي سڀ شيون عوام ڪي پنهنجين اکين سان ڏسڻ جو موقعو ڏنو ويو آهي. ڇا اها گهٽ ڏنؤس آهي؟

بادشاهه سلامت هاڻي پنهنجي لاءِ نئون محل ٺهرايو آهي. ننڍڙو آهي، فقط ٻاويهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. ان ۾ اهو سڀ ڪجهه آهي جيڪو



شاهي محل جي در وٽ شاهي وڻ ۾ ٽنگيل شاهي چمرا

انگلينڊ جي راڻيءَ جي محل ۾ هوندو. پر بڪنگهم محل ۾ هڪ ڳالهہ نہ هوندي. مون نيپال جي شاهي محل واري باغ ۾ موجود اوچن وڻن تي رات ڏينهن چِرڪندڙ چمڙا پنهنجين اکين سان ڏٺا. اهي چمڙا سِرڻين کان نندا ناهن.

نيپال جي اڪوٽي بادشاهہ هن صديءَ جي وچ ڌاري ايوب خان وانگر پنهنجو پاڻ کي فيلڊ مارشل پدرو ڪري ڇڏيو هو. هتان جو هنومان ڍوڪا ميوزم شاهي خاندان جي نماءَ ۽ دٻدٻي جي اظهار کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جا کهڙا شوق ٿي سگهن ٿا! بادشاهہ سلامت ڇا ڇا نٿو ڪري سگهي؟ البت، سندس محل ڏسي اهو اندازو ٿي ويو تہ هڪ بادشاهہ کهڙيءَ طرح پنهنجي رعيت تي ذهني ڌهڪاءُ وجهي ٿو.

پرڏيهہ مان پڙهيل وڏيرڪا ٻار ٺي ڪريل هوندا آهن تہ بادشاهي گهراڻي جا ٻار ڪيئن هوندا؟ سو تہ فقط تصور ئي ڪري سگهجي ٿو.

بادشاهہ سلامت جي واچن، بوٽن، سنجن ۽ ٽائيپ رائٽر، تلوار ۽ بندوق کان سواءِ شاهي پوشاڪ بہ رکي وئي آهي. اجا تہ بادشاهت هلندڙ آهي. بادشاهي شان شوڪت کي ميوزم ذريعي ڏيکارڻ شاهي دٻدٻي جي اظهار کانسواءِ ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟

هي هرڻ بادشاهہ ماريو. هي گينڊو بادشاهہ ماريو. هي وهيل بادشاهہ ماريو (ڪاش ڪلاچيءَ جي مهاڻي مورڙئي وٽ بہ عجائب گهر ناهڻ جيترا پئسا هجن ها.)

عجائب گهر بادشاهہ جو اڪوٽو محل آهي جنهن ۾ نئين دور جون سهولتون ناهن. نئين دور جون سهوليتون حاصل ڪر لاءِ بادشاهہ سلامت ان محل کي عجائب گهر ۾ بدلائي پاڻ نئين محل ۾ هليو ويو آهي. قوم تي احسان جدا آهي.



سنگرالي

نيپاليءَ ۾ عجائب گهر کي سنگرالي (Sangrale) چون. ملڪ جو سڀ کان وڏو عجائب گهر سوير ڀو ناٿ مندر جي ويجهو آهي. جنهن کي قومي عجائب گهر جي حيثيت حاصل آهي. ان کي "راشٽريه سنگرالي ڇاوني ڪٺمنڊو" سڏين ٿا.

عجائب گهر جون عمارتون اصل ۾ پراڻا محل آهن. هڪ حصي ۾ قديم مجسما رکيا ويا آهن جيڪي گهٽ ۾ گهٽ ٻارهين کان سترهين صديءَ جي وچ جا آهن. پر عجائب گهر ۾ ان کان پوءِ جون مورتيون به آهن. فن جي لحاظ کان اهو اپکنڊ جو شاهڪار آرٽ آهي جيڪو فنڪارن پٿر، پتل، ٽامي ۽ ڪاٺ ۾ پيش ڪيو آهي. مورتيون هندو مت ۽ ٻڌ مت جي مختلف ديوين ۽ ديوتائن سان منسوب مختلف ڪهاڻين جا تفصيل ٻڌائين ٿيون. پر اڪثر مورتيون ديوين ۽ ديوتائن جي شڪتي ۽ ميلاپ جي منظرن تي ٻڌل آهن، جن کي ڀڻ ڌرمي پوترتا حاصل آهي. هر اها مورتي جنهن ۾ ڪو ديوتا پنهنجي زال سان گڏ يا ميلاپ واري حالت آهي ان کي ايئن ئي لکيو ويو آهي، "فلاڻو ديوتا پنهنجي شڪتيءَ سان گڏ". ميوزم ۾ فقط ديوين ۽ ديوتائن جا مجسما ئي ناهن، هتي اڳوڻن بادشاهن ۽ راڻين جون مورتيون به

وڏي اهتمام سان رکيون ويون آهن.

ميوزم جي مکيہ عمارت اڄ کان ۵۴ سال اڳ وزيراعظم راڻا شمشير جي دور ۾ ٺهي هئي. عجائب گهر جو هڪ حصو سينک ڪمانڊر ڀيمسين ٿاپا لاءِ جوڙيل محل ۾ آهي. فوجي ڪمانڊر ڀيمسين نيپالين جو قومي هيرو آهي. هن نيپال تي انگريزن جي حملي مهل وڏي بهادريءَ سان مقابلو ڪيو هو. ان حملي ۾ انگريز فوج کي ناڪامي ٿي هئي. ميوزم، ڇانوڻيءَ جي حدن ۾ ڇو آهي؟ شايد ان ڪري تہ جڏهن عجائب گهر ٺاهيو پئي ويو ان وقت سڀ کان ڪشادي جاءِ اها ئي ملي هئي. بهرحال، ڇانوڻيءَ جي حدن ۾ هئڻ جي باوجود اوڏانهن وڃڻ تي ڪابہ پابندي ناهي. اهوئي رستو سويمر ڀوناٿ ڏانهن بہ وڃي ويچي ٿو. ڀيمسين ٿاپا جو محل ۱۸٦۸ ۾ ٺهيو هو.

عجائب گهر جو ٻيو حصو چئن شعبن ۾ ورهايل آهي. پهرين حصي ۾ ديس ديس جون گڏيون رکيل آهن. جن کي پنهنجو پنهنجو قومي لباس پهريل آهي. گڏين جي ان ميڙ ۾ سنڌي جوڙو بہ رکيل آهي. ٻئي حصي ۾ جهنگلي جيوت آهي، هاٿين جون منڍيون، گينڊا، سيسر، هرڻ، شينهن، پکي ۽ ٻيو گهڻو ڪجهہ رکيل آهي. ٽئين حصي ۾ نيپالي امير گهراڻن جون شاهي پوشاڪون ۽ چوٿين حصي ۾ هٿيارن جي نمائش آهي.

هٿيار جي نمائش واري حصي جي شروعات پٿر جي ٽئين دور وارن اوزارن سان ٿئي ٿي. جنهن ۾ هٿ جون ڪهاڙيون بہ شامل آهن. اهي اوزار لمبني (Lumbni) ۽ ڪوشي (Koshi) وارن علائقن مان ڪوتانري Kottanri ۽ نوالپراسي وتان مليا آهن.

پٿر جي دور جي ان مختصر دريافت کانپوءِ هڪ وڏو خال آهي. ان کان پوءِ هڪدم ڌاتوءَ جي دور جا اوزار شروع ٿي وڃن ٿا. اوزارن جا نالا سنڌي نالن سان هڪجهڙائي رکن ٿا مثال ڪڙگ نالي هڪ هٿيار تلور آهي جنهن جي نوڪ نوڪدار ناهي منڍ کان ڀڃاڙيءَ تائين هڪ جيتري ويڪر ۽

تورڙي گولائي اٿس:



هڪ هٿيار جو نالو ڪُڪري (Khukhri) آهي:



هڪ هٿيار جو نالو ڪوٺا (Khoona) آهي:



هڪ هٿيار جو نالو ڪٽاري آهي:



ڪهاڙيءَ جهڙو هڪ هٿيار بنچارو (Bancharo) آهي:



هڪ هٿيار ڇُري آهي:



هٿيار جا نالا آيا آهن تہ عجائب گهر ۾ موجود جانورن جي مقامي نالن جو ذڪر بہ ڪري سگهجي ٿو. واڳونءَ جي هڪ قسم کي گهڙيال چون ٿا. ان جو ڀيونالو گوهي "Gohi" آهي. چيتي کي چون "چيتوا" واگهہ (شينهن) کي باگهہ چون ٿا. واگهہ پڻ واري شينهن کي چيو وڃي ٿو. هرڻ کي چون مِرگها، ڦاڙهي (Stag) کي بارهہ سنگهي جراء چون. چمڙي کي چون چمڙو.



عجائب گهر
۾
مورتيون

نيپال جو هڪ شاهي خاندان مَلُ (ملهه) آهي. ملهه اصل کتري نسل آهي. ملهه يا مل اهو ئي لفظ آهي جيڪو سنڌ ۾ ملهه راند جي حوالي سان عام آهي. ملهه، اڳين وقتن ۾ جنگ جو هڪ قسم هو. پهلوان هڪ هڪ تي ميدان ۾ لهندا هئا ۽ جسماني زور آزمائيءَ سان هڪ ٻئي کي چت ڪندا هئا. وقت گذرڻ سان کترين جو هڪ پاڙو ملهه پهلوانن جي نالي سان سڃاتپ وٺي ويو. ان پاڙي هڪ ڏينهن نيپال جي حڪومت هٿ ڪئي ۽ شاهي خاندان طور راڄ ڪيو. ملهه خاندان جي هڪ رائيءَ جي سهڻي مورتي سنگهرالي ۾ رکيل آهي جيڪا ارڙهين صديءَ جي اوائل ۾ تيار ڪئي وئي

هئي. راڻي مورتيءَ ۾ ادب سان هٿ ٻڌي ويٺل ڏيکاري وئي آهي. مَل راڻيءَ جي هڪ ٻي مورتي سترهين صديءَ جي ٺاهيل آهي.

هڪ مورتي لليت ترپيورهہ راڻيءَ جي آهي جنهن سونهن ۾ ڪٽمنڊو، لليت پور ۽ ڀڳت پور جي سيني عورتن کي ماريو هو. اها مورتي ويهين صديءَ جي اوائل ٺاهي وئي.

ديوين ۽ ديوتائن مان پاروتي، سوريہ، ناگ راج، برهم، چڪرا مبرا، ڀيرو، وراهي Varahi ۾ شيشا شي ئي Shesasheyi (وشنو) سڪاورا سموارا Sukhavara Samvara، Samvara ، ڀيربا (Bhairabha) وغيره جون مورتيون عام آهن. ڀيرو ۽ ڀيربا ساڳيو ئي ديوتا آهي. "سمورا" ديوتا جي هر مورتيءَ ۾ ديوتا ميلاپ واري حالت ۾ آهي. واراهہ جو منهن سوئر جهڙو آهي. ڀيرو خوفناڪ ديوتا آهي جنهن هڪ ڀيري ڪاوڙ ۾ پنهنجو جسم ڪائي ڇڏيو هو. سڪا واراهہ سموارا مورتيءَ ۾ هڪ ڍڳو هڪ عورت سان ميلاپ ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. اها ڪٿا يوناني زيوس جهڙي آهي جنهن ڏاند روپ ۾ هڪ ديويءَ سان ميلاپ ڪيو هو. برهما واحد



ديوتا آهي جنهن جي چهري تي ڏاڙهي آهي.
ناگ راج جو مٿو انساني ۽ ڌڙ نانگ جو آهي، مٿي تي تاج اٿس.
ڪن مورتين ۾ يوگ آسڻ دوران ٻه ميلاپ ڏيکاريو ويو آهي. حد
اها آهي جو گوتم ٻڌ جي ڪن مورتين کي ٻه ساڳي طرح ڏيکاريو ويو آهي.
نيپال ۾ قائم عجائب گهرن ۾ ڪل ٥٠٠ ڪن ملازم آهن ڪُل ٦٦
عجائب گهر آهن.



نيشنل پارڪ

نيپاليءَ ۾ هڪ لفظ آهي "ترائي". جنهن جي معنيٰ بالڪل اها ئي
آهي جيڪا سنڌيءَ ۾ "ترائي" ۽ آهي يعني ٻن جبلن، ٽڪرين يا ٽِلن جي
وچ ۾ هيٺاهينءَ وارو علائقو يا ترو. ڪانفرنس ۾ اپکنڊ جون مختلف ٻوليون
سمجهندڙ ماڻهو هئا پر نيپالي ترائيءَ جي معنيٰ مونکان سواءِ ڪنهن کي نه
آئي. ورڪشاپ دوران جڏهن ترائيءَ جو لفظ وري وري استعمال ٿيو ته
شرڪت ڪندڙن نيٺ وضاحت گهري ته آخر ترائيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟
شرڪت ڪندڙ بنگالي، هندي، اردو، پنجابي، سنهالي ۽ پوٽاني ڄاڻندڙ هئا.
سو نيپال جي ترائيءَ ۾، جيڪو نيپال جو ڏاکڻو حصو آهي، "رايل
چيتوان نيشنل پارڪ" آهي جنهن کي سنڌ جي کير ٿر نيشنل پارڪ وانگر
فطري حالت ۾ برقرار رکيو ويو آهي. ان پارڪ کي ڏاڍي محنت ۽ ذهانت
سان سڌاريو ويو آهي. نيپالي سرڪار کي اها چڱيءَ طرح خبر آهي ته دنيا
جا ماڻهو ڇا تي هرڪجي نيپال اچن ٿا! هتان جي قدرتي سونهن، جهنگلي

جيوت ۽ ديوين ديوتا يورپي ماڻهن لاءِ وڏي ڇڪ رکن ٿا. جيڪڏهن ڪو ماڻهو جهنگلي جيوت کي قدرتي ماحول ۾ ڏسڻ گهري ته وڃي نيپال جي نيشنل پارڪ ۾ ڏسي. نيپالي سرڪار سياحت ذريعي پرڏيهي ناڻو ڪمائڻ جو نيڪ ناڪ بندوبست ڪيو آهي ۽ اهو پارڪ گهمائڻ لاءِ روڊ رستا ۽ اڏامن جو خاص بندوبست ڪيو ويو آهي.

سياحت وڌائڻ ۾ جيترو ڪردار سرڪار جو آهي ان کان وڌيڪ محنت وري انهن جي آهي جيڪي نجي شعبي ۾ سياحن کي سهوليتون پهچائن ٿا. نيپال ۾ ڳاٺاتي کان ٻاهر ٽوئرسٽ ايجنسيون آهن جيڪي مختلف پاسا گهمائڻ جا انتظام ڪن ٿيون. بس، ماڻهوءَ جو ارادو هجي ۽ کيسو گرم هجي!

رايل چيتوان پارڪ لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته اهو سڄي نيپال ۾ سڀ کان سٺو پارڪ آهي جتي جهنگلي جيوت کي قدرتي ماحول ۾ گهمندو ڦرندو ڏسي سگهجي ٿو. ان ماحول کي بچائڻ لاءِ بادشاه کي مداخلت ڪرڻي پئي هئي ڇو ته نيپال تي هڪ اهڙو وقت به آيو جو سڄي اپکنڊ کي ڪاٺ جي سپلاءِ لاءِ نيپال جي ترائيءَ جا ٻيلا وڏي ناس پئي ڪيا ويا. جيڪڏهن اهو فيصلو وقت سر نه ٿئي ها ته شايد هاڻي اتي جهنگلي جيوت ۽ ماحول به باقي نه هجي ها!.

هڪ اهو وقت به هو جڏهن هن پارڪ کي بچائڻ جي ڪا به ضرورت نه هئي. گهاٽن ٻيلن ۾ جهنگلي جيوت جي حفاظت مڇر ڪندا هئا. هي خوفناڪ مڇر خاص قسم جي مليريا پکيڙيندا هئا جنهن مان فقط اهي بچي ٿي سگهيا جن ۾ زبردست جسماني مزاحمتي قوت هئي. انگريزن جي ڏينهن ۾ هتان لنگهڻ جنگ جي ميدان مان لنگهڻ جي برابر هو. ڪو به نٿي چئي سگهيو ته هن علائقي مان ڪير زنده سلامت نڪري ويندو! هن کي هڪ بيڪار ۽ موتمار علائقو سمجهيو ٿي ويو جنهن ڪري جهنگلي جيوت کي وڌڻ ويجهڻ جو خوب موقعو مليو.

پر بادشاهن کي ڪير سمجهائي؟ راڻا نسل جا وزيراعظم، جن جو تعلق کٽمنڊو سان هو، هٿيار پنهوار کٽي شيل شڪار لاءِ نڪري پيا ۽ شينهن، چيتا، گينڊا ۽ ٻيا جانور ماري ناس ڪيائون. نہ رڳو پاڻ شڪار ڪيائون پر يارن دوستن ۽ غير ملڪي مهمانن هٿان بہ جانور ماراياائون. شاهي عجائب گهر ۽ محل جي ديوارن تي شڪار ٿيل شينهن، چيتن ۽ گينڊن جون منڍيون عام جام ڏسي سگهجن ٿيون.

وري اهو وقت بہ آيو جڏهن مڇر مار دوائن جو وڏي زور شور سان استعمال ٿيو ۽ مڇر گهٽجي ويا. تڏهن ماڻهن ٻيلن ڏانهن رخ ڪيو ۽ وڻ وڍي پورا ڪيائون. جتي جاءِ تي مرضي پين اتي وڻ وڍي زراعت لاءِ گنجائش ٺاهي ڪڍيائون. جڏهن آباديون ٿيون تڏهن ماڻهن جهنگلي جانور مارڻ ۽ ڀڄائڻ شروع ڪيا ڇو تہ جهنگلي جانور ۽ ماڻهو گڏ رهي نٿا سگهن. جهنگلي جانور فصل تباهہ ڪن ٿا ۽ پالتو جانورن سان گڏ ماڻهو بہ مارين ٿا تنهنڪري ماڻهو ڪين اڳ ۾ ئي پورو ڪيو ڇڏين.

نيٺ سرڪار کي حڪم جاري ڪري ٻيلا وڍڻ تي پابندي وجهڻي پئي ۽ ٻيلي کي قومي پارڪ جو درجو ڏيڻي محفوظ ڪيو ويو. اهو ٺيڪ آهي تہ سنڌ جو ڪير ٿر نيشنل پارڪ ايترو سانو نہ آهي ۽ نہ ٿي سگهي ٿو پر ان پڙيانگ حالت ٺي اصل ۾ جهنگلي جيوت کي ڪجهہ نہ ڪجهہ بچايو آهي نہ تہ دادو ضلعي جي وڏيرن تہ شايد قسم کڻي ڇڏيو آهي تہ هو ڪير ٿر ۾ جهنگلي جيوت کي رهڻ نہ ڏيندا. ڪير ٿر جو جهنگلي جانور جيترين ڏکين حالتن ۾ رهي ٿو اوترو ڏکيو شايد ئي ڪو هوندو ڇو تہ ڪير ٿر ۾ پاڻي ۽ ساوڪ جي شديد کوٽ آهي، مٿان وري سردارن وزيرن ڪامورن ۽ عربن جون بندوقون آهي جيڪي جانورن کي ڳوليندي ٿيون وتن.

## ”ڪيسنو نيپال“



ڪيسينو نيپال ايشيا جي سڀ کان وڏن جوئا خانن مان هڪ آهي. جتي روزانو لکها ڊالر داءَ تي لڳن ٿا ۽ پرڏيهي ماڻهو پنهنجا پريل ڪيسا چنڊي نڪرن ٿا. ايئن به ناهي ته ڪو سڀ ڪنگلا ٿي نڪرن ٿا ڪي ڪيسا ڀري به نڪرن ٿا. ڀاڳ ۽ نڀاڳ جي هيءَ آزمائش فقط پرڏيهي ماڻهن لاءِ آهي.

ڪيسينو انتظاميه گراهڪ ڦاهڻ يا ڦاسائڻ جا وڏا گر ڄاڻي ٿي. هر شام جو ڪيسينو نيپال جون بسون ڪٺمنڊو شهر جي سڀني مکيه هوٽلن جا چڪر هڻڻ شروع ڪن ٿيون. هر نئين آيل سياح کي هفتي جي ويزا تي به سئو هندوستاني رپين جي جوئا مفت کيڏڻ جو حق آهي. جيڪڏهن وٽس هڪ مهيني جو ويزا آهي ته هو مهيني ۾ چار ڀيرا به به سئو رپين جا ٽوڪن مفت وٺي جوئا کيڏي سگهي ٿو.

جوئا ۾ ڪشش آهي. جيڪو هارائي ٿو سو هاريل رقم واپس حاصل ڪرڻ لاء پيهر وڏو داءُ هڻي ٿو ۽ جيڪو کٽي ٿو سو اڃا کٽڻ لاء پيو داءُ هڻي ٿو. داء تي داءُ لڳي ٿو ۽ سياح ڪيسينو جي ماحول ۾ رنگجي وڃي ٿو. چوطرف پيهه پيهان، بيئر جي بوء، وسڪيء جا پيگ، سگريٽن جا دونهان، تاس جي پتن جون ناپيون ۽ پاڳ جو چڪرو. جيڪو اڃا بيٺو ٿي مس ٿي تہ وري ٿي ڦريو.

هيءُ ڪيسينو هتي ١٩٦٨ع ۾ کليو آهي پر دنيا ۾ نالو ڪڍيو اٿس. شايد ان ڪان ئي متاثر ٿي ڪراچيء جي ڪلفٽن تي ڪيسينو کوليو پئي ويو جيڪو پوء کلڻ نہ ڏنو ويو. چون ٿا تہ ڪيسينو جي هجڻ سہ ڪراچي پرڏيهي ناٿي سان پرجي وڃي ها! خير ڪراچيء جو پاڳ!

جيڪڏهن ڪنهن کي ڪيسينو ۾ موجود رانديون ڪيڏڻ نٿيون اچن تہ ڪيسينو جا ملازم ڪيڏڻ سيکارين ٿا. اهي ڏکيون رانديون نہ آهن. معمولي سمجهاڻيء سان راند اچي وڃي ٿي. هتي موجود راندين جا نالا البت منهنجي لاء بنهہ نوان هئا. "روليٽي" "بليڪ جيڪ" ۽ "پونٽون"، پيون بہ رانديون آهن پر مان نالا ياد رکي نہ سگهيس. هتي پارتي رپيو، نيپالي ڪرنسي، ڊالر، ٽريولرز چيڪ ۽ وڏين بينڪن جا ڪريڊٽ ڪارڊ بہ هلن ٿا يا ڪائونٽر تان مٽائي سگهجن ٿا. سڀ ڪان وڏي ڳالهہ تہ جيڪڏهن ڊالر ڪلا ڪرايا ويا ۽ جوئا ڪيڏندي پاڳ پاسو ڏنو تہ ادائيگي بہ ڊالر ۾ ٿيندي آهي. اڃا بہ وڏي ڳالهہ اها تہ اهي ڪتيل ڊالر ملڪ مان ڪٽي وڃڻ جي اجازت بہ آهي.

نيپالي ماڻهن کي ڪيسينو ۾ وڃڻ ۽ ڪيڏڻ جي اجازت ناهي. هائو! جيڪڏهن اهي سئا جوئاري آهن ۽ اٽڪ، محنت ڪري ڪيسينو جي ڪمائي وڏائي سگهن ٿا تہ پوء پلي اچن پر ملازم جي صورت ۾. اڪثر پارتي سيئيون ڪيسينو ۾ جوئا ڪيڏندا نظر ايندا. مون هتي هڪ سِک بہ ڏٺو جيڪو پنهنجي زال سان گڏ داءُ هڻي رهيو هو. جوئس ڪيس وري وري ۽

نئون داءُ هڻڻ لاءِ اپاري رهي هئي ۽ مون حيرت ٿي ڪاڏي ته هيءَ ڪهڙي گهرڙياڻي آهي جيڪا مڙس سان گڏ جوئا خاني ۾ داءَ تي داءُ هڻائي رهي آهي! ٻئي زال مڙس ڪي وڏا تجربيڪار جوئاري هئا.

پارتي سيٽ نيپال ڪيسينو ۾ جوئا کيڏڻ انڪري ٻه ايندا آهن ته جيئن ڪاري ڏن کي اڇو ڪري سگهن. اهو تمام سولو آهي. هو جيتوٽيڪ هارائيندا ٻه آهن تڏهن ٻه اعلان اهو ڪندا آهن ته هئن کٽيو آهي. ڪتيل دولت پارت کٽي وڃڻ تي پارت کي ڪو ٻه اعتراض ناهي، هتئون خوشي ٿيندي آهي. پرڏيهي ناڻو جو ايندو آهي. هتي اڄڪلهه هڪ آمريڪي ڊالر42.50 نيپالي رپين جي برابر آهي (سيپٽمبر ١٩٩١ع ۾) جڏهن ته عام نيپالي قانون موجب جيڪڏهن ڪو ماڻهو نيپال ۾ سئو ڊالرن جو ٽريولرز چيڪ ڪولائي ٿو ته ڪيس ٨٥ ڊالر نيپال ۾ خرچ ڪرڻا آهن ۽ فقط ١٥ ڊالر واپس بچائي کڻي وڃي سگهي ٿو.

هن وڏي جوئا خاني ۾، جنهن بابت مونکي تاثر هو ته ان ۾ دنيا جا وڏا لچ لوفر جمع هوندا، مونکي سڀ ماڻهو وڏا "خاندان" محسوس ٿيا جيڪي ٻارن ٻچن سان گڏ سک وانگر داءَ تي هڻي رهيا هئا. هر ڪو پنهنجي ڪرت ۾ پورو هو، هر ڪو کيڏي رهيو هو. دنيا جا سڀ ڪان وڏا اشراف ايشيا جي سڀ ڪان وڏن مان هڪ جوئا خاني ۾ جوئا کيڏي رهيا هئا. پر لڳو نٿي ته هو جوئا کيڏي رهيا هئا. هو ته دل وندرائي رهيا هئا! اسان ٺي بيوقوف هئاسون جن هئن کي لچ لوفر ۽ شرابي ڪبابي ٿي سمجهيو.



# هوٽلن ۾

هوٽل شنگريلا جي چائنيز ياڳي ۾ با ادب بيٺل ويٽر ڏسي مونکي چنگيز خان جون فلمون ياد اچي ويون. هيءُ ويٽر نسلي طور منگول هو. خود چنگيز خان جي بورچي خاني ۾ ڪو اهڙو بورچي هجي جنهن کي ڏسي عزرائيل ياد نہ اچي، اهو ممڪن نہ هو. پر هي ويٽر ڏسي مونکي اطمينان ٿيو تہ هاڻي منگول تلوارون ڦٽيون ڪري چڪا آهن ۽ ماڻهوءَ ذات کي منجهائن موت جو خطرو باقي نہ بچيو آهي.

هيءُ نوجوان منگول هن هوٽل ۾ 1700 رپيا ماهوار تي نوڪر هو. هيءَ اها هوٽل آهي جنهن ۾ چانهہ يا ڪافيءَ جو هڪ ڪوپ 55 رپين جو آهي، نيرن جو بل -/345 رپيا آهي ۽ ايگ سينڊوچ تي مشتمل هڪ ڊش ۽ ڪجهہ تريل پٽاٽن وغيره جو بل -/645 رپيا آهي. يعني اهو ويٽر هن هوٽل ۾ پنهنجي خرچ تي فقط ڏيڍ ڏينهن جي ماني کائي سگهي ٿو. نيرن ۾ وڏ ۾ وڏ جيڪي شيون پيش ڪيون وڃن ٿيون اهي هن ريت آهن، ٻہ بيدا فراء، ٻہ سلائس، هڪ ٽڪي مکڻ جي، هڪ پيالي رب جي، هڪ چانهہ ۽ جوس جو هڪ ٽڪڙو گلاس ..... بس هڪ يا ٻن ڏڪن جيترو. نيپال ۾ 345 رپيا هرويرو ننڍي رقم ناهي. ڪنهن بہ ننڍي هوٽل ۾ ان رقم سان گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڏينهن ٽيئي وقت ماني کائي سگهجي ٿي.

هوٽل جي هر بل تي ١٥ سيڪڙو ٽيڪس لڳي ٿو. هيڏي شاهوڪار هوٽل ۾ پڳهارن جي اها شرح ڪافي مايوس ڪندڙ هئي. خاص ڪري ان وقت جڏهن هوٽل خدمت ڪندڙ ادارو هوندو آهي ۽ خدمت جو ذريعو هوٽل

جو پورهيت عملو ئي آهي.

هنن هوٽلن جا پيا بہ ڪيئي پهلو آهن. پاڪستان جي هوٽلن ۾ عورتون ويٽر يا صفائي ڪندڙ عملي طور ملازمت نہ ڪنديون آهن. پر نيپالي هوٽلن ۾ اڪثر ڪم عورتن جي حوالي آهي. مون عورتن کي نيپال ۾ فقط ڊرائيوريءَ جي پيشي ۾ نہ ڏٺو، نہ تہ اهي هر هنڌ مردن سان گڏ آهن. شايد ان ڪري تہ مسلم معاشرو چوڪرن ۽ چوڪرين کي ننڍي ڄمار ۾ ئي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ڇڏي ٿو. جڏهن تہ هندو معاشري ۾ هرو ڀرو اها صورتحال ناهي، اهي بهرحال پردي جي بندش کان آزاد آهن. اسان هاڻي عورتن کي هر شعبي ۾ اڳتي وڌائڻ گهرون ٿا پر لڳي ٿو تہ هاڻي ڪافي دير ٿي چڪي آهي.

## ڪتاب

ڪٽمنڊو جي سڀ کان سستي مارڪيٽ رتنا پارڪ آهي، بالڪل ائين جيئن ڪراچيءَ ۾ جمع بازار يا منگل بازار وغيره آهن، فرق فقط اهو آهي تہ ڪراچيءَ جون اهي بازارون هفتيوار آهن پر رتنا پارڪ واري بازار آچر کانسواءِ هر ڏينهن تي لڳي ٿي. آچر نيپال ۾ هفتيوار موڪل جو ڏينهن آهي. رتنا پارڪ ۾ هر شئي ملي ٿي، سبيل نهيل ڪپڙا هجن يا ٿانءَ ٿپا، ٿيلها، بوٽ ۽ ڪيسٽون هر شئي ملي ٿي.

اهو اتفاق ئي هو جو مونکي رتنا پارڪ جي دروازي تي هڪ سنڌي ڪتابڙو ملي ويو. اڃي ڇمڙيءَ وارو هڪ يورپي هندو هر ايندڙ ويندڙ جو

ڏيان ڇڪي ڏرمي چوپڙيون ۽ ڪتابڙا وڪڻي رهيو هو. بالڪل ايئن جيئن پاڪستان ۾ مسجدن آڏو تبليغي همراهه مذهبي لٽريچر وڪڻندا آهن. جرمن نسل جو هيءُ يار ڪتابڙا ذري گهٽ مفت ۾ ورهائي رهيو هو. شايد ڪيس مفت ۾ مليا هئا.

هيءُ همراهه آٺ ڏهه سال اڳ ڪراچيءَ جي نارائڻ سوامي مندر ۾ رهي ويو هو. اصل ۾ ته الائي ڪهڙي مذهب جو هو پر دنيا جهان جا ڏڪا ڪاٺڻ کانپوءِ ان نتيجي تي پهتو هو ته پئسو ڪجهه به ناهي، اصل اطمينان ڀڳوان جي تلاش ۾ نڪرڻ ۽ هن کي راضي ڪرڻ آهي.

شهر ۾ ڪتابن جا چار سٺا دڪان هئا. مونکي منو سمرتي ۽ ويدن جي تلاش هئي، پر ڪو نه مليا. تهمينه ڪر جو لکيل ڪتاب ماءِ فيوڊل لارڊ" البت هر دڪان تي نمايان رکيو هو. هڪ ڪتاب گهر ۾ سنڌ تي تحقيق جا ڪتاب هئا. تمام پراڻا پر مهانگا. مثال طور ڏيڍ سئو صفحن جو هڪ ڪتاب ١٠٥ ڊالرن جو هو يعني، اڄوڪي تاريخ ۾ ۴٢٢٩ نيپالي رپين جو. ڪتابن جون قيمتون ڏسي دڪاندار کي هٿ ٻڌي نمسڪار ڪري لهڻو پيس، دڪاندار به جواب ۾ هٿ ٻڌي مرڪي نمسڪار ڪيو چڻ چوندو هجي، "مونکي اڳ ئي خبر هئي ته تون نه وٺي سگهندين!"

# ٽرانسپورٽ / رڪشا / ٽيڪسي

سچا سارا چار ڪلاڪ پنڌ ٿي پنڌ ڪٽمنڊو جون مارڪيٽون ڏاميل، نيو روڊ ۽ رتنا پارڪ گهمڻ ڪانپوءِ جڏهن ٿڪجي هلڻ کان انڪار ڪيو ۽ ٽيڪسي ٽيمپو وارن جي اڳهن ڪي پڇي نہ سگهيس تہ سائيڪل رڪشا واري کي هٿ ڏنم.

هتي موٽر رڪشا کي ٽيمپو چيو ويندو آهي ۽ سائيڪل رڪشا کي رڪشا. ٽيمپو ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا اهي جيڪي ميٽر سان هوندا آهن ۽ ٻيا اهي جيڪي مخصوص روٽ تي هلندا آهن. انهن بہ اٺن ڄڻن کي ڪڪڙن وانگر سٽي ڪنيو ويندو آهي. دلچسپ صورتحال اها آهي تہ انهن ٽيمپوئن ۾ اٺ نيپالي تہ اچي سگهن ٿا پر ڇهن پاڪستانين کان وڌيڪ اچي نٿا سگهن. سو، سائيڪل رڪشا واري مهرباني ڪري مونکي رتنا پارڪ کان شنگريلا تائين ۱۵ رپين ۾ پهچائڻ قبول ڪيو جڏهن تہ روٽ وارو ٽيمپو فقط ڏيڍ رپيو وٺي ها. پر هيءَ گهڙي اهڙي هئي جو انهن بہ اڪيون ٽيرائي ڇڏيون هيون.

ڊرائيور هر جاءِ تي ڊرائيور آهي. چاهي اهو بس ڊرائيور هجي يا ٽرڪ ڊرائيور، ٽيمپو ڊرائيور هجي يا ٽيڪسي ڊرائيور، هر جاءِ تي ڊرائيور جي ذهنيت ساڳي آهي. مون هتي بس ۾ بہ سفر ڪري ڏٺو، ٽيڪسيءَ ۾ بہ، ٽيمپوءَ ۾ بہ ۽ رڪشا ۾ بہ. مونکي تہ پاڪستاني ۽ نيپالي ڊرائيورن ۾ ڪو بہ فرق نظر نہ آيو.

هتي تازو ئي تيل جي قيمت وڌڻ کان پوءِ هائي پيٽرول ٢٦ روپيا في ليٽر آهي. جڏهن تہ اسان وٽ پاڪستان ۾ هڪ سئو ريين ۾ 8.47 ليٽر قيمت مقرر آهي. يعني لڳ ڀڳ پوڻا ٻارنهن رپيا في ليٽر کو بہ رڪشا ٽيڪسيءَ وارو ڏاڍي مشڪل سان ميٽر تي هلڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ اها صورتحال ان مهل وڌيڪ شدت اختيار ڪندي هجي جڏهن اهي پرڏيهين کي ڏسن ٿا. اسان وانگر هتي بہ پرڏيهي ماڻهوءَ جي معنيٰ لکها پتي ورتي وڃي ٿي. پوءِ ڀلي ڪٿي اهو پرڏيهي پنهنجي ملڪ ۾ پگهار دارن وچولي طبقي جو ماڻهو ڇو نہ هجي.

سائيڪل رڪشا واري جي زبان سمجهڻ منهنجي لاءِ ڏکي ڳالهہ هئي. هو نيواريءَ ٻڌ هو. پوري قوت سان پيدل ٿي هنيائين تہ مس وڃي سائيڪل جي ڦيٿي هڪ چڪر تي پورو ڪيو. ۾ مجال آهي جو ساهہ چڙهيو هجيس. جسم جي پوري سگهہ هڻڻ کان پوءِ بہ هو ايتري سکون سان ڳالهائي رهيو هو ڄڻڪ پنڌ هلندو هجي. مون گهڻيون ڳالهيون نہ سمجهيون بس ايترو سمجهيم تہ هن اجوڪي ڏينهن ۾ اڍائي سئو رپيا نيپالي ڪمايا آهن ۽ هو ڏاڍو خوش آهي. هن ماڻهوءَ اجوڪي ڏينهن ۾ ڪو سٺ سترڪلوميٽر سائيڪل رڪشا هلائي آهي. هن رتنا پارڪ کان شنگريلا تائين ١٥ رپيا ورتا جڏهن تہ اهو پيرين پنڌ اٽڪل ٣٥ منٽن جو رستو آهي، يعني اٽڪل ٣ ـ ٥ ڪلوميٽر.

## گاڏيون ۽ قيمتون:

ڪالهہ اسان هڪ ٽيڪسيءَ ۾ سفر ڪيو هو. اها اسٽار ليٽ ٽويوٽا ماڊل ١٩٨٠ ڪار هئي، يعني ١١ سال پراڻو ماڊل. ٺيڪ ٺاڪ ڪتارو حالت هئس، بس! هلي رهي هئي. ٽيڪسي ڊرائيور ٻڌايو تہ ان حالت ۾ ان گاڏيءَ جي قيمت اٽڪل ٻہ لک رپيا نيپالي آهي.

پاڪستاني دوست مسعود قدوائي ٻڌايو تہ هتي موٽر سائيڪل سي

ڊي ١١٠ جي شوروم قيمت هڪ لک ڏهه هزار رپيا آهي. جنهن جي پاڪستان ۾ قيمت ٣٥ ـ ٤٠ هزار رپيا هوندي. قيمتن ۾ ايڏي گهٽائيءَ جو سبب شايد اهو آهي تہ هتي اليڪٽرانڪ‌ءِ اهڙين ڀين شين تي ٢١٥ سيڪڙو ٽيڪس آهي.

بسن جو نظام

هتي بس جو نظام ٻن قسمن جو آهي. هڪ سرڪاري ۽ ٻيو غير سرڪاري. عام ٽرانسپورٽر پنهنجو پئسو ٽوئرازم جي حوالي سان ٽرانسپورٽ ۾ سيڙائين ٿا. ڇو تہ ڪٽمنڊو جي معيشت ٽوئرسٽ اڪنامي واري آهي. هتي اهڙيون ٽوئر ايجنسيون آهن جن جو مختلف هوٽلن سان رابطو آهي. اهي هوٽلن جي معرفت قافلن کي شهر جي چوڌير يا ڪنهن ڏورانهين منزل تائين وٺي وڃن ٿا. اهي آرام واريون سواريون آهن پر ڏاڍيون مهانگيون. پر ان کي ڇا ڪجي جو ڪا ٻين وات ناهي. نيپال گهمڻ جو سڀ کان سٺو طريقو اهو ئي آهي تہ ٽريول ايجنسين سان رابطو ڪري ڪنهن اهڙي قافلي ۾ شامل ٿي وڃجي جيڪو ساڳي منزل ڏانهن ويندو هجي.

خانگي بسون بہ آهن جن ۾ پاڪستاني بسن وانگر ٻڪر ٻوسات ٿئي ٿي. اها ئي حالت سرڪاري بسن ۾ بہ آهي. ڀاڙا ڪيترا بہ ٿورا هجن پر غريب نيپالي ڳوٺاڻن جي چيلهہ ڀڃڻ لاءِ ڪافي آهن.

سرڪاري بسن جو هڪ ٻيڙو اليڪٽرڪ سرشتي سان جڙيل آهي جنهن کي ٽرالي بس چئجي ٿو. اهو سرشتو ١٠ ـ ١٢ سال اڳ چين جي مدد سان قائم ڪيو ويو آهي. ٽڪيٽ بہ ساڳي آهي جنهن ڪري نيپال پيٽرول ۽ ڊيزل جي وڏي خرچ کان ڇٽل آهي ۽ عوامي ٽرانسپورٽ گهاٽي ۾ ناهي.

نيپال ۾ غربت ۽ ٽرانسپورٽ جو ٻيو ڪو بہ متبادل نہ هئڻ سبب لڳ ڀڳ سڄو نيپال بس ۾ سفر ڪري ٿو. ان جي باوجود نيپالي ٽرانسپورٽ کاتي جي ڏانهن پٺي ٻوي تہ اهو خساري ۾ آهي. اها ڏانهن بالڪل ايئن آهي

جيئن سنڌ ۾ آيس آر ٽي سي وارن جي ڌانهن پٽي پوندي آهي ته اهي گهاٽي ۾ آهن جيتوڻيڪ انهن کان بهتر سروس ڏيندڙ پرائيويٽ ٽرانسپورٽ ڪمپنيون تمام گهڻو ڪمائي رهيون آهن.

عورت

جابلو عوت ڏاڍي محنت ڪري ٿي. مٿس ٽيڻا چوڻا بار آهن. مرد ڪمائڻ لاءِ شهر هليا وڃن ٿا ۽ عورتون گهر سنڀالين ٿيون. هونئن گهر اُتي ٿي هوندو آهي جتي عورت هوندي آهي. مرد ته شهر ۾ وڃي هِتي هُتي چڙن وانگر وڃيو رهي ۽ مهينن کان پوءِ موٽي. پوئتي عورت ٻار سنڀالي، ڪاتيون ڪري، پاڻي ڀري، ڪپڙا لٽا ڌوئي، چلهه سنڀالي، ڳوٺ وارن سان اتي ويٺيءَ ۾ شامل ٿئي ۽ سنهو ٿلهو ڌنڌو ڪري ٿي ته جيئن زندگيءَ جو گاڏو گهلبو رهي.

نيپال ۾ ڏاج جو رواج ڪو نه هو. البت هاڻي اهو رواج هلي پيو آهي ته ڇوڪرين جا مائٽ ڏيڻ کي ڪجهه نه ڪجهه ڏين ٿا. ڳوٺن کان شهر ڏانهن لڏ پلاڻ ۾ مردن جو تعداد عورتن کان وڌيڪ آهي. نيپال جي تاريخ ۾ مردن جي هڪ وڏي لڏ پلاڻ انگريزن جي وقت ۾ ٿي هئي. اهي ماڻهو هندستان جي فوج ۾ ڀرتي ٿيا هئا. مرد ماڻهن جي گهر کان دوريءَ عورتن کي ڪافي بااعتماد ڪري ڇڏيو آهي.

نيپال ۾ فيملي پلاننگ ڪامياب نه ٿي آهي پر سرڪار وڏا وس پئي ڪري. ڊاڪٽر ڪي آر پانڊي ورڪشاپ ۾ ٻڌايو ته هن کان اڳ نيپال ۾ پرائمري هيلٿ سينٽر به ڪونه هئا. هاڻي به سئو مان فقط ڏهه ويم اسپتال ۾ ٿين ٿا. عام طور ماءُ پيءُ فيملي پلاننگ لاءِ ان مهل ڊاڪٽر سان رجوع

ٿا ڪن جڏهن ڪين پنج ڇهه ٻار  ٿي چڪا هوندا آهن، اهڙي طرح آدم واڌ روڪڻ ۾ حڪومت ڪامياب نه ٿي سگهي آهي. هونئن به نيپالي ماڻهو گهڻا ٻار ان ڪري ٿا چاهين جو ڪين پڪ ناهي تہ انهن مان ڪيترا مري ويندا
سماج ۾ جيئن تہ مرد جي بالادستي ۽ جهالت آهي تنهنڪري جيڪڏهن ڪو ڪٽنب فيملي پلاننگ لاءِ راضي به ٿئي ٿو، تہ به اها عورت ئي آهي جنهن کي اسپتال ۾ آپريشن جي چڪر مان لنگهڻو پوي ٿو. عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪندڙ عورتن تي ان عمل تي به ڪي اعتراض آهي. سندن چوڻ آهي تہ آخر فيملي پلاننگ فقط عورتن سان ئي ڇو لاڳو آهي؟ ملڪ جي قانون موجب ٻار ڪيرائڻ غير قانوني آهي پر MR قانوني آهي.

آباديءَ جي لحاظ کان عورتون اڌو اڌ آهن پر گهرن ۾ سندن حق برابر ناهن. ڪاڏي پيٽي ۾ مرد توڙي ڇوڪرن کي بهتر خوراڪ ڏني ويچي ٿي. اها عورت جي اخلاقي ذميواري بڻجي ٿي تہ اها مرد کي بهتر ۽ وڌيڪ حصو ڏي. سياحت نيپالي عورتن لاءِ هڪ نئون عذاب آندو آهي. هوريان هوريان اخلاقي برايون وڌنديون پيون وڃن ۽ هاڻي تازين رپورٽن موجب ايڊز جو مرض به اچي پهتو آهي. هيل تائين ٽي مريض رڪارڊ تي آيا آهن. هن کان اڳ نيپالي عورتن لاءِ بدناميءَ جو اهو ئي وڏو ٽِڪو هو تہ هندستان جي مختلف شهرن ۾ قائم حسن جي بازارن ۾ نيپالي عورتون سمگل ڪري پهچايون وڃن ٿيون ۽ انهن کي پيشو اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي.

نيپال جي ڪنهن به شهر ۽ ڳوٺ ۾ چڪر هڻبو تہ عورتون ڪيتن ۾ ڪم ڪنديون ۽ دڪان هلائينديون نظر اينديون. واپار ۾ ڏاڍيون پڪيون آهن پر شين جا اگهه وڌيڪ ٻڌائين ٿيون. شايد پرديسي ڏسي هر ڪو ڪل لاهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. عورتون ننڍڙن گهرن آڏو دروازي تي، ڏيڍين ۾ ننڍڙا ننڍڙا دڪان کولي ويٺيون آهن، پيو نہ تہ ڀاڄي راشن جو دڪان، سگريٽ بيڙي ۽ بسڪوٽن جو دڪان. وڏن دڪانن تي به ويٺل آهن. ڪيچ تي ٻار، پير ۾ ٽفن باڪس، ساڙهيءَ جي ور ۾ پئسون ۽ زبان تي شين جا اگهه، ”پنجويهه ...... چگو پلا چويهه رپيا..... بس آخري دام ويهين رپئي کان گهٽ نہ ٿيندو.... ڪپئي تہ ڪڻ، نہ تہ هَل!“

پاڪستان ۾ عورتن ڪي دڪان هلائڻ لاءِ ڇنجي تہ شايد ترٽلو
ٿجي وڃي. مذهبي جماعتن وارن ڪي اسلام خطري ۾ نظر ايندو ۽ عورتن
جي ڀلائيءَ واريون تنظيمون شايد اهو چوڻ لڳن تہ اهو عورتن جو استحصال
آهي. هتي عورتن کي ڪم ڪندو ڏسي وڏو اطمينان ٿئي ٿو. سچ پچ تہ
جيڪڏهن نيپالي عورت ڪمائيءَ ۾ مردن سان ڀائيواري نہ ڪن تہ غربت جو
گراف خبر ناهي ڪٿي وڃي پهچي.

## سلوار قميص

ان ڪي سنو اتفاق ئي چئجي تہ هڪ پاڪستاني ماڻهوءَ سان ڏيٺ
ٿي وئي. نہ تہ هتي پاڪستانين جو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ جيترو آهي. مسعود
قد وارئي پاڪستاني انسٽرڪٽر آهي. هتي ڪجهہ سالن کان عالمي بينڪ جي
تعاون سان هلندڙ اداري ۾ ڪم ڪري ٿو. ادارو چمڙي جي صنعت سان
لاڳاپيل آهي ۽ ٻنهي ملڪن جون صنعت بابت وزارتون ان اداري سببان رابطي
۾ آهن. هن ٻڌايو تہ هتي پنج ڇهہ پاڪستاني ڪٽنب آهن، جن مان ٻئي
ڪراچيءَ جا ويٺل آهن. هڪ سندس گهر، ٻيو نيپال ۾ پاڪستاني سفير،
ٽيون پي آءِ اي جو اسٽيشن مئنيجر، چوٿون ننڍو مئنيجر ۽ ڪي هڪ اڌ ٻيا
ڪٽنب آهي.

نيپال ۾ عورتن کي هر قسم جي لباس ۾ ڏسي سگهبو. پرڏيهين
کي ڇڏي جيڪي ڪنهن بہ لباس ۾ هلي سگهن ٿا. نيپالي عورتن کي
ساڙهي، سلوار قميص، جينز ۽ اسڪرٽ ۾ ڏسي سگهبو. پر اها ڳالهہ نوٽ
ڪرڻ جي هئي تہ پڙهيل ۽ يشن ايبل طبقو سلوار قميص کي پسند پيو

ڪري، خاص ڪري ڪاليج جي عمر جون ڇوڪريون. مون ١٥ ڏينهن ۾ فقط ٻن ٽن نيپالي مردن کي سلوار قميص ۾ ڏٺو.

مسعود ٻڌايو تہ هتي ٻن ٽن سالن کان هفتي ۾ هڪ ڀيرو نيپالي ٽيليويزن تان پاڪستاني ڊرامو يا ڊراما سيريز ڏيکاري وڃي ٿي، جنهنڪري هتي عورتن ۾ سلوار قميص جو فيشن پيو آهي. پر ان مهل مونکي حيرت ٿي جڏهن هڪ نيپالي ڇوڪريءَ مونکي ٻڌايو تہ سلوار قميص کي پاڪستان جو نہ پر ڀارت جو لباس سمجهيو وڃي ٿو. فيشن اختيار ڪرڻ ۾ عورتون مردن کان ڪيتريون اڳتي آهن؟ ان جو اندازو نيپال ۾ ويهي بهتر طور لڳائي سگهجي ٿو. ان لاءِ سلوار قميص جو مثال ئي ڪافي آهي جيڪو اڃا تائين مردن اختيار نہ ڪيو آهي پر نوجوان ڇوڪرين جو من پسند لباس ٿي ويو آهي.

## صحت ۽ عوام

نيپال جي ماڻهن کي ڏسي احساس ٿئي ٿو تہ واقعي نيپالي ماڻهو صحت جي معاملي ۾ گهٽو پوئتي آهن. اها ڏاڍي حيرت جهڙي ڳالهہ آهي، خاص ڪري ان صورت ۾ جڏهن سڄو ملڪ زرعي آهي ۽ ماحولياتي آلودگيءَ اڃا خطري جي زوردار گهنٽي نہ وڄائي آهي.

نيپالين جي غربت سندن صحت خراب ڪري ڇڏي آهي. کٺمنڊو ۾

دوائن جا دڪان جام آهن، انهن جي وڏي ڪمائي آهي. آهي تہ دوا بہ مهانگي پر روزگار جا ذريعا وڌائڻ ۽ صحت مند ماحول قائم ڪرڻ لاءِ نوان پروجيڪٽ اڃا بہ مهانگا هوندا آهن تنهنڪري عوام جو گذارو دوائن تي



نيپال جي هڪ گهٽيءَ ۾ هڪ نيپالي عورت پنهنجن سورن سان

آهي.

غربت، بيماري ۽ جهالت جي صورتحال اها آهي جو چون ٿا ته ڪجهه وقت اڳ نيپال جي ڪنهن علائقي ۾ ڪالرا پکڙي. جنهن ۾ گهڻئي ماڻهو مري ويا. ڊاڪٽر اتي پهتا ته خبر پئي گهڻا ماڻهو فقط ان ڪري مئا هئا جو جيئن ئي ڪنهن مريض کي دست شروع ٿي ٿيا ته هن جا مائٽ ڪيس ڇڏي هليا ٿي ويا ته متان اها بيماري کين لڳي نه پوي.

غربت کي منهن ڏيڻ لاءِ فيملي پلاننگ جو ڪاتو سرگرم آهي. سارڪ جي ملڪن ۾ ان شعبي تي گهڻو ڌيان ڏنو پيو وڃي، پر جيئن ته زرعي سماج ۾ مرد وڌيڪ ڪارائتو رڪن سمجهيو وڃي ٿو تنهنڪري نيپال ۾ ان ماڻهو کي بدقسمت سمجهيو ٿو وڃي جنهن کي پٽ نه هجي. ڪنهن گهر ۾ ڇوڪري ڄائي ته چوندا "لڪشمي آئي آهي" پر نيپالي ماڻهن جو خيال آهي ته جيڪڏهن ڪنهن کي اولاد ۾ ڇوڪرو نه هوندو ته هو بهشت ۾ نه ويندو. هر ماڻهو بهشت ۾ وڃڻ گهري ٿو، زندگيءَ ۾ نه سهي، موت ڪان پوءِ ته بهشت ملي!

غربت ماڻهپي کي مجروح ڪري ڇڏيو آهي. اسان کي ٻه چار دردناڪ واقعا ٻڌايا ويا. ڪجهه وقت اڳ لمبني (گوتم ٻڌ جي جنم ڀومي) ۾ هڪ عورت ٻک کان پنهنجا ٻار ڪاٽا. قانون وچي جيل ۾ وڌس، اتي پاڻ کي ڦاهو ڏيئي ماري ڇڏيائين. ڪالرا پکڙجڻ واري واقعي وقت هڪ ٻيڙو بيمار ٿيو ته سندس پٽ پيءُ لاءِ قبر کوٽڻ لڳو. ڪيس پڪ هئي ته هو علاج ڪرائي نه سگهندو ۽ پوڙهو مري پوندو. ڪو ٻه پٽ جيئري پيءُ لاءِ قبر کوٽي! اها ڪيفيت چريائپ کان گهٽ نه ناهي.

نيپالي ماڻهن جا لڙڪ شايد هاڻي سڪي ويا آهن يا دل پڪي ڪري ڇڏي اٿن. ڀهراڙيءَ جي هڪ سهڻي ڇوڪريءَ بابت هڪ واقعو اسان کي تمام رواجي انداز سان ٻڌايو ويو. ان جوان عورت جاڙا ٻار ڄڻيا هئا.

انهن مان هڪ ڪمزوريءَ سبب مري ويو. ماءُ رُني تہ عورتن دلاسو ڏيڻ بدران ڇڙٻون ڏنس. ”اڙي روئين ڇو ٿي.... ڇٽي ٿي آهين ڇا! جوان آهين ٻيا ڄڻيندينءَ“ شايد اها ڳالهہ سچي آهي تہ جڏهن غربت حدون اورانگهي ويندي آهي تڏهن ماڻهوءَ ان جا اعليٰ قدر بہ مري ويندا آهن. انهن ڏکوئيندڙ واقعن کي سرڪار محسوس نہ ڪيو. البت اديبن ۽ صحافين انهن خبرن جو سخت نوٽيس ورتو. انهن مضمون لکيا، شعرن ۾ انساني روح کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي.... پر شعر ۽ مضمون دوا ٿي نٿا سگهن.

”تن هَمُهہ داغ داغ، پنبهہ ڪُجا ڪُجا دهند؟“



سياسي پيچ پاڇا

پاٽن جي دربار اسڪوائر وٽ رکيل پٿر جو مجسمو جنهن تي ڪاريهر نانگ ڇانو ڪري بيٺل آهي. هي مجسمو يوڪا ناريندرا جو آهي. جنهن ١٦٨۴ع کان ١٧٠٥ تائين حڪومت ڪئي.

شهر ۾ هنڌ هنڌ چوراهن تي وڏا بت رکيل آهن. اهي قديم زماني جا نہ آهن. چهرا مقامي ماڻهن جا آهن البت انهن جو لباس يورپي لوڪن جو آهي. هي نيپال جي اڳوڻن نوٽي هاٺوڪي بادشاهہ جا مجسما آهن. ڪن جا هٿ ترارن تي آهن تہ ڪي گهوڙن تي سوار آهن. هڪ بادشاهہ سلامت جي اکين تي چشمو، هٿ

۾ ڏندو، فوجي لباس ۾ پنن تي چوغو آهي. خبر ناهي تہ مقامي فنڪارن انهن بادشاهن کي پاڻ چوواٽن تي ٺلن تي چاڙهي ڇڏيو آهي يا بادشاهن اها سزا پاڻ لاءِ پاڻ مقرر ڪئي آهي!

پدرا ڪاليءَ جي مندر آڏو راڻا ڪٽنب جي گهوڙيسوار بادشاهہ جي مورتي ڪتل آهي، نيپالي عوام ان ئي ڪٽنب کان اقتدار ڇڏايو آهي. ان ڪٽنب پنهنجي وقت ۾ (جنرل ضياءَ جي شُورائي سرشتي وانگر) پنچائتي نظام قائم ڪري پنچائت ۾ پنهنجا ماڻهو پرتي ڪري ڇڏيا هئا. مجال هئي جو عوامُ جي ڀلائيءَ ۾ ڪو پنچائتي فيصلو ٿئي!

ماڻهو پنچائت جي ڍونگ کان ڪڪ ٿيا تہ اٿي ڪڙا ٿيا. آڏو هٿيار بند فوج ۽ پوليس اچي بيٺي. قتلام ٿيو ٥٠٠ کن ماڻهو مئا ۽ سئو کن گم ٿي ويا. اهو واقعو مارچ اپريل ١٩٩٠ع ۾ ٿيو. ١٩٨٠ع ڌاري بہ هتي وڏي هلچل هلي هئي. نتيجي ۾ چوندن ڪانپوءِ گهڻ جماعتي سرشتو قائم ٿيو، نيپالي ڪانگريس کٽيو هو ۽ مسٽر بي پي ڪوريالا وزيراعظم ٿيو هو.

نيپالي عوام جو سک اقتدار پرستن کي پسند نہ آيو ۽ نيٺ هڪ ڏينهن فوجي اچي ڪڙڪيا. راجا مهندر وقت جو چرخو ابتو ڦيرائي اڳوڻو سرشتو ڪٽي چالو ڪرايو. عوام ٻيهر فساد ڪيو ۽ ٻيهر جمهوريت قائم ٿي. راڄ بادشاهہ جي هٿ ۾ رهيو باقي ڪم چونڊيل وزيراعظم جي حوالي ٿيو. راڻا ڪٽنب جو شخصي راڄ پورو ٿيو. راڻا ڪٽنب جي وقت ۾ بادشاهہ جي حيثيت ڪاٺ ڳڏي جهڙي هئي.

اصل ۾ ١٩٥٧ع ۾ جڏهن شاهہ پنچائتي سرشتو ڏنو تہ سڄي طاقت بادشاهہ جي هٿ ۾ هلي وئي هئي ۽ هاڻي هو پاڻ سياست ڪرڻ لڳو هو. ان ڪانپوءِ نيپالي ڪانگريس بہ ٻيهرا هٿيار بند تحريڪ هلائي ۽ ڪامياب ٿي. ڪجهہ سال اڳ ڪانگريس ۽ ڪميونسٽن گڏجي تحريڪ هلائي. ان ڪانپوءِ بادشاهہ جي اختيارن جي حد آئيني دائرن ۾آندي وئي ۽ اقتدار عوام کي مليو.



جديد نيپال جو بنياد وجهندڙ شاهه تري ڀون جيڪو ١٩٥١ع ۾ پاڻ مرادي جلاوطني ختم ڪري فيبروري ١٩٥١ع ۾ نيپال موٽي آيو ۽ رانا دور حڪومت جي پڄاتي آندائين. سنگ مرمر سان جڙيل سندس هي مجسمو کٽمنڊو جي نيشنل اسپورٽس اسٽيڊيم جي ٻاهر رکيل آهي. موٽڻ کان پوءِ هو چئن سالن ۾ گذاري ويو جنهن کان پوءِ سندس پٽ شاهه مهيندرا تخت تي ويٺو.

پنچائتي سرشتو ١٩٩٠ع ۾ ختم ڪيو ويو. ١٩٩٤ع تائين صورتحال اها هئي ته قومي سطح تي ڇهه پارٽيون هيون. هونئن سياسي پارٽين جو تعداد پاڪستان وانگر هتي به گهٽ نه آهي. ڪل جماعتون ۴۵ آهن. ملڪ جي اسيمبليءَ جا ڪل 2.5 رڪن آهن. آڪٽوبر ١٩٩۴ تائين حڪومت ڪانگريس جي هئي. وٽس ١١٣ ميمبر هئا. نيپالي ڪانگريس جو روحاني سرچشمو پارٽي ڪانگريس آهي، جيئن اها جوي سو اڪين تي آهي. نيپالي ڪانگريس پاڻ کي جمهوريت پسند سڏائي ۽ سمجهي ٿي. ڪميونسٽ حڪومت کان اڳ اسيمبليءَ ۾ پراڻا

پنچائتي ڪُل تي هئا. هڪ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي (ٿاپا گروپ) جو، جنهن جو اڳواڻ سوريه بهادر ٿاپا اڳوڻو وزيراعظم هو. باقي ٻه ڇٽا نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي (اصلي) سان تعلق رکندڙ هئا.

اڳوڻي اسيمبليءَ جا باقي سڀ رڪن ڪميونسٽ هئا. يونائيٽيڊ ڪميونسٽ پارٽي وٽ ٢٩ سيٽون هيون، جوائنٽ مورچه ڪميونسٽ وٽ ١١ سيٽون، نيپالي مزدور ڪسان پارٽيءَ وٽ ٣ سيٽون ۽ نيپالي ڪميونسٽ پارٽي ڊيموڪريٽڪ وٽ ٢ سيٽون هيون. باقي ٻه ٽي سيٽون هيڏانهن هوڏانهن هيون.

هتان جا ڪميونسٽ پاڻ ۾ نه ٽي نهيا جو ڪانگريس جي خلاف ڪا سوڙهه پيدا ٿئي. هتان جا ڪميونسٽ پاڪستاني ۽ پارٽي ڪميونسٽن وانگر قاتل انگوشو ڪلهي تي رکي چندا ڪونه وٺندا آهن. ڪي اڳواڻ هوٽلن جا مالڪ آهن، ڪي وڏيون ڪمپنيون هلائين ٿا ته ڪي وڏين واپاري ۽ رهائشي عمارتن جا مالڪ آهن. ڪانگريس ڪي ڪميونسٽن جي اها ڪمزور رڳ هٿ اچي وئي هئي تنهنڪري هڪ نعرو ڏاهيو اٿن "جيڏو وڏو سيٺ تيڏو وڏو ڪميونسٽ".

ڪا به حڪومت جڏهن به ڪو قانون ٺاهيندي آهي ته چوندي آهي، "عوام جي ڀلائيءَ لاءِ اسان فلاڻو قانون ٺاهيو آهي" پر اصل ۾ اها حڪومت فقط پاڻ کي عوام سمجهندي آهي. نيپال ۾ به آبادي وڌي ته سرڪار زمين جي ورڇ لاءِ ١٩٦٤ع ۾ قومي سطح تي زرعي سڌارن جو اعلان ڪيو.

نيپال ۾ سنڌ جي طرح روايتي زرعي سرشتو آهي. پراڻي دور جا اوزار ۽ پيداواري رشتا آهن. واضح هجي ته نيپال ۾ زرعي زمينن کي تمام گهڻي اهميت آهي چو ته اتي صنعت آهي ئي ڪونه. انهن زرعي سڌارن بي زمين هارين کي ڪو به لاڀ نه ڏنو. سڀ زمينون وڏن زميندارن جي مٿن مائٽن جي نالي ٿي ويون. ١٩٦٤ع ڌاري سرڪار زمين جي وڌ ۾ وڌ حد ٢٥ ويگا زرعي يونٽ مقرر ڪئي هئي پر ڪانگريس سرڪار پڇاڙيءَ تائين سوچيندي رهجي وئي ته اها حد اڃا به گهٽائي ١٠ ويگا ڪجي. سبب اهو آهي ته زمينون ڀليون آهن ۽ پيداوار اوچي آهي. پر نيپالي سرڪار زمين جي نئين ورڇ نيڪ طرح اڳي به نه ڪري سگهي هئي. جتي حڪومتون عوام جي حق ۾ سختي ڪري نه سگهنديون آهن اتي سنا

نتيجا نڪري ني نتا سگهن. اهوئي نقطو ڪميونسٽن لاءِ جدوجهد جو سڀ کان وڏو نعرو بڻجي ويو.

حڪومتون، سرڪاري ۽ غير سرڪاري تنظيمون مسئلا ضرور ڪٿن ٿيون پر انهن تي عمل ۾ هر ڪو ٻُڙي رهي ٿو. نلهي واويلا برابر ٿئي ٿي سا به ايڏي جو واويلا ڪندڙ پاڻ ئي واويلا ۾ گم ٿيو وڃن.

نيپال جي مرڪزي سيڪريٽريٽ سنگها دربار بلڊنگ ۾ آهي. اها پراڻي طرز جي سهڻي عمارت آهي. مکيه در واري پاسي ڇت تي هڪ شينهن جو شاندار بت رکيل آهي. ان ئي نسبت سبب عمارت جو نالو سنگها دربار آهي. سنگها دربار ۱۵۰ سال اڳ پنج ڪروڙ رپين جي خرچ سان ٺهي هئي. عمارت ۾ ۳٦۵ ڪمرا آهن. اها عمارت تاريخ ۾ هڪ ڀيرو اڌ سڙي وئي هئي. ان جي اڏاوت چندر شمشير رانا جي ڪاتي ۾ آهي. اڄڪلهه هن عمارت ۾ وزيراعظم ويهي ٿو. ان ڪانسواءِ ڪيبنٽ سيڪريٽريٽ، نيشل پلاننگ ڪميشن، وزارت دفاع جي غير هٿيار بند شعبي اڪائونٽس وغيره جون آفيسون به هتي ئي آهن.



ڪٺمنڊو ۾ سنگها دربار آڏو ارڙهين صدي جي بادشاهه پرٿوي نارائڻ شاهه جو مجسمو ۱۹۰۱ع ۾ ٺهيل هي محل هاڻي سرڪاري سيڪريٽريٽ آهي.

تہ ماڙ سنگھا دربار آڏو ڪتل قدآور ڪارو مجسمو پرٿوي نارائڻ شاھ جو آهي. پرٿوي نارائڻ ڪي قومي لباس پاتل آهي، هٿ ۾ تلوار اٿس، تلوار جي مٺئي تي هٿ رکيو بيٺو آهي ۽ هٿ ڪٺي چڻ سلام جو جواب پيو ڏي. مجسمو وڏي ٿل تي رکيل آهي.

سنگھا دربار جي پرسان ئي ساڄي هٿ تي سپريم ڪورٽ جي عمارت آهي. اتي ئي زرعي ترقياتي بينڪ جي عمارت آهي جنھن تي مُهين جي دڙي واري آرٽ جهڙي نموني سان هر ڪيڙڻ جو منظر اڪيريل آهي. هتي ئي ويجهو نيپال جي قديم آثارن جو ڪاتو بہ آهي.

## صحافت جي صورتحال

نيپال جي وڏي ۾ وڏي انگريزي اخبار جو نالو "رائزنگ نيپال" آهي. اٺ صفحا نڪري ٿي. ڇپائي اهڙي اٿس جيئن سنڌ جي ڪنهن ننڍي شهر مان جهلم مشين تي نڪتل هجي. رائزنگ نيپال ڪي سڄي ملڪ ۾ فقط ٽي رپورٽر آهن. اخبار کولي خبرون پڙهبيون تہ سموريون کٽمنڊو شهر جون هونديون يا وري ڪڏهن ڪڏهن پوکران جي ڪا خبر هوندي، سو بہ انڪري تہ اتفاق سان اوڏانهن ڪو وزير يا گورنر ويل هوندو.

ان اخبار جي ڀيٽ ۾ سنڌ مان نڪرندڙ ننڍين سنڌي اخبارن جو معيار گھڻو بهتر آهي. سنڌي اخبارن جا هر شهر ۾ نمائندا آهن جيڪي ڪچيون ڦڪيون خبرون اماڻيندا ۽ ڇپائيندا رهن ٿا. اصل ۾ رائزنگ نيپال جو ڏوهه به ڪونهي. نيپال ۾ ڪميونيڪيشن هڪ وڏو مسئلو آهي. روڊ رستا تمام گهٽ آهن، فون جو سرشتو به تمام محدود آهي، خبرون پهچن ته ڪيئن؟ اخبارون ورهائجن ته ڪيئن؟

نيپالي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ اخبارن جي مارڪيٽ بهتر آهي. ماڻهن ۾ سياسي شعور چڱو آهي، ماڻهو اخبارون پڙهڻ گهرن ٿا پر خريدڻ جي قوت گهٽ هئڻ ڪري اڪثر پڙهندڙ ڳاهڪ ڪيو اسٽال تي گڏ ٿين ۽ بيٺي بيٺي پڙهيو ڇڏين، جئين پاڪستاني ماڻهو به ڪندا آهن.

١٩٨٦ع ڌاران نيپال ۾ ڪجهه سرڪاري ۽ غير سرڪاري تنظيمن هڪ تجربو ڪيو آهي ته جيئن ٻهچ نه رکندڙ ڳوٺاڻن کي خبرون پهچائجن. تجربو ڪنهن حد تائين ڪامياب ويو آهي. تنظيمن ڇا ڪيو جو انهن هڪ "ديواري اخبار" تيار ڪئي. ديواري اخبار پوسٽر وانگر ڪن خاص جاين جهڙوڪ پوسٽ آفيس، اسڪول، ميونسپل ادارو، بس اسٽاپ وغيره تي چنبڙائي وڃي ٿي. ماڻهو روزانو مقرر وقت تي اچي اخبار پڙهن ٿا. ديواري اخبار جي هر هڪ ڪاپيءَ تي خرچ پنج رپيا ٿي آيو جيڪو غير سرڪاري تنظيم برداشت ٿي ڪيو. زرعي بينڪ جي آرگنائيزرن، رضاڪارن ۽ ٽپال ڪاتي وارن جي مدد سان اخبار مختلف ڳوٺن تائين پهچائي چنبڙائي ٿي وئي. پهرين ٢٧ ڳوٺن ۾ اخبار پهچي ٿي وئي پوءِ ٿيهه ٻيا ڳوٺ شامل ٿيا. شروع ۾ ڪاپين جو تعداد وڌيڪ هو پر هاڻي گهٽجي پنج هزار ٿيو آهي.

اهڙي هڪ اخبار ۾ ڪل اسٽاف فقط چار ڄڻا آهي. ايڊيٽر، اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ ڪلارڪ. پهرين اخبار ۾ اڪثر زرعي حوالن سان خبرون هونديون هيون پر هاڻي هڪ ٻي اخبار به نڪري ٿي جيڪا ماحوليات جي مسئلي کي کڻي ٿي. ان جو تعداد ڏهه هزار آهي. في الحال ته جذباتي نوجوان

ان ڪم کي قومي مسئلو محسوس ڪري جوش خروش سان حصو وٺي رهيا آهن پر ڪيستائين؟

رائزنگ نيپال توڙي مقامي ٻولين جي اخبارن ۾ خبرن جو معيار ٻه مڙئي سڙئي آهي. انويسٽيگيٽو رپورٽنگ يا جرئت مند صحافت جو تصور ئي ڪونهي. سڄي نيپال ۾ فقط هڪ نوجوان صحافيءَ جو نالو ٻڌو ويو جيڪو وزيرن ۽ اعليٰ عملدارن کان آڏي پڇا ڪري ٿو. وزير ۽ امير ڪانئس لنوائين ٿا ڇاڪاڻ ته سندس انگريزي سٺي آهي ۽ وزير سندس آڏي پڇا کي منهن ڏيئي نٿا سگهن. اخبارن جا ايڊيٽر توڙي جهونا صحافي زمانو ڏسي ويٺا آهن تنهن ڪري ضرورت کان وڌيڪ محتاط رهن ٿا. وزيرن ۽ ڪامورن کان سوال پڇڻ مهل تمام نهٺائي ۽ پروٽوڪول سان پيش اچن ٿا ۽ ڪوشش ڪن ٿا ته گهڻو سوال جواب نه ڪن.

نيپال جي جهونن صحافين کي ٻه احساس آهي ته وزير ۽ ڪامورا ترقياتي ڪمن بابت بيان ڏيڻ مهل فقط سياست ۽ ڪوڙ کان ڪم ٿا وٺن، پر ڇا ڪن؟ ڪين تجربو آهي ته وزيرن جا گهڻو ڪري سڀ بيان ٿوري وقت ۾ ڪوڙا ثابت ٿي وڃن ٿا. اهو ڪوڙ جڏهن اخبارون ڇپين ٿيون، تڏهن اهي ٻه ڪوڙ ۾ ڀائيوار ٿي وڃن ٿيون. جيسين حڪومت آهي تيسين ته ڪوڙ تي ڪجهه نه ڪجهه ڍڪ رهي ٿو پر جيئن ئي حڪومت بدلجي ٿي سالن کان جمع ٿيل ڪوڙ ٻهه جي ڦاٽل ڳوڻ وانگر شهر جي فٽ پاٿن تي پکڙجي وڃي ٿو. اهو ڪم ٻه اخبارون ئي ڪن. ڪوڙ لڪائڻو هجي يا ٻڌائڻو! ٻئي ڪم اخبارن جا آهن. پر هر ڪم لاءِ سياسي حالتن کي نظر ۾ رکيو وڃي ٿو. هرويرو ڦاهو ڪائڻ جو شوق ڪنهن کي ٻه ڪونهي. اخبارن کي واپارين جا اشتهار ۽ سرڪار جي سرپرستي گهرجي ان ڪري حڪومت ۽ سرمائيدارن جي مخالفت پرائڻ کان پاسو ڪيو وڃي ٿو.

ڪا ٻه اخبار ڪٿي ڏسبي ته پهرين صحفي تي بادشاهه سلامت ۽

پرڏيهي مهمانن جون خبرون ملنديون. ساڳي صورتحال ريڊيو ۽ ٽي وي ۽ جي آهي جن جي عوام وٽ گڏيل پهچ نوي سيڪڙو آهي. اها ئي ڳالهه آهي ته اهي ارادا سچ کان وڌيڪ ڊونگ پهچائين ٿا. سڌ سماءَ جي ذريعن کي ترقياتي ڪمن جي رفتار تي نظر رکڻ گهرجي پر سارڪ ملڪن ۾ ايئن ناهي، نه ئي ايشيا ۽ آفريڪا جي ٻين ملڪن ۾ ايئن آهي. اها به سياسي غربت جي اهم نشاني آهي ته شهري مسئلن بدران بادشاهن، صدرن ۽ وزيراعظمن جا مهانڊا اخبارن ۽ ٽي وي ۽ تي ڏيکاريا وڃن.

ڏٺو وڃي ته پروٽوڪول وارين خبرن کي گهٽائڻ ۽ عوامي مسئلن کي اڳتي آڻڻ هرويرو ڏکيو ڪم به ناهي. ريڊيو ٽي وي ته ٿيا حڪومت جا ڊنڊورچي، گهٽ ۾ گهٽ اخبارون ته اهو ڪري سگهن ٿيون ته انويسٽيگيٽو رپورٽنگ وڌائين. انگن اکرن ۽ دستاويزي ثبوتن سان پنهنجين رپورٽن کي جاندار بڻائي، خبر حاصل ڪرڻ جي فقط هڪ ذريعي تي ڀروسو نه ڪن. پر ٻن ٽن مختلف ذريعن کان خبرون ۽ انگ اکر جمع ڪري انگن اکرن کي پاڻ ۾ ڀيٽي خبر کي وڌيڪ جاندار بڻائين ۽ خبر ۾ جذباتي راءِ ڏيڻ ۽ ڊر ٽيڻ کان پاسو ڪري معروضي رپورٽنگ ڪن.

ٽين دنيا جي ملڪن وانگر نيپالي صحافت به حاڪم طبقن جي سرگرمين ۽ انهن جي سياست جي چوگرد ڦري ٿي. ان لحاظ کان نيپالي صحافت خواص جون خبرون عوام تائين پهچائڻ جو ڪم ڪري ٿي. هئڻ ته ايئن گهرجي ته عوامي اهنجن ۽ مسئلن جي هر پهلوءَ تي سنجيدگي، بردباري ۽ همت سان قلم کنيو وڃي ۽ ترقياتي ڪمن تي ڪرڙي نگاهه رکي وڃي. سچ پچ به روايتي صحافت جمود کي هٽي ڏئي ٿي ۽ "ترقي" اصل ۾ ماڻهن جي ڪهاڻي آهي.

# ادبي تاريخ

نيپالي ادب جي تاريخ هڪ هزار سالن تائين پکڙيل آهي. جيڪڏهن سنگ تراشيءَ کي شامل ڪجي تہ پوءِ معاملو گهٽ ۾ گهٽ ٻہ هزار سالن تائين هليو ويندو. پر جيڪڏهن موسيقيءَ کي بہ شامل ڪجي تہ پوءِ معاملو تاريخ جي دائري کان ٻاهر نڪري ويندو.

ساهتيہ ادب جي تاريخ گهڻي پراڻي ناهي. ساهتيہ ادب سوا ٻہ سؤ سال اڳ شروع ٿيو. ان ئي وقت ۾ گورکا علائقي مان پر ٿوي نارائڻ ساها فوجي طاقت طور ابھريو ۽ انگريزن سان مهاڏو اٽڪايائين. ساها ونس راجا کي وشنوءَ جو اوتار سمجهيو ويندو هو. وشنو ديوتا ڌرتيءَ تي ظلم جي خاتمي لاءِ انساني روپ ۾ جنم وٺندو آهي.

ابتدائي فتحن جي وقت ۾ بهادري ۽ ويرتا جي شاعري" بير رس" ٿيندي رهي پر هارائڻ ڪانپوءِ "ڀڳتي رس" شروع ٿي. اها شاعري رام ڀڳتيءَ تي ٻڌل هئي. نيپالي ساهتيہ ادب کي سولائيءَ سان ٽن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

سڀ کان پهريون دور تہ بير ۽ ڀڳتي رس وارو آهي، جنهن جو سڀ کان وڏو شاعر ڀانو ڀڳت اچاريہ آهي. هنکي "آدي ڪوي" بہ سڏين ٿا چاڪاڻ تہ هو رڪارڊ تي آيل پهريون شاعر آهي، هن شاعر نيپالي ٻوليءَ ۾ رامائڻ لکيو.

ٻيو دور ڪرشن ڀڳتيءَ جو آهي. جيڪو ١٨٥٠ کانپوءِ شروع ٿيو. ڪرشن ڀڳتيءَ جي شاعري بنيادي طور تي رومانوي آهي. ڀڳتي ڏارا وارو ادب راڻن وچ ۾ محلاتي خانہ جنگيءَ تائين هليو. ان عرصي ۾ ڪنهن شاعر خاص نالو ڪو نہ ڪڍيو.

١٨٦٠ - ٧٠ع کان ١٩١٠ - ٢٠ع تائين عورت جي جسماني سونهن ۽ اوگهڙ تي شاعري شروع ٿي جنهن کي جماليات ۽ اگهاڙي شاعريءَ جو دور چئي سگهجي ٿو. ان دور جو سڀ کان سٺو شاعر موتي رام ڀٽا سمجهيو وڃي ٿو پر هو ٽيهن سالن جي عمر ۾ فوت ٿي ويو. کيس نيپال جي پهرين غزل نگار، پهرين ايڊيٽر، پهرين آتم ڪٿاڪار ۽ پهرين ناٽڪ نگار جي حيثيت حاصل آهي.

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ نئين تبديلي آئي تہ ماڻهن سوچڻ شروع ڪيو تہ ڇا اسان جي ضرورت فقط سينگار آهي؟ ليکناٿ پاؤ ديال شاعر هو. هن ڪيئي سوال اٿاريا. هاڻي ماڻهن کي انگريزي ادب سان واقفيت ٿي. اهو ئي دور هو جڏهن هندستان ۾ خلافت تحريڪ پئي هلي. نيپالي بہ اپڪنڊ جي آزاديءَ واري ويڙهہ ۾ جيل ويا. ساڳي طرح نيپال جي تحريڪ ۾ ڪيئي پارٽي جيل ويا.

نيپالي ادب جو جديد دور ٻي جنگ عظيم کان شروع ٿيو. ان دور ۾ سڀ کان وڏو شاعر ۽ نثر نگار لڪشمي پرشاد ديو ڪوٽا اڀريو. هو سن ١٩٥٩ع ۾ پنجونجاهہ ڇاونجاهہ سالن جي ڄمار ۾ فوت ٿي ويو.

بي پي ڪوئيرالا ادب ۾ فرائيڊ جو وجودي فلسفو پيش ڪيو. هُو بنيادي طور تي ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار هو. ٻيو مکيہ اديب شِدي چرن سريشٽ آهي. ادب ۾ سندس حصو آهي پر هاڻي ٻڍڙو ٿي ويو آهي ۽ اوترو نٿو لکي.

راجا جي فوجي بغاوت کان ڏهہ سال اڳ تائين نيپال ۾ ادبي جمود

رهيو. هلندڙ زماني ۾ سٺن شاعرن جي کوٽ ناهي. ڀوپي شير چند، موهن ڪوئيرالا، ايشور بلپا، بيراڳي ڪائيلا ڪجهه سينئر شاعر آهن. نوجوانن ۾ اسيس ملها (Malla)، ڊِينش اڌيڪار، ڏربا مڌيڪرمي ۽ ڪڙانه مهرشي شامل آهن.

ناول نگارن ۾ ڏربا چندرا گوتم، پاريجات، دولت بڪرم بشتا ۽ مڌن مٽي دڪشت شامل آهن. ڪهاڻيءَ ۾ ڏربا چندرا گوتم، ڪاگندرا سندرولا ۽ ڪشور پهاڙي آهن پر متي ڪهاڻيءَ ڀوتو نه پاريو آهي. ناٽڪ نويسي ۾ بالا ڪرشنا سمه (Sama)، وجي ملها ۽ گوبند ڪونالي آهن.

ڳائڻن ۾ نارائڻ گوپال جو نالو وڏو آهي. جيڪو گذريل سال پنجونجاه سالن جي عمر ۾ ڪنهن بيماريءَ کان پوءِ مري ويو. ڪيس گهڻئي بيماريون وڪوڙي ويون هيون، شگر هئس، جيرو خراب هئس ۽ ساهه جي تڪليف به هئس. سرڪار علاج ۾ سندس سهائتا ڪئي پر ڳالهه چڙهي وئي. اڄڪلهه ڪمار بسنت سٺو لوڪ ڳائڻو آهي. تارا ديوي هلڪو ڦلڪو ڳائي ٿي. استاد نر راج ڍاڪال ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو ڄاڻو آهي.

پر جيڪڏهن ڪو چوي ته ادب ۽ فن جي دنيا ۾ نيپال جي سڃاڻپ ڪير آهن؟ ته ٿي نالا ڪٿي سگهبا. دانشورن ۾ لڪشمي پرشاد ڪوئيرالا (شاعر) جيڪو پوءِ وزير به ٿيو. سياستدانن ۾ بي پي ڪوئيرالا (اديب به آهي) ۽ نارائڻ گوپال (ڳائڪ).

نيپال ۾ هڪ مسلمان اديب علي ميان به نالو ڪڍيو آهي. هن ٿي سال ڪيس ادبي ايوارڊ مليو آهي. هو نيپالي لوڪ گيتن جو ماهر آهي ۽ پوکرا ۾ رهي ٿو. نيپال ۾ مسلم آباديءَ چار سئو سال اڳ وجود ورتو. ان وقت شمس الدين التمش نيپال فتح ڪيو هو. هن فتح سان گڏوگڏ لڳ ڀڳ سمورا مندر ڊاهرائي به چار مسجدون ٺهرايون هيو. انهن مسجدن مان هڪ اڃا تائين ڌاران (Dharan) ۾ باقي آهي. التمش جتي مسجدون ٺهرايون،

اتي هڪ منگول قبيلو لِمبو (Limbu) رهي ٿو. اهو قبيلو سوئر کائي ٿو. اتي فقط هڪ ئي مندر بچيو جيتوڻيڪ ان ۾ سوئر جي مورتي هئي. اولهہ نيپال ۾ مسلمانن جي آبادي اٽڪل ٢٥ سيڪڙو آهي.

## ادبي تنظيمون :

عوامي سطح تي نيپال ۾ ٽي ادبي تنظيمون آهن، جن جا نہ رڳو پاڻ ۾ اختلاف آهن پر هر ادبي تنظيم جا رڪن بہ پاڻ ۾ وڙهيل رهن ٿا، بالڪل ايئن پاڪستان جي هر ادبي تنظيم جا رڪن پاڻ ۾ ڪو نہ ٺهن.

هڪ مکيہ ادبي تنظيم جو نالو "ساهتيڪار سَمَسد آهي. سمسد معنيٰ فورم يا پارليامينٽ. اِها پراڻي ٽهيءَ جي ادبين جي تنظيم آهي، جنهن جا ميمبر پنجاهہ کان مٿي ناهن. ٻي تنظيم جو نالو نيپال لٽريري جرنلسٽ ايسوسيئيشن نيپال آهي. ان تنظيم جا ميمبر هڪ سئو کان بہ سئو جي وچ ۾ آهن ۽ اها نوجوانن جي تنظيم آهي. ٽين تنظيم جو نالو پوئٽس، ايسيئسٽس اينڊ ناولسٽ نيپال (P.E.N. -- Nepal) آهي. ان جي ميمبر شپ محدود آهي. اهي تنظيمون ڪڏهن ڪڏهن مقابلا ڪرائين ٿيون، ٻيو مڙئي خير!

ٻئي طرف سرڪار بهادر بہ ادبين جي هڪ تنظيم تيار ڪئي آهي، نالو اٿس "رائل نيپال اڪيڊمي". ان تنظيم جو چانسلر بادشاهہ سلامت پاڻ آهي. وائس چانسلر ڊاڪٽر ايشور برال آهي، جيڪو جواهر لال يونيورسٽي نيو دهليءَ ۾ سائوٿ ايشين ڊپارٽمينٽ ۾ هيڊ آف ڊپارٽمينٽ ۽ پروفيسر هو. سندس مهارت جو شعبو تاريخ آهي.

## نيپالي شاعري گوندا اڌيڪاري

| | |
|---|---|
| جنيلي راتا هوس | چانڊوڪي رات هجي |
| ساٿها پريمي هوئي | ساٿ پريمي هجي |
| جهانگا نبي کوس | ير ۾ کوئي جهرڻو جهر جهر |
| اور کوئي | وهندو هجي |
| رات چمکي هوس | رات چمڪيلي هجي |
| ساز چمکي هوس | وڻڪار گهاٽي هجي |
| سورگ کي چائي | جيڪڏهن ايئن ئي هجي |
| | بهشت ڇا لاءِ گهران؟ |

## ريڊيو نيپال

ريڊيو نيپال پنهنجي نشريات ١٩٥١ع کان شروع ڪئي. نئين عمارت ١٩٨٣ع کان نصيب ٿي اٿس، جنهن ۾ پنج اسٽوڊيوز آهن. پروڊيوسر پروگرامن جي تياريءَ تي محنت ڏاڍي ٿا ڪن پر روزانو فقط ٻه ٽي گيت رڪارڊ ڪري سگهن ٿا. اسٽاف تمام ٿورو آهي، بس ايئن ڪٺي چئجي ته ضروري ٽيڪنيڪل عملو آهي.

ريڊيو وٽ خبرن لاءِ ڪنهن ٻئي شهر ۾ ڪو نمائندو ناهي. سڀ خبرون سرڪاري نيوز ايجنسيءَ تان ڪنيون وڃن ٿيون يا وري ٻين ملڪن جا

ريڊيو ٻڌي خبرن جي مانيٽرنگ ڪئي وڃي ٿي. ريڊيو اسٽيشن وارو عملو پنهنجيون پگهارون ۽ مئنيجمينٽ جو خرچ اشتهارن مان ڪڍي ٿو. سرڪار طرفان مدد خيرڪي آهي باقي نڙيءَ تي سرڪار جو ننهن تہ هر هنڌ آهي ئي آهي.

نيپال ۾ رتنا رڪارڊنگ ڪمپني اصل ۾ ريڊيو ٽرسٽ آهي پر هاڻي ٽيليويزن سان لاڳاپيل آهي. ريڊيو جي اسٽاف ميمبرن ۾ ڪي لوڪ فنڪار بہ شامل آهن. انهن جو تعداد ڏهہ آهي. اهي "A" ۽ "B" درجن ۾ ورهايل آهن. وڌ ۾ وڌ پگهار اڍائي هزار رپيا آهي. هڪ سروي موجب ملڪ ۾ ريڊيو سيٽن جو تعداد ويهہ لک آهي.

نيپال جي ماڻهن جو سڀ کان مقبول فنڪار نارائڻ گوپال هو. جيڪو ١٩٩٠ع ۾ جيري جي خرابيءَ سبب فوت ٿي ويو. سندس ڪمال اهو هو تہ هُو ڪلاسيڪل راڳ کان وٺي لوڪ گيت ۽ جديد انداز جا گانا ڳائيندو هو. ڪيس ريڊيو نيپال ۾ ملازمت نہ ملي. پر سندس "قيمت" هڪ گيت جي رڪارڊنگ لاءِ فقط پنج سئو رپيا هئي. نارائڻ گوپال ڪانپوءِ وڏو فنڪار ڪير آهي؟ ڪو بہ نيپالي ڪنهن فنڪار لاءِ متفق نہ ٿيندو.

اسانکي موقعو مليو تہ ريڊيو نيپال جي ڊائريڪٽر جنرل کان ڪافي سوال پڇياسون. ڪيتون ڏيئي جواب ڏيندو رهيو. نيٺ چئي ڏنائين. "مهرباني ڪري ڏکيا سوال نہ پڇو!" اسان سندس مجبوري محسوس ڪئي هئي. آخر هن کي بہ نوڪري ڪرڻي هئي. ريڊيو نيپال تان ٥٢ سيڪڙو تفريحي پروگرام نشر ٿين ٿا. باقي تعليمي ۽ ترقياتي آهن. ريڊيو نيپال روزانو ١٥ ڪلاڪ سروس ڏئي ٿو. ڇنڇر ڏينهن ١٧ ڪلاڪ هلي ٿو. خبرون نيپاليءَ کان سواءِ ٻن ٻين مقامي زبانن بہ نشر ٿين ٿيون.

ريڊيو نيپال ۾ پروگرامن جي تياريءَ جو نموتو پاڪستان کان مختلف هو. ڊائريڪٽر جنرل جي چوڻ موجب نيپال ۾ مختلف سرڪاري کاتا

پنهنجا ريڊيو پروگرام پاڻ ٺاهين ٿا. ڇاڪاڻ ته سندس دليل موجب واسطيدار ڪاتا پاڻ ئي بهتر سمجهي سگهن ٿا ته انهن کي ڇا پيش ڪرڻو آهي. هر ڪاتو پاڻ وٽ اهڙا ماڻهو اسٽاف ۾ شامل ڪري ٿو جيڪي اسڪرپٽ جي تياريءَ کان وٺي اداڪاري به ڪري ڇاڏن. ريڊيو نيپال تيار ٿيل پروگرامن کي فقط جاءِ ڏئي ٿو. هاڻي مختلف ادارن کي فني تربيت ڏيڻ لاءِ به پيا سوچين.

نيشنل پلاننگ ڪميشن ۾ اسانکي سچ پچ ته اهڙو سرشتو نظر آيو. ڪميشن وٽ پنهنجي عاليشان لئبريري هئي. ان ڪاتي آبادي رٿا بنديءَ لاءِ وڊيو تي هڪ ڊرامو تيار ڪيو هو جنهن ۾ اهي ئي ماڻهو اداڪاري ڪندا نظر پئي آيا جيڪي آفيس ۾ عام طور تي ڪلارڪ، پٽيوالا، آفيسر يا لئبريرين هئا. سندن وڊيو فلم واقعي معياري هئي ۽ ٽيليويزن تان ٽيليڪاسٽ ٿي چڪي هئي. فلم جي ڪهاڻي هڪ نوجوان ڳوٺاڻا اڏيڪاريءَ ڪنهن ٻئي گڏجي لکي هئي. انهن پاڻ اداڪاري به ڪئي هئي. فلم ڏسڻ دوران مان فقط اهو ئي سوچيندو رهجي ويس ته اهي آرٽسٽ وڏيڪ هئا يا رٿا بنديءَ جا ماهر؟

## سرڪاري ملازمن جا اسڪيل

نيپالي سرڪاري ملازمن جي پگهار اسڪيل کي سمجهڻ سولو آهي. سڀ کان مٿيون درجو اسپيشل ڪلاس آهي. اسپيشل ڪلاس جو پگهار 6000 - 4700 رپيا آهي. ان کان پوءِ ڪلاس ون جو پگهار 4400 - 3700 رپيا آهي. ڪلاس ٽو جو 3700 - 2600 رپيا آهي، ڪلاس ٿري جو پگهار 3300 - 2050 روپيا آهي. ڪلارڪن جا پگهار 1650 - 1400 روپيا آهن. باقي پٽيوالا ۽ پنگي وغيره 1200 روپيا کڻن. آفيسن ۾ ڪم ڪندڙ سيڪشن آفيسر ٿرڊ ڪلاس گزيٽڊ آفيسر هوندو آهي.

## گندروا لوڪ

ريڊيو نيپال جي در تي هڪ جوڙو مليو، زال مڙس هئا. عورت جي ڪڇ تي ٻارڙو مرد جي ڪلهي تي ننڍڙي سارنگي. ساز ڏسي پڪ ٿيم ته ڪو بي روزگار لوڪ فنڪار نا اميد ٿي موٽيو پيو وڃي. پڇا تي پتو پيو ته اهي زال مڙس گندروا لوڪ مان آهن ۽ هتي ريڊيو جا ملازم آهن. ٻئي ريڊيو مان ۱۳ - ۱۳ سئو رپيا پگهار کڻن ٿا. ڪُل ۲۶۰۰ رپيا. پنهنجي پگهار تي صبر شڪر تي ڪيائون. گندرو لوڪن جو ذڪر هندن جي قديم ترين ڌرمڪ ڪتابن ۾ موجود آهي. پر انهن کي "جادوئي طاقت رکندڙ ڳائڻن جي، آريا دشمن قوم" طور ياد ڪيو ويو آهي. ان قوم کي اَسرن ۽ راڪاسن جهڙو خطرناڪ ڪري پيش ڪيو ويو آهي. بهرحال، ان قديم قبيلي وٽ ساز جي موجودگيءَ جو پڙاڏو موجود آهي. هنن گهڙي کن سارنگي وڄائي راڳ ڇيڙيو. سندن فن ۾ سچ پچ اهڙي طاقت هئي جو ٻڌڻ وارا ٻاڻ ٻُلائي وهن. گندروا نوجوان جو نالو بلياڌُر هو.

## ماحولياتي صحافت

نيپال جي دولت اتان جو قدرتي حسن آهي پر اها سونهن خطري ۾ آهي ڇاڪاڻ ته ڪاٺ وڍڻ بند نه ٿيو آهي. نيپال جي نوجوانن کي وري اهو خيال اچي جاڳيو آهي ته ڪٽي ٻيلن جي خاتمي سبب ماحولياتي مسئلا نه پيدا ٿي پون. ان خيال ايتري ته شدت ورتي آهي جو نوجوان صحافين جي هڪ ٽيم ماحولياتي صحافت شروع ڪئي آهي. انهن هڪ تنظيم به قائم

ڪري ورتو آهي جنهن جو نالو "نيپال فورم آف اينوائرومينٽل جرنلسٽس" رکي ماڻهن کي ماحولياتي خطري کان آگاهه ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو آهي.

جنهن ڌرتيءَ جا پٽ پنهنجي ڌرتيءَ جي بچاءَ لاءِ اٿي پون، اها مري نٿي سگهي. نيپال جي سونهن به نه مرندي. ڇو ته هي نوجوان صحافي ماڻهن کي ڏاڍي اثرائتي انداز سان تيار ڪري رهيا آهن ته هو پنهنجي ڌرتي جيءَ سونهن کي ڪيئن بچائين.

هي نوجوان هن وقت ڪُل سٺ سٽر آهن. هنن هڪ مختصر سيڪريٽريٽ قائم ڪري ورتي آهي جنهن ۾ ڇهه ست ڄڻا باقاعدي ملازم آهن جيڪي لکپڙهه جو ڪم ڪن ۽ انتظام هلائين ٿا. باقي ميمبر اعزازي آهن. پر اهي پنهنجي پنهنجي ڪم جا ماهر آهن. هنن ملڪ ۾ نباتيات ۽ زراعت جي ماهرن ۽ انجنيئرن کي به پنهنجي تنظيم ۾ آندو آهي جيڪي ماهراڻا پروگرام مرتب ڪن ٿا ۽ صلاحون ڏين ٿا.

انهن صلاحن جي آڌار تي تربيت، ليڪچر ۽ ريڊيو يا ٽي وي پروگرام تيار ڪيا وڃن ٿا. هيءَ تنظيم وال نيوز پيپر تيار ڪري ورهائي ٿي. جنهن جي سرڪيوليشن ڏهه هزار آهي. تنظيم مڪمل طرح سان غير سرڪاري (N G O) آهي. جيڪا ڪنهن عالمي N G O کان نالي ماتر مدد وٺي ٿي ۽ باقي فنڊ پاڻ پيدا ڪري ٿي. اها آمدني ڪتابن جي وڪري مان ٿئي ٿي. عام ميمبر کان ١٠٠ رپيا في سال ۽ انسٽيوشنل ميمبر کان به هزار رپيا سال ورتا وڃن ٿا. پر اهڙا ميمبر وٽن في الحال فقط ٦ آهن. عام ميمبر ٤٠ آهن ۽ ايسوسيئيٽ ميمبر ٢٢ آهن. هو اخبارن ذريعي فيلو شپ به گهرائين ٿا ۽ ماحوليات بابت معلومات سان پري ڇڏين ٿا. مان سوچيان ٿو ته جن وٽ اڃا ٿائين هيڪاندا ڀيلا آهن اُهي ٿي هيڏا پريشان آهن ته اسا سنڌواسين کي ڪيڏو پريشان ٿيڻ گهرجي جن وٽ معمولي ڀيلا آهن. ڇا اسانکي پنهنجي ماحولياتي بچاءَ لاءِ صحافت جي ضرورت نه آهي؟

## ماڻهو ۽ ٻيلو

ٻيلو، انسان جو ڀرپور اجهو ۽ اڄ به زندگيءَ جو سڀ کان اهم ساٿي آهي. ڇا ٻيلا سچ پچ اهم آهن؟ اڄ ماحوليات جا ماهر چون ٿا ته جيڪڏهن ٻيلا ختم ٿي ويا ته ڌرتيءَ تي ماحول جو توازن ڦٽي پوندو جنهن سبب ايڏيون ڀيانڪ تبديليون اينديون جو ماڻهوءَ جي بقا جي اڳڪٿي ڪرڻ مشڪل آهي.

ٻيلن جي اهميت جو سبق اڄ انسان ڀرپور ڀيرو نه پڙهيو آهي. جڏهن سيتا ديوي رشي والميڪي جي آشرم ۾ هئي ۽ پنهنجن ٻن ننڍڙن پٽن سان جهنگ مان ڪاٺيون ڪري رهي هئي. تڏهن هن کين سبق ڏنو هو ته، ”ٻارو! وڻن ۾ به ساهه آهي. اهي به اسان ماڻهن وانگر وڏا ٿين ٿا. انهن کي به اسان وانگر احساس آهي، اهي اسان جا ساٿي ۽ دوست آهن جيڪي اسان کي ميوو ڏين ٿا. ڇانو ڏين ٿا. ڪاٺ ڏين ٿا ۽ اجهو ڏين ٿا تنهنڪري ڪنهن به جيئري يا سائي وڻ کي نه وڍيو!“

ٻيلن جي اهميت جو ٻيو پهلو اسان کي فلپائين جي ٻيلن ۾ وڙهندڙ باغين جي گوريلا ويڙهه ۾ نظر اچي ٿو. ڪتاب ”ٻيلو“ جو ليکڪ وليم پاميرو لکي ٿو ته، ”هيءُ وڻ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ نسل در نسل فلپائيني عوام سان گڏ آهن. اهي گوليون کائين ٿا، انهن تي بم ڪرن ٿا، اهي وڍجي وڃن ٿا پر وري ٻيا وڻ ڦٽن ٿا جيڪي هن گوريلا تحريڪ ۾ وڙهندڙ باغين کي پناهه ڏين ٿا.“

ٻيلا سنڌ ۾ ٻه آهن پر اهي فلپائين ۽ نيپال جي ٻيلن کان مختلف آهن. فلپائيني ۽ نيپالي ٻيلا جابلو ۽ تمام گهڻا آهن پر سنڌ جا ٻيلا ٿورا ۽ درياهي آهن. سنڌ جي ٻيلن عوامي جدوجهد جي هيرن کي ڪڏهن لڪايو هجي ته هجي، البت ڌاڙيل خوب لڪا آهن. جابلو ٻيلا ڪيڏا به سهڻا ڇو نه هجن مونکي سنڌ جي درياهي ٻيلن ۾ وڌيڪ سونهن نظر آئي آهي، خاص ڪري اتر سنڌ ۾.

جيئن ماڻهن تي آفتون نازل ٿينديون آهن تيئن ٻيلن تي به آفتون پونديون آهن. هڪ آفت قدرتي هوندي آهي، ٻي سرڪاري هوندي آهي ۽ ٽين واپاري. قدرتي آفت ۾ جهنگ کي باهه لڳندي آهي، سرڪاري آفت ان مهل ايندي آهي جڏهن اهي باغين ۽ ڌاڙيلن جي ڪڍ پئي ٻيلا وڍيندي آهي ۽ واپاري آفت تڏهن ايندي آهي جڏهن واپاري ماڻهو ٻيلا خريد ڪري يا ٺيڪا وٺي وڻ وڍي دولت ڪمائيندا آهن. اهي آهن ٻيلن جا ڏک! سنڌ جي ٻيلن کي هڪ ته اهو خطرو آهي ته هتي ڪنهن مهل سرڪار ڌاڙيلن کي ماريندي ماريندي وڻ وڍڻ جي پاليسي اختيار نه ڪري يا ڪتي ڇانوڻيون ٺاهڻ لاءِ ٻيلا وڍي پٽ نه ڪري! ٻيو خطرو وري خود ٻيلي کاتي جي عملدارن کان آهي جيڪي ٻيلن جي سنڀال بدران وڻ وڍائي مارڪيٽ ۾ پهچائين ٿا.

نيپال جي ٻيلن ماضيءَ ۾ به وڏا ڏک ڏٺا. هڪ ته وڻن جو اهو قتلام هو جيڪو واپارين ٻيلن ۾ ڪيو ۽ سڄي هندستان ۽ ٻين ملڪن تائين نيپالي ساڳ روانو ڪيو. جڏهن کان نيپال سرڪار وڻن جي قتلام تي پابندي وڌي آهي تڏهن کان ڪاٺ مهانگو ٿيڻ شروع ٿيو آهي. نيپال جي ٻيلن تي ٻي آفت قدرتي هئي. اهو ١٩٤٥ع جو سال هو جڏهن تاريخ ۾ پهريون ڀيرو کٽمنڊو شهر ۾ برف پئي. هن برف باريءَ کٽمنڊو جي اوپر وارن ٻيلن ۾ وڏي تباهي آندي ۽ وڻ پاري ۾ سڙي ويا، جنهن سبب ٻيلن جي واڌ ته پري جي ڳالهه رهي ڳوٺاڻن جون رواجي گهرجون به پوريون نه پئي ٿيون. اها صورتحال ١٩٥٢ع تائين هيڪاري گنڀير ٿي وئي. ان کانپوءِ وري ڳوٺاڻن اک پٽي ته ٻيلا ڪيڏا ضروري آهن.

ٻيلو عام انساني واهپي لاءِ ڪاٺ ڏيڻ ۾ بخل نہ ڪندو آهي، پر ان مهل صفا بي وس ٿي پوندو آهي، جڏهن ماڻهو واپاري مقصدن لاءِ وڻ وڍڻ شروع ڪندو آهي. موتمار پاري ڪانپوءِ ڪجهہ واپارين وڻ وڍڻ جا ٺيڪا گهريا هئا ۽ سرڪار لالچ ۾ اچي ڏيڻي پڏيا. بس پوءِ تہ ان لٽ ۾ هر ڳوٺاڻو شامل ٿي ويو. تان جو ۱۹۵۲ع ۾ سيئي هٿ چنڊي ٻيهي رهيا.

ان ڪانپوءِ سرڪار هڪ رٿا جوڙي ۽ تجرباتي طور تي ”نالہ ڪو ٿلو بَن“ Nala ko thulo Ban ٻيلي کي ٻيهر جياري جي ڪوشش ڪئي. ۱۵ هيڪٽرن تي ٻڌل ڪل ٿي پلاٽ ٺاهيا ويا جن تي ۷۵۰ ماڻهن جو گذر سفر ٿي سگهيو ٿي. ان پلاٽ تي ٻيلو قائم ڪرڻ لاءِ ۱۹۵۲ع کان ۱۹۸۸ع تائين ڪم تيـو سـو بہ سـرڪاري خدمت ۽ ڳوٺـاڻن تـي ٻڌل رضاڪار پنچائت جي آڌار تي. ۱۹۸۸ع کان پوءِ اهو ٻيلو هاڻي ڳوٺاڻن جي حوالي آهي. ٻيلو سنڀالڻ جو سڄو انتظام وٽن آهي. هو هر سال هڪ پلاٽ مان ضرورتون پوريون ڪندا آهن باقي ٻہ پلاٽ ايندڙ سالن لاءِ رکيل آهن.



ڳوٺ نالہ ڪوٺالا ٻَن جون جايون

ڪو ايئن ٻ ناهي تہ سرڪار ۽ ڳوٺاڻن وچ ۾ سچو معاملو صاف سٿرو هليو. ١٩٧٣ع ۾ سندن وچ ۾ ڪنهن معاملي تي تڪرا ٿي پيو. جنهن ڪانپوءِ ٻيلي جي سينال جو ڪم اڌ ۾ رهجي ويو. ٻيلي کي سنياليندڙ عملدارن ڳوٺاڻن کي رضاڪارڻن بنيادن تي ڪم ڪرڻ تي آتساهيو هو ۽ ڪين ڪجهہ اهڙا ماڻهو ڏنا هئا جن کي سُکي پڳهار بدران ڳوٺ جي هر گهر مان مقرر وزن جو آن ٿي مليو. اهڙي طرح ٻيلو سنياليندڙ عملدارن جو گذر سفر پئي ٿيو. ١٩٧٣ع ۾ تڪرار ايرڻ ڪانپوءِ اهو سرشتو ختم ٿي ويو.

ان ڪان پوءِ ١٩٨٩ع ۾ ٻيلي ڪاتي جا عملدار وري نالہ ڪو ٿالا بن ويا ۽ ڳوٺاڻن سان نيون ڳالهيون ڪيون ۽ ڪجهہ شرط شروط ۽ قاعدا قانون ٺاهي معاهدو ڪيو. اڄڪلهہ ان معاهدي تي ڪم ٿي رهيو آهي. ڳوٺ جي پنچائت انهن قاعدن تي عمل ڪرائي رهي آهي ۽ ان قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙن لاءِ سزا ٻ رکيل آهي. اڄ ڪلهہ ٻيلو گهاٽو ۽ ڇهڇ سائو آهي.

مان سوچيان ٿو تہ ڇا پاڪستان ۾ قدرتي وسيلن کي ساڳين بنيادن تي ترقي نٿي وٺائي سگهجي؟ ڇا سنڌ ۾هنڌ هنڌ هڙيون قائم نٿيون ڪري سگهجن؟ ٢٥ ـ ٢٥ يا ٥٠ ـ ٥٠ هيڪٽرن تي ٻڌل ننڍا ننڍا ٻيلا هٿڻ ۽ سنڀالڻ ڪو ڏکيو ڪم تہ ناهي!

نيپالي ٻيلي ڪاتي جي عملدارن جي دعوا آهي تہ هنن ١٩٧٨ع کان هيل تائين ست هزار هيڪٽرن تي ٻيلا پوکيا آهن جن مان ٦٤ سيڪڙو وڻ زنده سلامت آهن. وڻ هٿڻ جي مهم ۾ سرڪار عوام کي سهولتيون ٻ ڏيئي رهي آهي. سرڪار نرسرين ۾ ٻج پوکي هڪ رپئي هڪ جي حساب سان سلا وڪڻي ٿي.

## نيپالي جهنگن ۾ ڪم ڪندڙ

علمدارن کي ڪجهه تجربا حاصل ٿيا آهن. ڪجهه ٻين تفصيلن لاءِ چوپڙيون موجود آهن. جيڪڏهن سنڌ ۾ اهڙي قسم جو ڪوبه پروجيڪٽ شروع ٿئي ته شايد اهي به نيپالين جي تجربن مان سکي سگهن ٿا. مثالن طور نيپالي عملدار ان نيتجي تي پهتا ته:

* اهميت ماڻهن کي يعني، ڪميونٽي فاريسٽريءَ کي هوندي.
* ماڻهن کي ٻيلن جي ماهرن تي ڀروسو ناهي ڇو ته اهي ماضي ۾ رشوت ۽ ٻين معاملن ۾ ملوث رهيا آهن.
* فاريسٽ مينيجمينٽ جا ننڍا ننڍا پنچز ماڻهن سان گڏجي ڪري سگهن ٿا.
* ماڻهن کي وڏي پشيماني تي جمع ڪري ڪجهه به ڪري سگهجي ٿو.
* في الحال ماڻهن کي اهو سمجهائي ۽ ڪري ڏيکاري سگهجي ٿو جنهن سان کين اهو ئي فائدو ملي جيڪو حاصل ڪري رهيا آهن. پر اهڙيءَ طرح جو ٻيلا بچي وڃن.
* ٻيلي ۾ اڪثر ڪم عورت ڪري ٿي. ان ڪري عورت جو ٻيلي جي معاملن ۾ وڏو هٿ آهي.
* جهنگن جي صورتحال ان ڪان مختلف آهي جيڪا شهرن ۾ سمجهي وڃي ٿي. جهنگ واقعي موت ۽ زندگيءَ جي جنگ وڙهي رهيا آهن.

* آبادي وڌي پئي، جنهنڪري جهنگ تباهه پيا ٿين. ماڻهو مستقل طور جبل تان لهي شهر ۽ ترائي ڏانهن وڃي رهيا آهن.

ڊپارٽمينٽ ۽ ڪميونٽي وچ ۾ اهڙو ناهه ڪيووڃي جنهن ۾ هيلي ۽ ماڻهن جي ڀلائيءَ کي نظر ۾ رکي ڪم ٿي سگهي.

## معاشيات

نيپال جابلو اقتصاديات وارو ملڪ آهي پر جڏهن کان سياحت کلي آهي، پرڏيهي ناڻو اچڻ شروع ٿيو آهي. کٽمنڊو شهر جديد هوٽلن ۽ مارڪيٽن سان ڀرجڻ شروع ٿيو آهي. بيشمار ٽوئرسٽ ايجنسيون کلي پيون آهن. مقامي گهريلو هنرن کي نيڪ ملي پئي آهي ۽ شهرن ۾ روزگار وڌڻ لڳو آهي.

اڄڪلهه عام رواجي نيپالي مزدور کٽمنڊو ۾ سٺ ستر رپيا ڪمائي وٺي ٿو. هنر مند مزدور جي ڪمائي سئو کان سوا سئو رپيا روز آهي. جبلن سبب ملڪ ۾ آباديءَ لائق زرعي زمين فقط ١٣ سيڪڙو آهي ۽ تعليم جي شرح ٤٠ سيڪڙو آهي يعني ڪُل ١٨٠٥ ملين ماڻهو پڙهيلن جي قطار ۾ شامل آهن.

کٽمنڊو شهر سياحت سبب ڪافي وڌيو آهي. هن وقت ان شهر جو شمار دنيا جي اهم شهرن ۾ آهي. پر فقط چاليهه سال اڳ جي ڳالهه آهي جو ڪو به پڪو رستو کٽمنڊو شهر ڏانهن نه ويندو هو. شهر ايترو ننڍو ۽ آبادي پاڻ ۾ ايتري ڳنڊيل هئي جو شهر جو هر ماڻهو هر ماڻهوءَ کي سڃاڻيندو هو. هاڻي صورتحال بالڪل بدلجي وئي آهي. کٽمنڊو چئني ڏسائن

۾ ويجهين ڀرواڙين، شهرن ۽ ترائيءَ سان ڳنڍجي چڪو آهي. نيپال جو ڏاکڻو حصو اوپر کان اولهه تائين روڊن جي ڄار سان ڳنڍيل آهي.

کٺمنڊو سان روڊن رستي ڳنڍيل شهرن ۾ چندرا ڳڙهي، ايلام، بيرت نگر، رجبي راج، ڌاران، ڌان ڪوٽا، جنڪ پور، جل ايشور، سِره، بيرج گنج، پارَسي، لمبني، ڪپل وستو، پرت پور، پوکرا، تلسي پور، ڌن گاڌي ۽ ٻيا گهڻا شهر شامل آهن. پر انهن مان گهڻائي ترائيءَ جي شهرن جي آهي. سيتا ۽ گوتم ٻڌ جون جنم ڀوميون به تِرائيءَ ۾ واقع آهن. شري رامچند ۽ گوتم ٻڌ جهڙا شهزادا نيپال جي ترائيءَ ۾ پيرين پنڌ ڦريا آهن پر هاڻي سياح تيز رفتار گاڏين ۾ ڦري سگهن ٿا.

نيپال مڪمل طور تي هندستان جي معاشي مڏي آهي. ان حد تائين جو نيپال ۾ هندستاني رپيو نيپالي رپئي سان گڏ قانوني طور هلي ٿو. ڪنهن ٻئي ملڪ جو سڪو هلائي نٿو سگهجي. ڊالر جو واپار به خفيه طور تي هلي ٿو يا وري بينڪون ۽ هوٽلون ڊالر کولي نيپالي سڪو ڏين ٿيون.

نيپال ۾ ٽريولرز چيڪ ڪٽي وڃڻ پِل آهي. ٽريولرز چيڪ مٽائڻو هجي ته ڪا به بينڪ ڊالر نه ڏيندي. ڊالر جي بدران ان جي قيمت برابر سرڪاري اگهه موجب مقامي ڪرنسي ملندي. پر جيڪڏهن سياح بچيل رقم جي عيوض ڊالر وٺڻ گهري ته موٽي ڪو نه ملندا. فرض ڪجي ته ڪو سياح سئو ڊالرن جو ٽريولرز چيڪ ڪولائي ٿو پر هن فقط ڏهن ڊالرن جيتري خريداري ڪئي. هاڻي هو نوي ڊالر واپس نٿو وٺي سگهي. سرڪاري پاليسيءَ موجب سياح کي گهٽ ۾ گهٽ ۸۵ ڊالرن جيتري رقم اتي خرچ ڪرڻي ئي پوندي. سياح مجبور ٿي بچيل نيپالي ڪرنسي ڏيئي پارتي رپيو خريد ڪن ٿا. جنهن جي مارڪيٽ ۾ وري به ڪا نه ڪا قيمت آهي.

مارڪيٽ ۾ ڪپڙي لٽي کان وٺي رڪشائن، موٽرن، ڪارن تائين ۽ ميڪ اپ جي سامان کان وٺي دوائن تائين هر شئي تي هندستان جي هڪ هٽي آهي. نيپال گهڻو ڪري هر شئي ٻاهران گهرائي ٿو. نيپال مان ڪاٺ، قالين ۽ جڙيون ٻوٽيون ٻاهر وڃن ٿيون. اڳي چانور به ايڪسپورٽ ٿيندا هئا

پر جڏهن کان آبادي ۾ واڌ ٿي آهي چانورن جي ايڪسپورٽ بہ بند ڪئي وئي آهي. ڪاڌو خوراڪ نيپال ۾ جام آهي پر سٺي ڪوالٽيءَ جي مڇي اوير ايشيا ۽ ڏکڻ اوير ايشيا جي ملڪن مان گهرائي وڃي ٿي، جيڪا وڏين هوٽلن ۾ هلي ٿي.

## آدم شماري ۽ مسئلا

نيپال جي آبادي ١٩٩٠ع ۾ هڪ اندازي موجب هڪ ڪروڙ ايڪانوي لک هئي. سراسري طور تي هر نيپالي عورت ڇهہ ٻار ڄڻي ٿي، جڏهن تہ هر هزار ٻارن مان اٽڪل ڏيڍ سئو ٻار ڄمڻ سان مري وڃن ٿا. شهري آبادي ٦.٠ سيڪڙو آهي. پاڪستان ۾ شهري آبادي ٣٢ سيڪڙو ۽ هندستان ۾ ٢٨ سيڪڙو آهي. نيپال جي ڪُل آباديءَ جو ٨٩ سيڪڙو ترائيءَ ۾ رهي ٿو ڇاڪاڻ تہ اتي زندگي سولي ۽ زرعي ميدان آهن.

نيپال ۾ پهرين ڪٿپ ١٩١١ع ۾ ٿي پر ان کي اهميت نٿي ڏني وڃي. نيپالي ماهر جڏهن بہ آباديءَ جو اندازو لڳائيندا آهن تہ پهريون حوالو ٥٤ - ١٩٥٣ع واري آدمشماريءَ جو ڏيندا آهن. پر دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ هر هڪ ڪٿپ آدم واڌ جي ماهرن کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. پريشانيءَ جي ڳالهہ اهي آهي تہ هر ڀيري جع ڪيل انگ اکر غلط آيا آهن.

آدم واڌ جو بہ ڪو حساب ڪتاب هوندو آهي. هتي هر نئين ڪٿپ ان حساب ڪتاب کان ٻاهر نڪري وڃي ٿي ۽ ماهر حيران ٿي اهو سوچين ٿا تہ اڳوڻي ڪٿپ غلط هئي يا هاڻوڪي غلط آهي. اصل ۾ ڪٿپ واري عمل جا بہ مکيہ مسئلا آهن. پهريون مسئلو تہ نيپال جي جاگرفيائي بيهڪ آهي.

ترائي ۽ تڪرن واري علائقي (وڏ ۾ وڌ ۲ هزار ميٽرن جي اوچائيءَ وارا علائقا) ۾ جيئڻ تيئڻ ڪٽپ ٿئي ٿي، ان ڪان مٿين علائقن ۾ ڪٽپ لاءِ پهچڻ ممڪن ناهي. پيو مسئلو لڏ پلاڻ آهي.

لڏ پلاڻ جو به ڪو هڪ قسم هجي تہ ان کي منهن ڏجي! هتي عجيب ڏسائن ۾ لڏ پلاڻ ٿئي ٿي، جن کي تلهي ليکي هن ريت بيان ڪري سگهجي ٿو:

۱. ڀارت مان نيپال ڏانهن لڏي ايندڙ ماڻهو.
۲. نيپال مان ڀارت ۽ ٻين ملڪن ڏانهن لڏپلاڻ
۳. پرڏيهہ مان واپس لڏي آيل
۴. جبل ڪان تڪر ڏانهن
۵. جبل ڪان ترائيءَ ڏانهن
٦. تڪر ڪان جبل ڏانهن
۷. تڪر ڪان ترائيءَ ڏانهن
۸. ترائيءَ ڪان تڪر ڏانهن
۹. ترائيءَ ڪان جبل ڏانهن
۱۰. تڪر ڪان تڪر تي
۱۱. جبل ڪان جبل تي
۱۲. ترائي مان ترائي ۾ لڏ پلاڻ

اها لڏ پلاڻ مستقل بہ آهي تہ عارضي بہ. هر قسم جي لڏ پلاڻ ۾ ماڻهن جو تعداد مختلف آهي پر تلهي ليکي ڪٽمنڊو شهر ۽ ترائيءَ ڏانهن لڏ پلاڻ ٿي آهي جنهن شهري ادارن جي سيني غريباڻين ترقياتي رٿائن کي ناڪام ڪري ڇڏيو آهي.

بهرحال، انگ اکر اهو سمجهائڻ ۾ بہ ڪامياب ٿيا آهن تہ ملڪ ۾ اندر ٿيندڙ لڏ پلاڻ پرڏيهہ روانگيءَ جي ڀيٽ ۾ تمام ٿوري آهي. انگن اکرن موجب ۱۹٦۱ ۾ لڳ ڀڳ ۱۸ لک ماڻهن ملڪي لڏ پلاڻ ڪئي. ۱۹۷۱ ۾

پنج لک ماڻهن ملڪي لڏ پلاڻ ڪئي. اهي انگ اکر عجيب آهن. انگ اکرن مان ڏسڻ ۾ ايئن ٿو اچي ته نيپال جي آبادي گهڻي آهي پر شهري سهولتيون پهچائيندڙ ادارا اها ڳالهه تسليم نٿا ڪن.

آدمشماريءَ جي رڪارڊ موجب ١٩٥١ ۾ فقط ١٠ شهري علائقا هئا. ١٩٦١ ۾ ١٦، ١٩٧١ ۾ ١٦، ١٩٨١ ۾ ٢٣ ۽ ١٩٩١ ۾ ٣٣ شهري علائقا ٿيا. جيتوڻيڪ ١٩٦١ ۽ ١٩٧١ ۾ شهري علائقن جو تعداد ساڳيو آهي پر انهن مان ٻه شهري علائقا ساڳيا نه هئا. ايئن ٿو لڳي ته هڪڙا شهر ڳوٺ ۾ ۽ ٻيا ڳوٺ شهرن ۾ تبديل ٿي ويا. شهري علائقن مان مراد آهي اهڙيون آباديون جن جي آبادي پنجن هزارن کان مٿي هجي. هن وقت کٽمنڊو جي آدمشماري ٤،١٤،٠٠٠ ۽ ان سان ڳنڍيل شهر للِيت پور جي آبادي ١،١٧،٠٠٠ آهي. (تازي رپورٽ موجب کٽمنڊو ۽ پرپاسي جي آبادي وڌي ٩ ـ لک ٿي آهي ۽ ان ۾ هر سال پنج سيڪڙو واڌ پئي اچي).

نيپال ۽ ڀارت وچ ۾ ماڻهن جي لڏ پلاڻ سبب نيپالي دانشورن کي ڏاڍي ڳڻتي آهي. سندن چوڻ آهي ته جيڪڏهن پنج هزار نيپالي هندستان لڏي وڃن ته اهي پنهنجي قومي سڃاڻپ ئي وڃائي ويهندا پر جيڪڏهن هندستان مان پنج هزار ماڻهو نيپال لڏي اچن ته اهي نيپال لاءِ نسلي مسئلو پيدا ڪري وجهن ٿا.

تازو ڀارت ۾ رهندڙ نيپالين ڀارت ۾ هڪ مظاهرو ڪيو. انهن دعوا ڪئي ته ڀارت ۾ هن وقت هڪ ڪروڙ نيپالي رهن ٿا تنهنڪري انهن جي ٻوليءَ کي ڀارت ۾ قومي ٻولي قرار ڏنو وڃي. بهرحال، نيپالي دانشور ان دعوا کي درست نٿا سمجهن ته ڀارت ۾ هڪ ڪروڙ نيپالي رهن ٿا.

ڪنهن وقت ۾ هندستان جي وزيراعظم راجيو گانڌيءَ چيو هو ته جيڪڏهن ڀارت ـ نيپال جون سرحدون بند ڪري ڇڏجن ته نيپال ڏهن ڏينهن ۾ تباهه ٿي ويندو. هوڏانهن نيپالين جو خيال آهي ته جيڪڏهن سرحدون بند هجن ها ته نيپال وڌيڪ ترقي يافته هجي ها. سندن چوڻ آهي

تہ وڏي آبادي ۾ وڏو ملڪ هجڻ ترقيءَ جي نشاني نہ آهي. سندن اها ڳالهہ وڏي حد تائين سچي آهي تہ ڀارت ڪيڏو بہ وڏو ملڪ ڇو نہ آهي ان کي جپان جي ترقيءَ سان نٿو ڀيٽي سگهجي ۾ جيستائين ڀارتي صنعت کي نيپالي مارڪيٽ ۾ پهچ آهي. نيپالي صنعت جي ترقي ممڪن ناهي، جيڪا اڃا ٻانبڙا پائي رهي آهي. سچي ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن نيپال ۾ سياحت صنعت نہ ٻڌجي ها تہ نيپال پرڏيهي ناڻي جو توازن برقرار رکي نہ سگهي ها. هن وقت نيپال ١٦٠ ڪروڙن جو پرڏيهي ناڻو ڪمائي ٿو.

نيپال وٽ پرڏيهي ناڻي جي ڪمائيءَ جو ٻيو مکيہ ذريعو افرادي قوت آهي جيڪا ٽوڪيو، سان فرانسسڪو، عراق، لبنان، ڪويت، ڀارت، بئنڪاڪ ۾ اهڙن ٻين شهرن ۾ ملڪن ۾ پورهيو ڪري رهي آهي.

نيپال، بهرحال ترقيءَ جي راهہ تي آهي، ڪو بہ سياح واٽ ويندي ڏسي سگهي ٿو تہ نہ رڳو پراڻين جاين جي نئين سر اڏاوت تي رهي آهي پر نوان علائقا بہ سڌرن پيا. ترقيءَ ۾ وڏي رنڊڪ جاگرافيائي حالتون آهن. هتان جون سيٽي نديون پوراليون آهن، انهن جي وهڪري تي ڪڏهن بہ اعتماد ڪري نٿو سگهجي، ڪڏهن پرجي وڃن ٿيون، ڪڏهن پاڻي گهٽ اٿن تہ ڪڏهن ٻوڏان ٻوڙ ڪيو ڇڏين. اهڙي ٻوڏان ٻوڙ جو بند، ٻنراجون ۾ پليون ٻڌڻ ڪان پوءِ اها ضمانت نٿي ڏيئي سگهجي تہ اهي ڪيترو وقت جٽاءُ ڪنديون. هيل تائين جن جن علائقن ۾ ڪاميابيءَ سان روڊ، رستا ۾ پليون ٺاهيون ويون آهن، اتي ترقيءَ جا منظر ڏسي سگهجن ٿا. پر انهن روڊن جي سنڀال بہ ڪو معمولي ڪم ناهي. برساتون روڊن ۾ گهارا وجهيو ڪين بيڪار ڪريو ڇڏين.

ماٺهو روڊن ۾ رستن جي اڏاوت جو مطالبو ڪندا آهن پر اقتصاديات جا ماهر مطالبو ڪن ٿا تہ آباد واڌ کي روڪيو جيڪا دنيا ۾ معاشي توازن ڦٽائڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ ذميوار آهي. سندن چوڻ آهي تہ جيڪڏهن آبادي واڌ کي نہ روڪيو ويو تہ سموريون ترقياتي رٿائون بيڪار ثابت ٿينديون. پر

چاڪاڻ تہ عام ماڻهو اقتصاديات جا ماهر نہ هوندا آهن. تنهنڪري خود ماهرن جون تجويزون بيڪار ثابت ٿيون آهن.

آباديءَ ۾ واڌ تہ مسئلو آهي ئي، پر آبادي گهٽجڻ بہ هڪ مسئلو آهي. هن وقت جرمني، فرانس ۽ اسڪينڊينيويا جا ملڪ شرح گهٽجڻ سبب سوچ ۾ آهن. يونان ۾ آبادي گهٽ هئڻ ڪري ترقيءَ جي رفتار سٺي ناهي. يونانين کي ترقيءَ لاءِ ٻاهرين ملڪن جي ٽيڪنيڪل ماڻهن جي گهرج آهي. بهرحال آبادي واڌ جي شرح گهٽائڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺل ادارا چين کي ڇڏي باقي ايشيا ۾ بالڪل ناڪام ٿي ويا آهن جيتوڻيڪ اتان جون سموريون حڪومتون ۽ مذهبي ادارا ان رٿ جي ڪليل مخالفت نٿا ڪن.

عالمي ادارن کي ڊپ هو تہ مسلمان ملڪ آبادي روڪ رٿا جي مخالفت ڪندا ۽ ڪين مولوي صاحبن جي سخت تنقيد سبب وڏي رنڊڪ ٿيندي پر ان جي ابتڙ مخالفت جو زور ڪيٿولڪ چرچ وارن طرفان ٿيو. چين ۾ آباديءَ جي شرح گهٽجڻ جو سبب سخت سزائون آهن، پر انهن سخت سزائن ڪٿي ڪٿي ڏاڍا سنگين ڏوهہ ڪرايا آهن. ڪنهن خاص جنس جي اولاد جي خواهش ۽ ٻارن جي محدود تعداد واري قانون سبب مائٽن هٿان ڪي ٻار خون بہ ٿيا آهن. اولاد جي خواهش کي قانون سان روڪڻ بي رحمي سمجهي وڃي ٿي تنهن ڪري عالمي ادارا ڪوشش پيا ڪن تہ تعليم وڌائي وڃي ۽ ڇوڪرين کي پڙهائيءَ ۽ پيداواري ڪمن مصروف ڪرائي ڇڏجي تہ جيئن اهي وانديون نہ رهن. واندين جون شاديون ٿي وينديون ۽ ٻار ڄڻڻ شروع ڪري ڇڏينديون.



ماٺهو

نيپال جا ماڻهو ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا هند چيني ۽ منگولي مهانڊن وارا آهن. جيڪي خاص نيپالي نقش چٽي سگهجن ٿا. انهن جا نڪ، منا، اکين جون ڪنڊون اٽچيريل ۽ قد ننڍا آهن. ڪي ڪي ماڻهو شينهن وانگر وڏا پهلوان آهن. ٻيو قسم اهو آهي جنهن جا نقش سهڻا آهن. انهن جا نقش تکا ۽ ڪڙا آهن. انهن جو قد پورو پنو آهي. ڀهرين نسل جي ماڻهن جا نڪ منا ضرور آهن پر چينين جهڙا به ناهن. ڪجهه نه ڪجهه "نڪ" اٿن. ٻنهي قسمن ۾ ڪي گورا آهن ته وري ڪي سانورا.

# گورکن جو ديس - پوکرا

انگريزن جي دور ۾ شاهي لشڪر ۾ سڀ کان گهڻا سپاهي گورکا ڀرتي ٿيا. انهن سپاهين انگريزن سان وفاداريءَ يا پنهنجي پيشي سان وفاداريءَ ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو هو. اڄ ڪلهه گورکا سپاهين جو نالو سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. گورکا نه ته ڪا ذات آهي ۽ نه وري ڪو فرقو. گورکن ۾ سڀ کان وڏيڪ گرونگ، ماگر، راءِ ۽ لمبو قبيلن جا ماڻهن شامل آهن. اهي ماڻهو پوکرا جي ننڍين وڏين جابلو ماترين ۾ رهن ٿا. قد بت ۾ هرويرو قداور يا پوائتا ڪونهن، عام نيپالي نيوار قبيلن وانگر قد جا پورا پنا، نپل پر سخت جان آهن. نيٺ به جابلو ماڻهو آهن! سندن ڏوهه فقط اهو آهي ته هنن سخت غربت کان مجبور ٿي انگريزن جي فوج ۾ شموليت اختيار ڪئي. غربت سبب وفاداري ڪئي ۽ نيٺ هڪ فوجي نسل طور سڃاڻپ ورتائون.

پوکرا چمڪندڙ ڍنڍ ۽ گجندڙ ندين جو ديس آهي. مڇيءَ جي شڪارين ۽ جبل چڙهڻ جي شوقينن لاءِ هيءُ موهيندڙ پاسو آهي. پوکرا نيپال جي مرڪز ۾ آهي. جيتوڻيڪ زرعي اقتصاديات سان گهيريل آهي، تڏهن به معاشي توڙي صنعتي طور ملڪ جو اهم ڀاڱو آهي. اولهه وارن اوچن جبلن جون برف پوش چوٽيون پنهنجو عڪس ڍنڍن ۾ ڇڏين ٿيون. ڍنڍن ۾ موجود پاڻي انهن ئي برفاني چوٽين تان لهي ٿو . انهن ئي چوٽين مان هڪ

چوٽيءَ جو نالو "مَجا ٻُجڙاءِ" (مچيءَ جو پڇ) آهي. جيڪا سچ پچ پنهنجي نالي جهڙي آهي.

جيئن سنڌ ۾ ڀَٽُ ٿين تيئن پوکرا ـ نيپال ۾ هڪ ذات آهي، "گائني". يعنيٰ "ڳائڻا". اسان وٽ ڳائڻي جي معنيٰ آهي ڪو به ڳائڻو جيڪو سرتال کي سمجهي ڳائي سگهي. پر نيپالي ڳائڻي جي معنيٰ آهي، "ڀَٽُ". گائني لوڪ پاڻ سان سارنگي کڻي ماٿريءَ ۾ توڙي سڄي ملڪ ۾ پنهنجا گيت ڳائيندا وتن ٿا. ڳائڻو ساڳئي وقت ۾ موسيقار ۽ تاريخ دان به آهي جيڪو بهادرن جا قصا، رومانوي داستان ۽ قربانين جون اهي ڪٿائون ٻڌائي ٿو جيڪي فقط ڪيس ئي ياد آهن. پوکرا واديءَ ۾ براهمڻ، کتري ۽ نيوار ذاتيون رهن ٿيون. ان ڪري ماٿريءَ ۾ ٽنهي ذاتين جو ميلاپ محسوس ڪري سگهبو.

ڪٽمنڊو جي پراڻن طاقتور راجائن لچاوي ۽ مَلَ ڪٽنبن جون حڪومتون هتي ڪجهه وقت قائم رهيون پر پوءِ پنهنجن ئي ڪن سببن سبب زوال کي پهتيون، تڏهن پوکرا ماٿري ۽ ڀرپاسو ننڍڙين ننڍڙين حڪومتن ۾ ورهائجي ويو. جن جا پاڻ ۾ ٽڪراءُ ٿيندا ٿي رهيا. انهن حڪومتن کي "چوبيسي راجيا" (چوويهه حڪومتون) سڏيو ٿي ويون. انهن مان هڪ ڪلمندن شاهه پنهنجي حڪوت قائم ڪئي. سندس پونير دربيا شاهه گورکا جو بنياد وجهندڙ هو. بادشاهه پرٿوي نارائڻ شاهه پنهنجي حڪومت جون حدون اوڀر ۽ اولهه طرف وڌايون ۽ هاڻوڪي نيپال صورت اختيار ڪئي. هن بادشاهت جي دلچسپ ڳالهه اها آهي، ته بادشاهن پنهنجي لاءِ "شاهه" جو لقب چونڊيو آهي جيڪو مسلمان بادشاه استعمال ڪندا آهن. مل راجائن جو دور ١٢٠٠ع کان ١٧٦٨ع آهي.



نيوار لوڪ

نيوار، نيپال جا قديم ماڻهو آهن. سندن شمار ملڪ جي سڀ کان مهذب لساني گروهہ ۾ ٿئي ٿو. سندن پنهنجي تهذيب، ٻوليءَ لکت جو انداز آهي. جيتوڻيڪ ڪين پنهنجي جدا لپي آهي پر تنهن هوندي بہ ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ڄاڻن. سندن ٻوليءَ کي نيپالي ڀاشا يا نيواري ڀاشا سڏيو وڃي ٿو. يعني نيپالي يا نيوار ٻولي. نيواري نيپال جي سڀ کان شاهوڪار ٻولي آهي. اهو ئي سبب آهي جو باوجود ان کي دٻائڻ جي ڪوشش جي، اها ٻولي ختم نہ ٿي آهي.

نيواري ٻوليءَ تي هڪ اهڙو وقت بہ آيو جو ان ۾ ڪتاب تہ ٺهيو هڪ پمفليٽ بہ ڇاپڻ ممڪن نہ هو. هاڻي قديم نيواري لکتون سرڪار جي آرڪائيوز ڪاتي نيپال راشتريہ اڀيليکيالا ۾ محفوظ ڪيون ويون آهن.

نيواري سڄي نيپال ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. سندن پيشو پورهيو ۽ واپار آهي. پر انهن جي اڪثريت کٽمنڊو واديءَ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي. سندن مزاج ۾ وفاداري، ڏکن ۾ ڀائيواري ۽ خلوص شامل آهي. مهاندن جي لحاظ کان منگولي چهرا وڏيڪ ڏسڻ ۾ ايندا پر هندي آريائي مهاندا بہ آهن.

نيوار لوڪ جي اڪثريت هارين نارين ۽ ننڍڙن واپارين تي ٻڌل آهي. ڪنيارڪي ۽ واڍڪي ڪم ۾ بہ ڀڙ آهن. فوج ۾ سندن ڀرتي نالي ماتر ئي

تي سگهي ٿي، ان جو سبب بہ ساڳيو سنڌين جهڙو آهي. يا تہ انهن کي فوج ۾ وڃڻ جو خيال ئي ناهي يا وري کين فوج ۾ کنيو ئي نٿو وڃي. البت ملڪ جا بهترين رازا، واڍا، رنگ ساز، بت تراش، سونارا، لوهار، فنڪار هنرمند ۽ عام پورهيت اهي ئي آهي.

ماني نکي بہ ساڳي سنڌ ۽ هند جي ماڻهن جهڙي کائين پر سنڌن من پسند خوراڪ دال پت آهي، پاڇيون جام کائين،چٽني ۽ گوشت بہ عام واپرائين. لباس نرالو اٿن، پاجامي تي لنبو ڪڙتو پهرين، اُن مٿان واسڪوٽي ۽ مٿي تي نيپالي ٽوپي. عورتون ساڙهي پائين، ڇوڪريون ۽ پرٽيل عورتون شيشي جون چوڙيون ٻانهن ۾ وجهن. جن کي پهچ آهي سي سونا زيور بہ پائين. بيواهون پري ڪان پڌريون آهن ،انهن جون ٻانهون ٻسيون رهجيو وڃن ۽ نکي وار پڌڻ لاءِ ڳاڙهي ربن استعمال ڪن.

نيوارين جا گهر ڳاڙهين سرن جا ٺهيل هوندا آهن. جايون ٻہ ٻہ ٽي ٽي ماڙ ٿين. سنڌن گهر ۾ ڪاٺ جي اُڪر بہ ضرور هوندي. هو پاڻ کي چڱيءَ طرح وندرائڻ ۽ مشغول رکڻ بہ ڄاڻين. جيڏيءَ مهل ڪم تان لهن گيت ۽ ڀڄن ڳائين پر هاڻي اهو سلسلو گهٽجي ويو آهي، ماڻهو فلمون، موسيقي جا پروگرام ۽ ناٽيڪي راندون ڏسڻ کي اوليت ڏين ٿا.

نيوارين جي گهريلو زندگي گڏيل ڪٽنب واري آهي پر هاڻي ان سرشتي ۾ بہ ڏار پيا پون. جيئن ئي ڪمائيءَ جي مسئلي تي اختلاف ٿيا گهر جدا ٿيندا ويا. سنڌن زندگيءَ جو ڍنگ ئي جدا آهي. مرڻي، پرڻي ۽ ٻار ڄمڻ جون ريتون رسمون بہ جدا آهن.

مائٽي ڇوڪر جا مائٽ ڇڪيندا آهن. مائٽي لاءِ هڪ عورت جون خدمتون حاصل ڪيون وينديون آهن هن عورت کي "لامي" چون. اها عورت مختلف گهرن ۾ شاديءَ لائق ڇوڪري ڳولي ڇوڪريءَ جي تصوير، جنم ڇوپڙي ۽ ٻيو حال احوال وٺي گهوٽيتين وٽ وڃي ڪندي آهي. ساڳيءَ طرح

گهوٽ جي تصوير بہ ڪٺي وڃي ڇوڪريءَ وارن کي ڏيکاريندي. هيءُ طريقو هاڻي فيشن ٿي ويو آهي. جيڪڏهن ڇوڪري ۽ ڇوڪرو هڪٻئي جا فوٽو ڏسي راضي ٿين تہ ڪين روبرو ڏسڻ جو موقعو بہ ڏنو وڃي ٿو. اها جاءِ يا مندر هوندي يا وري سئنما. ڳالهيون، تفصيل ۽ معاملا لامي طئہ ڪندي آهي. جوتشين کان ڏارو هٿائي پڇيو ويندو آهي تہ شادي ڪامياب رهندي يا نہ؟ ڪين ڀُٽ ٿيندو يا نہ؟ جيڪڏن جواب "ها" ۾ مليا تہ معاملو شادي ڏانهن وک وڌائيندو ۽ مڱڻي کان شاديءَ تائين جون بي شمار ننڍيون ننڍيون رسمون شروع ٿينديون.

نيوار لوڪن ۾ هڪ رسم ٻين کان مختلف آهي. شاديءَ واري ڏينهن گهوٽ پنهنجي گهر ۾ رهندو آهي. ڪنوار جي گهر ۾ سندس ڪو بہ ڪم ناهي. شاديءَ جون رسمون ڪنوار بدران گهوٽ جي گهر ۾ ٿينديون آهن. نيوار ڪنوار پاڻ سان ڏاج ۾ سٽ ڪتڻ جو چرخو، آڏاٺو، بسترو، وهاڻو، چادر، رڌ پچاءَ جا ٿانءَ ٿپا ۽ اهڙا ٻيا ٿپڙ کڻي ويندي هئي پر هاڻي زمانو بدلجي ويو آهي. اڄڪلهہ آڏاٺن بدران سينگار ميز، صوفا سيٽ ۽ ٻيون نازڪ نفيس شيون کڻيو اچن.

گهوٽ جي گهر ڏانهن روانگيءَ وقت ڪنوار کي ڪنهن بہ مندر خاص ڪري گڻيش ڀڳوان جي مندر آڏو آڻي ويهاريندا ۽ ٻہ پنڊت ڪنوارتين ۽ گهوٽيتين پاران اچي ڳالهائڻ شروع ڪندا. ڪنواريتن جو پنڊت چوندو،

"اسانجي نينگر ڏاڍي نازڪ آهي، بالڪل گلن وانگر، سندس پالنا ڏاڍي ڏيان سان ڪئي وئي آهي. هوءَ دنيا جي روش کان واقف ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ هوءَ پُل مان غلطيون ڪري وجهي. جيتوڻيڪ هوءَ پورائي ۽ معصوميت سبب غلطيون ڪري سگهي ٿي، مهرباني ڪري سائس نرمي ۽ معافيءَ جو ورتاءُ ڪجو ڇو تہ هاڻي هوءَ توهانجي آهي."

جواب ۾ گهوٽيتن جو پنڊت چوندو، "هاڻي هيءَ اسان جي ڌيءَ

آهي، بالڪل ائين جيئن توهانجي آهي. سندس سٺو خيال ڪيو ويندو. هن جي ڀلائي ۽ خوشيءَ لاءِ توهان کي ڪا به ڳڻتي ڪرڻ نه گهرجي.“ پول پولڻ کانپوءِ ڪنوار ڊوليءَ ۾ وهندي آهي ۽ سڌو گهوٽ جي گهر رواني ٿيندي آهي.

گهوٽ جي گهر ۾ گهڙڻ مهل خاص رسمون ٿينديون آهن. هن موقعي تي ڪاميابيءَ جي ديوتا گڻيش ۽ ڪمار، وشنو، برهما، شو ۽ پنچا بڌا جي پوڄا ٿيندي آهي. چائنٽ وٽ ديوتائن جون مورتيون يا تصويرون اڳ ئي آڻي رکيون وينديون آهن. دروازي جي ٻنهي پاسن تي ”توا ديو“ جي جوڙي رکي ويندي آهي. توا ديوا هڪ قسم جون ڏياٽيون آهن جن کي سٺي آتما جي علامت سمجهيو ويندو آهي.

جيئن ئي ڪنوار انهن رسمن مان ٽپي اڳتي ايندي، گهوٽ ماءُ اڳتي وڌي ڪيس پيار ڪندي ۽ گهر جي نجوڙيءَ جون چابيون ڏيئي ڪيس اندر وٺي ويندي ۽ اندر گهڙڻ کان پوءِ ڪي خاص ٻج هيڏانهن هوڏانهن اڇلائي ساڙيندي ته جيڪڏهن ڪنوار سان گڏ ڪو بدروح هلي آيو هجي ته اهو ڀڄي وڃي.

گهوٽ ماءُ ڪنوار کي آشيرواد ڏيڻ لاءِ اناج ماپڻ جي هڪ ٿانءَ ۾ آلدل گل ۽ ميون جا ٽڪرا ٽي پيرا مٿس ڇٽيندي آهي ۽ پوءِ سندس نراڙ تي تلڪ هنيو ويندو آهي. ان کان پوءِ ڪنوار کي گهوٽ سان وهاري ٻيون رسمون شروع ڪرايون وڃن ٿيون.

ڪنوار گهوٽ کي ور مالها پارائيندي، پيرن تي هٿ رکندي ۽ خشڪ ميوي جا ڏهه داڻا ڏيندي. اهي وفاداريءَ جون علامتون آهن. لڳ ڀڳ ساڳي طرح هوءَ پنهنجي سس ۽ سهري سان به وفا جو اظهار ڪندي آهي. اهڙيءَ ريت نيٺ باقي گهر ڀاتين سان سندس تعارف ٿيندو. ان کان پوءِ به رسمن جو هڪ اڻ کٽ سلسلو آهي. تان جو وڃي سج لهندو.

چوٿين ڏينهن ڪنوار جا مائٽ سوڪڙين پاڪڙين سان گڏ ڪنوار جو منهن ڏسڻ ايندا، پوءِ پاٽ ۾ رسمن ڪان پوءِ ڪيس گهوٽ سميت وٺي ويندا، جتي گهوٽ پنهنجيون ذميواريون پوريون ڪندو. اهي ريتون ۾ رواج به هاڻي گهٽبا پيا وڃن. اڄڪلهه نيواري گهوٽ شاديءَ واري ڏينهن ئي ڪنوار جي گهر وڃن ٿا جتي سويمبر جي رسم ادا ٿئي ٿي. نيواري لوڪ اهي شاديون گهڻو ڪري ويساک (اپريل مئي) ڪان وٺي ڦوڳڻ (فيبروريءَ) جي مهينن ۾ ڪن، سواءِ آگسٽ، سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جي.

جيتوڻيڪ نيوار لوڪ هندو ۽ ٻڌ ڌرمن ۾ ورهايل آهن تڏهن به ٻنهي جي ريتن رسمن ۾ وڏي هڪجهڙائي آهي. اها هڪجهڙائي ڄمڻ ڪان مرڻ تائين هر هڪ موقعي تي آهي. ٻڌ مت ۾ ذات پات جو فرق نه آهي پر هندو لوڪن سان ويجهڙائپ سبب نيواري ٻڌن ۾ به ذات پات تي وٺي آهي ۽



نيپالي مزدور پارٽي فلم جو پوسٽر
ڏسي رهيو آهي

انهن به ذاتين جا طبقا ٺاهي ڇڏيا آهن. ٻڌن ۾ مٿيون طبقو ٻجرا چريا آهن، ان کان پوءِ شاڪيا آهن. انهن کان پوءِ به ست اٺ طبقا ٺي ويا آهن، جن کي ڪمن ۽ ڪرتن جي بنياد تي سڃاتو وڃي ٿو. مثال طور اوهرايا گهٽو ڪري واپاري آهي، مننڌرا تيل پيڙيندڙ يعني تيلي آهي. چترڪار طبقو تصويرون ٺاهيندڙن جو آهي، پر هاڻي هر ڪو پنهنجي منهن آهي. ڪو به ماڻهو ڪو به پيشو اختيار ڪري سگهي ٿو، سواءِ مذهبي پيشوائيءَ جي.

## نيپال جون جابلو نديون

نيپال ۾ اٽڪل ٦٠٠ جابلو نديون آهن، جن ۾ سڄو سال پاڻيءَ جو چڱو وهڪرو آهي. انهن سڀني ندين جو پاڻي هندوستان جي سرحدن ۾ داخل ٿي گنگا سان ملي وڃي ٿو. گنگا جي سدا بهار جوڀن جو هڪ وڏو سبب اهو به آهي. جابلو نديون هئڻ ڪري انهن جو وهڪرو ڪافي تيز آهي. تنهنڪري انهن تي بند ٻڌي بجلي حاصل ڪري سگهجي ٿي پر نيپال حڪومت في الحال فقط ٢ عدد سيڪڙو بجلي حاصل ڪري سگهي آهي. حڪومت واقعي غريب آهي پر نيپالي ماڻهن جو خيال آهي ته حڪومت ڄاڻي واڻي سستي ۽ لاپرواهيءَ جو مظاهرو ڪري رهي آهي.

هتي هوندي ته هر نديءَ کي تقدس حاصل آهي، پر ڪجهه ندين کي واقعي وڏو تقدس آهي ۽ اهي پنهنجي وجود ۾ به وڏيون آهن. ٻاگمتي ندي ته ويچاري بنهه معمولي ندي آهي. ڪرنالي، ڪوشي Koshi، گنڊڪي Gandaki، مهاڪالي ۽ ڪجهه ٻيون نديون ڏاڍيون اهم آهن. انهن مان وري ڪوشي، گنڊڪي ۽ نارائڻيءَ کي سڀ کان گهڻي ميڄتا آهي. ان ڪانسواءِ هر اها جاءِ به مقدس آهي جتي به نديون اچي پاڻ ملن ٿيون.

سنڌو نديءَ نيپال جي جابلو ندين جي صفتن ۾ هڪ ڳالهه بنهه ابتڙ آهي. اهو صحيح آهي تہ پنهي ملڪن جي ندين ۾ لٽ جو مقدار تمام گهٽو آهي پر نيپالي نديون پنهنجين لاهين ۾ تک سبب جبلن کي کوري پنهنجا لنگهہ اجا گهرا ڪنديون رهن ٿيون. سنڌ ۾ وهڪرو آهستي هئڻ ڪري لٽ گڏ ٿئي ٿي جنهن ڪري واهن ۽ درياهن جي ڪانٺيءَ جا مطالبا ٿين ٿا.

هڪ عالمي رپورٽ موجب نيپال ۾هائڊرو اليڪٽرڪ سٽي تيار ڪرڻ جي سپ ڪان وڏيڪ گنجائش هوندي بہ بجليءَ جو بحران آهي. سبب ملڪ جي غربت ۽ فنڊن جي اڻهوند آهي. فقط بجلي جي اپت وڌي تہ ملڪ خوشحال ٿي وڃي. ماٺهن مجبور ٿي سج جي روشنيءَ مان توانائي جا پلانٽ هنيا آهن. پر اهو ڪيترو ممڪن آهي؟

## هماليہ

هندو ڏند ڪٿائن ۾ هماليہ فقط جبل ناهي. ان جي هڪ شخصيت بہ آهي. سندس زال جو نالو ميناڪا آهي. سندس بہ ڌيئرون اما ۽ گنگا آهن. اما ديوي شو جي زال آهي. هيءَ اها ئي اما آهي جيڪا شو ۽ دڪشا پرجاپتيءَ جي لڙائي ۽ ڪان پوءِ ٻاگا ٻاگا ٿي وئي هئي ۽ جنهن جي جسم جا ٻاونجاهہ ٽڪر سڄي ڀارت ۾ هنڌ هنڌ ڪريا هئا. جتي جتي بہ سندس جسم جو ڪو ٽڪرو ڪريو آهي اتي "شڪتي پوڄا" ٿئي ٿي. اما جو هڪ

نالو پاربتي به آهي يعني پربت يا جبل جي ڌيءَ.

جاگرافيائي لحاظ کان هماليه پربت ڌرتيءَ جو سڀ کان اتانهون جبل آهي. جنهن جي ڊيگهه اٽڪل ٢٤٠٠ ڪلوميٽر آهي. هماليه سنڌونديءَ جي عظيم موڙ جي اولهه ۾ پامير وٽان شروع ٿي اوڀر ۾ برهمپترا جي عظيم موڙ تائين پهچي ٿو. ويڪر جي لحاظ کان سندس وڌ ۾ وڌ پکيڙ اتر اولهه قراقرم ۽ هندو ڪش وٽ اٽڪل ٣٠٠ ڪلوميٽر آهي. اوچائين جي لحاظ کان سندس سوين برفاٽيون چوٽيون يورپ، آفريڪا توڙي آمريڪي کنڊ جي جابلو چوٽين کان مٿي آهن. حدن جي لحاظ کان هماليه هندستان، نيپال، پاڪستان، ڀوٽان، برما، چين ۽ اکوٽي روس جي سرحدن ۾ آهي.

هماليه جي سلسلي مان نڪرندڙ بي شمار ننڍيون وڏيون نديون سڄي اپکنڊ جي ڪجهه حصي کي نه رڳو زرخيز ڪن ٿيون پر اوچا جبل بادلن ۽ هوائن کي روڪي، انهن جو رخ بدلائي موسم بدلائين ٿا، ٻوڏون ۽ طوفان آڻين ٿا.... ۽ انهن موسمي ۽ جاگرافيائي حالتن ۾ انسان ۽ حيواني زندگي پلجي ٿي. هونئن اها حقيقت آهي ته گهڻو جيالاجيڪل عرصو نه لنگهيو آهي جو هماليه سمنڊ هيٺ هو. ان جو ثبوت هماليه جي اوچائين تان ليجندڙ ساموندي مخلوق جا پنڊ پهڻ آهن. ڌرتي وديا ڄاڻن جو چوڻ آهي ته زمين مان اندروني دٻاءَ سبب هماليه جبل سمنڊ مان ڪَرَ کڻي اڀريو ۽ سمنڊ پوئتي هٽي ويو آهي. هماليه سنسڪرت جي ٻن لفظن جو مرڪز سمجهيو وڃي ٿو هِما معنيٰ برف ۽ اليه معنيٰ گهر يا جاءِ.

ڇاڪاڻ ته برفاٽيون چوٽيون سهڻيون، اسرارن سان ڀريل ۽ ميدانن کان گهڻو مٿي آهن تنهنڪري هماليه جبل کي بهشت ڏانهن وٺي ويندڙ واٽ به سمجهيو وڃي ٿو. ايئن ٿو لڳي ته هندو ديو مالا ۾ جنهن کير ساگر جو تصور آهي سو اهو ئي برفاٽين چوٽين وارو علائقو آهي جتي عام انسان جو پهچڻ ٻي حد ڏکيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو لڳ ڀڳ هر اوچي چوٽيءَ کي ڪنهن نه ڪنهن ديوتا جو نالو ڏنو ويو آهي يا ايئن سمجهيو ٿو وڃي

تہ اتي ڪو نہ ڪو ديوتا رهندو آهي يا وري ڪو نہ ڪو ديوتا اتي ڪجهہ وقت ترسيو آهي. مثال طور ڪجهہ چوٽين جا نالا ڏسي سگهجن ٿا.

ڪئلاش پربت مهاديو شو جو استان آهي، راڪا پوشي معنيٰ "ازدها جو پچ" واضح رهي تہ اتر ۽ اوڀر ايشيا وارن ملڪن ۾ ازدها (Dragon) کي وڏي ڌارمڪ حيثيت آهي.

نيپال هماليہ جي اوچي چوٽي ايورسٽ جو ملڪ آهي، جنهن جي اوچائي ٢٩،٠٢٨ فٽ آهي. دنيا ۾ ٻيو نمبر اوچي چوٽيءَ "ڪي ٽو" ٢٨٢٥٠ فٽ آهي، ٽيون نمبر چوٽي ڪنچنچنگا جي اوچائي ٢٨١٤٦ فٽ آهي. بهرحال نيپال جو نالو کڻڻ سان اوچن جبلن واري ملڪ جو تصور ايري ٿو، جنهن جي پکيڙ ٢٤٢٦٠ چورس ميل آهي. نيپال جون مکيہ چوٽيون ايورسٽ، ماڪالو، لهوتسي، چو آيو، آنا پُرنا ۽ ڌولا گِري آهن.

## هوٽل هماليہ

دولي خيل کان واپسيءَ مهل هڪ سهٽي هل اسٽيشن تي ٺهيل هوٽل هماليہ ۾ پيٽ پوڄا جو انتظام هو. نيپال ۾ ڪاڏي ۾ ڳئونءَ جو گوشت ڪونہ هلي. ڳئو ماتا جو گوشت کائڻ آدمخوريءَ کان بہ وڏو پاپ سمجهيو وڃي ٿو. هتي ڳئون کهڻ انسان کي خون ڪرڻ کان بہ وڏو ڏوهہ آهي هيءُ سڌو سنئون عقيدي جو مسئلو آهي. تنهنڪري تفصيل ۾ وڃڻ بيڪار آهي. جنهن کي وڏو گوشت کائڻ جو شوق هجي، وڃي مينهن کهي! ڪنهن کي بہ اعتراض ناهي.

هتي شودر مينهن جو گوشت کائين ٿا. وئش بہ کائين ٿا. نيپال ۾ مسلمان توڙي عيسائي ٻئي ڌريون ڳائو گوشت ڪو نہ کن. ٻڌ مت وارا بہ

گوشت کائن ٿا. انهن جو پسنديده گوشت ٻڪر، ڪڪڙ، مينهن ۽ سوئر آهي. هندو جاتين مان شودر ۽ وئش اهي سڀ گوشت کائين. فقط برهمڻ ۽ کتري ڪو نہ کائين، انهن جو گذارو ڀاڄين، ميون ۽ اناج تي آهي.

سنڌي ماڻهو بہ الائي ڇا ڇا کايو وڃن... ٻِهه، ڪُمُ، ڀيڻ، لوڙهہ ۽ الائي ڇا ڇا! پر نيپالي بہ هٿ اکٽي نڪتا. هماليہ هوٽل ۾ بانس جي پاڙن جو سوپ تيار ڪيو ويو هو. هيءُ نئون تجربو چڱو رهيو پر اهو احساس ڪافي دير تائين رهيو تہ ڪاٺيءَ جو سوپ پيتو ويو.

هماليہ هوٽل سادا چار پنج هزار فٽن جي بلنديءَ تي آهي. سامهون گوري شنڪر جبل جون چوٽيون ڏسجن ٿيون، مند صاف هجي تہ ايورسٽ چوٽي بہ ڏسي سگهجي ٿي.

## ايورسٽ جي چوٽي

ايورسٽ جي چوٽي ڏسڻ لاءِ ڪٺمنڊو کان اوڀر ۾ ٢ ڪلاڪ گاڏيءَ ۾سفر ڪرڻو پوندو. پر اها قسمت جي ڳالهہ آهي. جيڪڏهن آسمان صاف هوندو ۽ ڪڪرن رنڊڪ نہ وڌي تہ هماليہ جي سڀ کان اوچي چوٽي ڏسي سگهجي ٿي.

ايورسٽ جو مقامي نالو "ساگر ماتا" آهي. ايورسٽ سچ پچ ساگر ماتا آهي ڇو تہ اهو جبل ڌرتيءَ تان ڪر ڪڍي آڪاس جي وسعتن ۾ بادلن کان بہ مٿي ڪنڌ ڪڍي بيٺي رهيو آهي. ائين لڳي ٿو تہ ڄڻ ڌرتيءَ تي ڦرندڙ فسادن ۽ ظلم جي گهٽ برداشت ڪرڻ سندس وس کان ٻاهر آهي تنهنڪري ڪڪرن کان مٿي نڪري مٿي اچا مٿي آڪاس ۾ نهاري رهيو آهي

۾ هر قسم جي آلودگيءَ کان پاڪ ۽ صحت مند ساهه کڻي رهيو آهي.

مون ورڪشاپ جي آرگنائيزرن کي خاص گذارش ڪئي ته هن موقعي تي اسان فائدو وٺي ساگر ماٿا ۽ گوتم ٻڌ جي جنم پونءِ لمنبي يا ڪپل وستو ضرور ڏسڻ گهرون ٿا. پر ورڪشاپ وارا ٻئي ڪم ڪري نه سگهيا. لمبني پري آهي ۽ رستو خراب آهي. ساگر ماٿا ڏسڻ جي مند نه هئي جو ته مانسون جا جهڙ هماليه جابلو سلسلي ۾ ڦاٿل هئا.

نيپال ۾ اوچيون چوٽيون ڪجهه هن ريت آهن. انتهائي اتر اوڀر ۾ ڪنچن چنگا (٨٥٩٨ ميٽر)، ايورسٽ (٨٨٤٨ ميٽر)، گوري شنڪر (٧١٤٥ ميٽر) انهن جي وچ ۾ ٻيون به ڪيئي چوٽيون آهن جيڪي ٨ ـ هزار ميٽرن کان مٿي آهن.

اسان جي ملڪ ۾ ڪي ٿو ڪانپوءِ ڪهڙي چوٽي وڏي آهي؟ شايد ئي سياحت کاتي جو ڪو لٽريچر رهنمائي ڪري! نيپال جي هر ننڍي وڏي ڪتاب گهر، بڪ اسٽال توڙي جنرل اسٽور تي نيپال جا نقشا موجود آهن جن ۾ شهرن کان وٺي هر هڪ جابلو چوٽيءَ تائين وٺي ويندڙ نقشو موجود آهي. انهن نقشن ۾ هر قسم جي معلومات آهي. مان سوچيان ٿو ته اسانجا سياحت کاتا نيپال جي مقابلي ۾ نڪي جو ڪم نٿا ڪن، جيتوڻيڪ پاڪستان نيپال جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ شاهوڪار ملڪ آهي.

# سفر واپسي

نيپال کان پاڪستان واپسيءَ لاءِ پي آءِ اي جهاز ڪٽمنڊو کان ڍاڪا واري پاڻ ورتي. ۸۸۰۰ ميٽر بلندي تان اڏامندڙ جهاز جي ڪاپي دريءَ مان اسان ٻاهر ڏٺو. مائونٽ ايورسٽ ۽ گوري شنڪر ڪر ڪٽي وڏي ٻي پراواهيءَ سان ڏسي رهيا هئا. ڪڪرن کي شايد ان کان متي چڙهڻ جي همت نہ هئي. ان کان متي آسمان تر جي آسمان وانگر وشال ۽ نيرو هو.

برف ايورسٽ ۽ گوري شنڪر کي ڍڪي ڇڏيو هو ۽ انهن جي ڪلهن کان هيٺ ڪڪرن جا اڇا پشم ڌرتيءَ کي ڍڪيو بيٺا هئا.

مائونٽ ايورسٽ سان ملاقات نہ ٿي هئي، سو ملاقات ڪري ڇڏيائين. ٿينڪيو مائونٽ ايورسٽ!

ارادو تہ بنگال جي ڌرتي گهمڻ جو بہ هو پر ...... گهمڻ نہ سهي هاڻي اکين سان ڏسي رهيو آهيان. جهاز ڍاڪا جي هوائي اڏي تي بيٺو آهي، ڍاڪا جا مسافر جهاز مان لهي پنهنجن گهرن ڏانهن وڃي چڪا آهن، نوان مسافر جهاز ۾ چڙهڻ لڳا آهن. اسان کي هيٺ لهڻ جي اجازت ناهي. هن وقت ڍاڪا جو گرمي پد ۲۵ ڊگريون سينٽي گريڊ آهي. ٻاهر سخت برسات پئجي رهي آهي. چوڌرف ٻوڙان ٻوڙ آهي. جهاز جي لينڊنگ کان اڳ دريءَ مان بنگلا ديش جو منظر ائين هو جيئن درياهن اٿل ڪاڙي هجي. مانسون جي پيچاڙي آهي. بنگال ۾ ٻوڏون تہ آهن ئي پر هيلوڪي بارشن تہ بنگالي ماڻهن کي هٿي ماري وڌو هوندو.

مَندون ڪيڏيون نہ سخت هونديون آهن ۽ ماڻهوءَ جو جهيڙو وري ڪيڏو نہ اتساهہ ڏيندڙ آهي. سنڌي ماڻهو اڄ ۽ دوزخ ۾ جيئي ٿو. بنگالي

ڀوڏن ۾ تڙڳي ٿو. نيپالي ڳاٽ ڪٽي ٻيهندڙ جبلن جي وٿين ۾ لڪن ڪي لتاڙي انهن کي زير ڪري ٿو. مان حيران آهيان ته هن وقت بنگلاديش جي ڪيتن ۾ باقي ڇا بچيو هوندو؟

جهاز ڀيهر ڀرجڻ شروع ٿي چڪو آهي، فل ڀرجڻ وارو آهي. سڀ چهرا بنگالي ناهن. ڪجهه چاتل سچاتل پناهگير چهرن جهڙا چهرا به آهن. ڍاڪا ۾ جهاز لهن کان اڳ ڪنهن ڪنهن اردو پئي ڳالهائي، هاڻي چڱا خاصا ماڻهو اردو ڳالهائي رهيا آهن. اِهي بِهاري ٿا لڳن.

اڪثر ماڻهن کي بنگلہ ديشي پاسپورٽ هٿن ۾ آهي. ڇا هو ڪراچيءَ ڏانهن ڪمائڻ جي نيت سان وڃي رهيا آهن؟ اهو سوال مونکي هڪ ڀيرو ٻيهر نيپال ۾ ملي پوري ٿيل ڪانفرنس ڏانهن وٺي وڃي ٿو.

ڪراچي ڍاڪا کان ٣ ـ ڪلاڪ هوائي پنڌ تي آهي. اسان سڄو پارت ٽپي پوءِ سنڌ پهچنداسون. پارت جيڪو ڪڏهن گڏيل وطن هو ۽ بنگلاديش جيڪو ڪڏهن گڏيل وطن هو. هاڻي اسان کي ان ڌرتيءَ تي ويزا کان سواءِ پير رکڻ جي موڪل ناهي. منهنجي دل روئي ٿي ۽ اکيون خشڪ آهن. گلو خشڪ آهي. منهنجي دل چوي ٿي ته بنگالين کان پڇان ته آخر سنڌ جي ماڻهن بنگالين کي ڪهڙو ڏنجهه ڏنو هو جو هنن مونکي به اجنبي ڊڪليئر ڪري ڇڏيو آهي! ڇا هو مونکي جواب ڏيئي سگهندا؟ ڇا مان پنهنجو پاڻ کي جواب ڏيئي سگهندس؟ ڇا تاريخ مونکي جواب ڏيئي سگهندي؟

جيڪڏهن سنڌين ڏک ڏنا هئا ته پوءِ بنگالي هاڻي سنڌ ڏانهن ڇو پيا وڃن؟ جيڪڏهن محبتون باقي نہ رهيون آهن ته پوءِ باقي ڇا وڃي بچيو آهي؟

اڄوڪي اخبار ۾ بنگلا ديش ريڊيو جي حوالي سان خبر آهي: ملڪ جي اولهائين حصي ۾ ٻوڏن کان پوءِ هيل تائين ٥٠٠ کان وڌيڪ ماڻهو ڪالرا سبب مري چڪا آهن.

# نيپال جي سياسي تاريخ

## مل خاندان

نيپال ۾ مل خاندان جي راڄ جو دؤر ١٠ کان ١٨ صدي سمجهيو وڃي ٿو. هن ڪٽنب جو راڄ نه رڳو نيپال جي وادي پر پرپاسي وارن علائقن تي به پکڙيل هو. جيتوڻيڪ هي هندو راڄ هو پر اڪثر بادشاهن هتي برهمڻيت اوتري سختيءَ سان نه مڙهي جيئن عام طور تي دربار جا برهمڻ نافذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. نيپال جي عام رعيت ذات پات جي سماجي ڍانچي هيٺ برابر دٻيل رهي آهي پر سرڪاري طرح ٻين مذهبن وارن تي اهڙي سختي نه ڪئي وئي. بهرحال، هڪ طاقتور راجا جيا ستتي مل (٩٥ - ١٣٨٢ع) پهريون ڀيرو هڪ سخت ۽ سرڪاري قانون ڏنو، جيڪو ان دؤر جي هندو اصولن جي اثر هيٺ هو.

نيپال ۾ مل کي ملا (Malla) چون ٿا. جڏهن ته هي اهو ئي لفظ آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ملهه چئبو آهي. ملهه اڄڪلهه پهلوانيءَ واري راند آهي پر مها ڀارت واري زماني ۾ ملهه لڙائيءَ جو هڪ قسم هو. جنگ جي ميدان ۾ ٻنهي ڌرين جا پهلوان جيڪي جسماني طاقت ۾ سبر هوندا هئا، هڪٻئي کي للڪاري وڙهندا هئا. اڪثر ڪري هارايل پهلوان ميدان ۾ ئي مري پوندو هو يا سڄي ڄمار لاءِ معذور ٿي ويندو هو. هوريان هوريان جنگ جو هي طريقو جسماني طاقت جي مظاهري ۽ فن طور باقي بچيو آهي. ملهه پهلوان بنيادي طور تي کتري هئا. ان سبب هو فوجي نسل هئا.

جيا ستتيءَ کانپوءِ سندس جاءِ نشين يڪشا مل (٨٢-١٤٢٩ع) پنهنجي حڪومت ٽن پٽن کي ورهائي ڏني. ان طرح ٽي جدا حڪومتون ٺهيون جن مان هر هڪ جي گادي کٽمنڊو، پاٽن ۽ ڀڳت پور (ڀادگائون) ٺهيا. هي ٽيئي شهر نيپال واديءَ ۾ هڪٻئي جي ڀرسان آهن. ان ريت انهن ٽنهين حڪومتن جون سرحدون واديءَ جي مختلف ٽڪرين تائين محدود رهيون. انهن حڪومتن جي وچ

مان بہ ٽي مکيہ رستا اتر ۽ ڏکڻ طرف لنگهيا ٿي. اتر وارو رستو تبت لاءِ ۽ ڏکڻ وارو رستو هندستان سان ڪاروبار لاءِ اهم هئا.

هنن ٽن نندين حڪومتن ڪانسواءِ نيپال جي اوڀر ۽ اتر وارن ڏورانهن حصن ۾ ننڍيون ننڍيون حڪومتون بہ موجود هيون. اهي حڪومتون پنهنجو وجود مکيہ حڪومتن سان هڪ خاص توازن، خانداني رشتن ۽ ساڳئي ثقافتي ورثي جي نازڪ بنياد تي رکنديون رهيون.

سورهين صديءَ تائين اهي سڀ حڪومتون عملي طرح تي هندستاني نزاد هندن جي هٿن ۾ هليون ويون. اهي هندو هندستان مان ان وقت ڀڄا هئا جڏهن اتر هندستان تي مسلمانن جون ڪاهون زور وٺنديون ويون هيون ۽ مسلمان فاتح هندستان تي قبضو مضبوط ڪندا ٿي ويا.

١٨ - هين صديءَ جي مهڙ ۾ گورکا (گورک) تي شاهہ ڪٽنب جو راڄ هو. هي هندو خاندان هو جنهن "شاهہ" لقب اختيار ڪيو. هن ڪٽنب نيپال جي پهاڙين تي پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪيو ۽ نيپال واديءَ لاءِ سچ پچ خطرو ٿي پيو. ان وقت تائين مل خاندان اندروني ۽ معاشي انتشار سبب ڪمزور ٿي چڪو هو. هو گورکا جي اڀرندڙ طاقت پرٿوي نارائڻ شاهہ جو مقابلو ڪري نہ ٿي سگهيا. جنهن ١٧٦٩ع ۾ وادي فتح ڪري ورتي ۽ پنهنجي گادي ڦيرائي کٽمنڊو ڪئي.

شاهہ خاندان

نيپالي مؤرخ پنهنجو نئون دؤر شاهہ راڄ کان شمار ڪندا آهن جيڪو ١٧٦٩ع کان شروع ٿيو. اهو ان ڪري تہ هن دؤر ۾ نيپال جون ٽڙ پکڙ حڪومتون هڪ مرڪز هيٺ جمع ٿيون هيون ۽ نيپال جون هاڻوڪيون سرحدون قائم ٿيون. شاهہ ڪٽنب اڃا بہ اتر طرف پيش قدمي ڪرڻ چاهي پر چين جي فوجن کين تبت فتح ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. اهو ١٧٩٢ع جو واقعو آهي. ان کانپوءِ شاهہ جي فوجن ڏکڻ طرف وڌڻ جي ڪوشش ڪئي پر ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کين ١٨١٥ع ۾ شڪست ڏني. نتيجي ۾ هڪ ناهہ هيٺ شاهہ کي نيپال جي الهندي پاسي، ترائي ۽ سڪم تان هٿ ڌوئڻا پيا

جيڪي نيپالي فوجين اڳ فتح ڪيا هئا.

رانا خاندان

١٩- هين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ نيپالي راڄ وري خطري ۾ پئجي ويو. ١٨٤٠ ع ڌاري ملڪ ۾ رانا ڪٽنب طاقتور ٿي اُڀريو. جنگ بهادر رانا جيڪو نيپالي فوج جو مقبول اڳواڻ هو، وزير اعظم ٿي ويو. سندس حڪومتي دؤر ۾ نيپال ڪاميابيءَ سان تبت فتح ڪيو، جنهن ١٨٥٤ع ۾ نيپال کي هر سال ڏن ڀري ڏيڻ جو ناهه ڪيو. ١٨٥٧-٥٨ع ۾ جنگ بهادر پاڻ هڪ نيپالي فوجي دستي جي اڳوائي ڪري انگريزن جي مدد ڪئي. انهن ڏينهن ۾ انگريز هندستان ۾ سيپاءِ بغاوت کي مُنهن ڏيئي رهيا هئا. ان سات جي انعام ۾ انگريزن ترائيءَ سميت ٻيا علائقا نيپال کي موٽائي ڏنا جيڪي ١٨١٥ع ۾ هٿان هليا ويا هئا. جنگ بهادر انتظاميہ جي دؤر ۾ نيپال جي بادشاهہ وزيراعظم کي حڪومت جا مڪمل اختيار ۽ مهاراجا جو لقب ڏيئي ڇڏيو هو. جنگ بهادر وزارت عظميٰ کي بہ خانداني ورثي ۾ بدلائي ڇڏيو. ان ريت رانا ڪٽنب هڪ سؤ سالن تائين وزارت عظميٰ هٿيڪي رکي، تان جو شاهہ ڪٽنب جا بادشاهہ فقط نالي ماتر رهيا. رانا خاندان جائي ٻجهي نيپال کي اڪيلو ۽ پاسيرو رکيو، ايئن ڪرڻ سان نيپال ڪالونيل دؤر ۾ بہ آزاد رهيو پر ان ريت هو جديد معاشي ترقيءَ ۾ پوئتي رهجي ويو.

٢٠ - هين صدي

جيئن تہ نيپال تي هميشہ ڏکڻ کان وڏو ثقافتي، سياسي ۽ معاشي دٻاءُ رهيو آهي، تنهن ڪري ١٩٤٠ع ڌاري جڏهن هندستان ۾ عوامي اُڀار ۽ جمهوريت جو مطالبو وڌيو تہ ان جا اثر نيپال ۾ بہ محسوس ڪيا ويا. اهو ئي دؤر هو جڏهن رانا راڄ جي خلاف مخالفت نسرڻ لڳي. ١٩٥٠ع ۾ محلاتي انقلاب آيو جنهن ۾ رانا ڪٽنب اقتدار مان نڪري ويو ۽ شاهہ مهندرا کي مڪمل اختيار ملي ويا. هُن ١٩٥٩ع ۾ هڪ جمهوري آئين جاري ڪيو ۽ پارليامينٽري چونڊون ڪرايون. انهن چونڊن ۾ نيپالي ڪانگريس اڪثريت سان کٽي آئي، ٻيون سيٽون سوشلسٽن کٽيون.

١٩٦٠ع ۾ مهيندرا اهو چئي هنگامي حالتن جو اعلان ڪيو تہ نيپال جمهوريت لاءِ تيار نہ آهي. هن پارليامينٽري سرشتي جي جاءِ تي غير جماعتي

پنچائت سسٽم لاڳو ڪري ڇڏيو. هي سسٽم ڳوناٽي ۽ علائقائي پنچائتي نظام کي نظر ۾ رکي جوڙيو ويو هو. جڏهن عوام جمهوري سرشتي جو ذائقو چکي چڪو هجي، تڏهن هو اڳي کان وڌيڪ شدت سان جمهوريت لاءِ وڙهندو آهي، جڏهن نيپالي ڪانگريس واپسيءَ لاءِ مزاحمتي ويڙهه ڪئي تڏهن ملڪ ۾ وڏي پئماني تي گرفتاريون ٿيون. ڪافي ڪانگريسي جيل پيا ۽ گهڻيئي هندستان ڀڄي ويا. ١٩٦٨ع ۾ شاهي معافيءَ هيٺ اڪثر سياسي قيدي آزاد ڪيا ويا پر سياسي پارٽين تي بندش برقرار رکي وئي.

١٩٦٠ع واري ڏهاڪي ۾ بادشاهه زرعي سڌارن جو اعلان به ڪيو جنهن تحت وڏيون زميندارِيون ڪاغذن ۾ ختم ٿيون ۽ زمينون ظاهري طور تي بي زمين هارين کي مليون. هڪ ٻيو قانون ذات جي متڀيد جي خلاف پاس ڪيو ويو پر عملي طور تي نيپالي ماڻهو ٻنهي سڌارن مان مطمئن نه آهن. ذات پات جو نظام سماج ۾ حقيقي طور تي اڄ به قائم آهي جڏهن ته زرعي سڌارن تي به نيڪ طرح سان عمل نه ٿيو. زمين جي ڪاتن ۾ برابر تبديلي آئي پر اهڙي طرح جون زمينون وڏن زميندارن جي مٺن مائٽن ۾ ورهائجي ويون، بلڪل اهڙي طرح جيئن پاڪستان ۾ ايوب خان ۽ ڀٽي صاحب وارن زرعي سڌارن جو حشر ٿيو.

شاهه مهندرا ١٩٧٢ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو ۽ سندس پٽ بريندرا ١٩٧٥ع ۾ تخت تي ويٺو. شاهه بريندرا کي اچڻ شرط ئي شاگردن جي بي چيني ۽ فسادن کي مُنهن ڏيڻو پيو. شاهه بريندرا حڪومت سنڀالڻ کانپوءِ معاشي نظام بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر سياسي پارٽين تي پابندي برقرار رکيءَ غير پارٽي بنيادن تي ڪم هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن ٻنهي ڪمن ۾ ڪيس ناڪامي تي ۽ ١٩٧٩ع تائين بحراني صورتحال سامهون اچي وئي.

١٩٦٠ع کانپوءِ بادشاهت کي درپيش پهرين زبردست سياسي خطري کي مُنهن ڏيڻ لاءِ شاهه بريندرا مئي ١٩٧٩ع ۾ هڪ قومي ريفرينڊم جو اعلان ڪيو ته جيئن فيصلو ٿئي ته ملڪ ۾ پارٽي سسٽم هجي يا غير پارٽي سياسي سرشتو؟ مئي ١٩٨٠ع ۾ ٿيل ريفرينڊم ۾ سياسي ڌرين ٥٥ - سيڪڙو ووٽ کڻي ڪاميابي حاصل ڪئي پر اهو واضح ٿي ويو ته بنيادي سياسي سوال تي نيپالي ماڻهن جي وچ ۾ ڪيڏو وڏو اختلاف موجود آهي.

١٩٨٠ع ۾ ئي شاهه بريندرا ١٩٦٢ع وارو آئين برقرار رکڻ جو فيصلو

ڪيو پر ان ۾ ترميم ڪئي ته قومي اسيمبليءَ لاءِ سڌيون چونڊون ٿينديون. حڪومت نيپالي ڪانگريس پارٽيءَ سميت بندش پيل ٻين پارٽين کي به نالي ماتر سرگرمين جي اجازت ڏني. هاڻي به چونڊون غير پارٽي بنيادن تي ٿيون هيون پر ميمبر غير رسمي يا ڪليل طور سياسي پارٽين جا هئا.

پارليامينٽري جمهوريت ڏانهن هن قسم جي اڌوري پيشقدميءَ نه ته گهڻ پارٽي آئيني بادشاهت جي حامين کي مطمئن ڪيو ۽ نه ئي ڪابي ڌرکي. فيبروري ۱۹۹۰ع ۾ اعتدال پسندن ۽ مخالف ڪابي ڌر جي هڪ اتحاد بنيادي سياسي سڌارن لاءِ هڪ مهم شروع ڪئي. سڄي ملڪ ۾ هڙتالن ۽ احتجاجن جي هڪ لهر اُٿي. هن احتجاج کي طاقت ذريعي دٻائڻ لاءِ راڄ شاهيءَ جون سموريون ڪوششون بيڪار ٿي ويون. اپريل مهيني ۾ ڪٽمنڊو واديءَ جي صورتحال تمام گنڀير ٿي وئي ته شاهه ٻريندرا سياسي پارٽين تان پابندي ڪڻي ڇڏي ۽ وڏيڪ سيڪيورٽي آرڊيننس رد ڪري ڇڏيا ۽ ۱٦- اپريل تي گڏيل قائم مقام حڪومت نيپالي ڪانگريس جي صدر ڪي ايس ڀٽراءِ جي اڳواڻيءَ ۾ ٺاهي. ان حڪومت ۾ ڪميونسٽ ڌڙي جي نرم حصي يونائيٽيڊ ليفٽسٽ فرنٽ کي به شامل ڪيو ويو.

هن گڏيل حڪومت جا بنيادي ڪم امن امان قائم ڪرڻ، آئيني بادشاهت جي بنياد تي گهڻ پارٽي سرشتو ٺاهڻ، نئين آئين جو مسودو تيار ڪرڻ ۽ پارليامينٽ لاءِ نيون چونڊون ڪرائڻ هئا. فقط هڪ سال جي مدي اندر اهي سڀ ڪم مڪمل ٿي ويا. اها سياستدانن جي وڏي ڪاميابي هئي جو ته قائم مقام حڪومت ۾ هڙني خيالن وارا سياستدان شامل هئا. نئين آئين جو مسودو سيپٽمبر ۱۹۹۰ع تي بادشاهه ۽ وزارت جي آڏو پيش ڪيو ويو. ان مسودي تي زبردست مباحثو ٿيو، خاص ڪري آئين ۾ بادشاهه جي ڪردار، نيپال کي سيڪيولر رياست ٺاهڻ، هنگامي اختيارن ۽ نيپال جي گهڻين ٻولين جي حيثيت تي. بادشاهه ٻريندرا آئيني بادشاهت ۽ گهڻ پارٽي پارليامينٽري سياسي سرشتي لاءِ هڪ ترميمي مسودو ڏنو.

۱۲ - مئي ۱۹۹۱ع تي ٿيل عام چونڊن ۾ نيپالي ڪانگريس پارٽيءَ پارليامينٽ ۾ اڪثريت حاصل ڪئي ۽ ۲۰۵ سيٽن مان ۱۱۰ سيٽون حاصل ڪيون. يونائيٽيڊ مارڪسسٽ لينسٽ پارٽي ٦۹ سيٽون حاصل ڪري وڏي قوت طور اُڀري. ٻن "پنچا" پارٽين جيڪي پراڻي سرشتي جون حامي هيون، فقط چار

سيٽون حاصل ڪيون. ان ريت بادشاهه بريندرا نيپالي ڪانگريس جي اڳوان جي پي ڪوئيرالہ کي حڪومت ٺاهڻ لاءِ چيو ۽ هن حڪومت ٺاهي.

ڪميونسٽ ۽ ڪانگريس

١٩٩۴ع ۾ نيپال جي تاريخ ۾ سياسي هلچل جو اُڀار پنهنجي عروج تي پهچي ويو ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جي حڪومت ڊگهي عرصي کان قائم گرفت وڃائي ويٺي. نيپال جي اها سياست جيڪا ڪڏهن بادشاهه ۽ وزير اعظم جي وچ ۾ هلندي هئي، جمهوريت جي بحاليءَ کانپوءِ ختم ٿي وئي هئي پر ان سان گڏوگڏ ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ هڪٻئي خلاف مخالف نيون قوتون بڻجي اُڀريون. ملڪ جي نئين سياسي سرشتي جي قيام ۾ هنن ٻن ڌرين جو بہ وڏو حصو آهي. جمهوريت جي بحاليءَ کانپوءِ هي پهريون ڀيرو ٿيو جو ڪميونسٽ ڪانگريس تي سياسي برتري حاصل ڪري ويا.

عام چوندن ۾ ڏاندلين جي رپورٽن جي باوجود ملڪي قومي اسيمبليءَ جي ٢٠۵ سيٽن مان ٨٨ سيٽون مارڪسسٽ لينسٽ ڪميونسٽ اتحاد (يو ايم ايل) کي مليون. ڪانگريس ٻئي نمبر تي هئي ۽ ان ٨٢ سيٽون حاصل ڪيون.

نيپال ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج ڇهہ ڪميونسٽ ڌڙا ڊگهي عرصي کان ڪم ڪري رهيا آهن ۽ انهن مان اڪثر پارٽين اڳوڻين عام چوندن ۾ بہ قومي اسيمبليءَ ۾ سيٽون حاصل ڪيون هيون. گذريل قومي اسيمبليءَ ۾ بہ ڪميونسٽ پارٽين جي گڏيل اتحاد توڙي ٻين ڪميونسٽن جي گڏيل قوت ڪانگريس کانپوءِ ٻئي نمبر تي هئي. سڀ ڪميونسٽ جيئن تہ روس، چين يا ڪن ٻين رياستن ۽ ڪميونسٽ لهجن مان متاثر هئا تنهنڪري هنن جا پاڻ ۾ اختلاف بہ شديد هئا. سوشلسٽ ڪئمپ جي ٽٽڻ سبب ڪميونسٽ ڌڙن جي وچ ۾ قائم اختلافي ڇڪتاڻ ڪجهہ گهٽ ٿي.

نيپال جيتوڻيڪ پهاڙي زرعي معيشت جو ملڪ آهي ۽ اُتان جو مذهبي ريتن رسمن جو جار مقامي ماڻهن جي ذهن تي حاوي آهي، ڪميونسٽ نظرين جي ڪاميابي غير معمولي واقعو هو. ايئن ٿو لڳي تہ ڪميونسٽن پنهنجي حڪمت عمليءَ ۾ مذهبي معاملن ۾ پوڻ کان پاسو ڪري فقط آجر ۽ مزدور، هاري ۽ زميندار ۽ عام ماڻهو ۽ پوڄارين جي رشتي کي آڏو رکي اهي تضاد تڪا ڪيا. هوڏانهن اها بہ دلچسپ حقيقت آهي تہ کٽمنڊو جا اڪثر وڏا سينيون،

ڪارخانن ۽ گهڻ منزلہ عمارتن جا مالڪ ڪميونسٽ آهن.

۱۹۹۴ع وارين چونڊن ۾ ڪميونسٽن جي ڪاميابيءَ جا ٻہ وڏا ڪارڻ هئا. پهريون اهو تہ ڪميونسٽن ڏورانهن علائقن، جهنگن ۽ جبلن ۾ وڃي ڪم ڪيو ۽ مقبول ٿيا، ٻيو اهو تہ ڪانگريس پارٽيءَ جي وزيراعظم گرجا پرساد ڪوئيرالا هڪ کان وڌيڪ وڏيون سياسي غلطيون ڪيون. ڪانگريس حڪومت اهي واعدا بہ پورا ڪري نہ سگهي جيڪي اڳوڻين چونڊن جي وقت ۾ ڪيا ويا هئا، خاص ڪري نيپال ۾ زمينن جي ٻيهر ورڇ جو مسئلو تہ بنهہ حل نہ ٿيو. ڪميونسٽ پارٽين جو وڏي ۾ وڏو سياسي هٿيار اهو ئي هو تہ نوان زرعي سڌارا آندا وڃن ۽ ڪاتا ننڍا ڪري ٻيهر ورهايا وڃن. اصل ۾ نيپال وٽ زرعي زمينون تمام گهٽ آهن ۽ آبادي گهڻي وڌي آهي تنهنڪري روزگار جو وڏو مسئلو پيدا ٿيو. روزگار جو اڄڪلهہ سڀ کان وڏو ذريعو پرڏيهي سياحن جي آمد سبب پيدا ٿيو آهي. هن وقت بہ جيڪڏهن ڪنهن سبب ڪري سياحت بند ٿي وڃي تہ جيڪر نيپال قرضن ۾ ڪارو ٿي ڦلاش ٿي رهجي.

نيپالي بادشاهہ وٽ ڪميونسٽن جي ڪاميابي هروڀرو ڪو دڙڪو نہ هئي ڇو تہ بادشاهت کي اڳ ئي آئيني حيثيت حاصل هئي. هونئن بہ نيپالي ڪانگريس پارٽيءَ جي وڏي ماءُ هندستاني ڪانگريس پارٽي آهي، جنهن جو نظريو ۽ عمل ساڳي ڏر وارو نہ آهي.

بهرحال، نيپال ۾ ڪميونسٽ اتحاد جي اڳواڻ من موهن اڌيڪاري جيڪو ان وقت ۷۴ ورهن جو هو ۲۹ نومبر ۱۹۹۴ تي وزيراعظم جو عهدو سنڀاليو. ان ڪميونسٽ حڪومت کي ڪانگريس تمام سوڙهو ڪيو ۽ ڪميونسٽ حڪومت ڪجهہ ئي مهينن ۾ ختم ٿي وئي ۽ ڪانگريس ٻيهر اقتدار ۾ اچي وئي.

## اقتصادي جائزو

### (1970 - کان 1994)

1978ع ڌاري نيپال جي GDP 1.6 ارب ڊالر هئي ۽ في کس آمدني 120 ڊالر هئي. زراعت ملڪي معيشت ۾ ڪرنگهي جي حيثيت رکي ٿي.

جهنگلي پئداوار GDP جي ٻن حصن تي ٻڌل هئي. زرعي پئداوار ۾ چانور، داليون، ڪڻڪ ۽ سڻي اهم جنسون هيون. هاڻ سڻي جي متبادل طور ڪپهه وغيره ٿئي ٿي. هوڏانهن اقتصادي ماهرن جو چوڻ آهي ته نيپال ۾ اقتصادي ترقيءَ ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ جديد مشينري جي اڻاٺ ۽ هنرمند پورهيتن جي کوٽ آهي. جڏهن ته نيپال جي آبادي جو خاصو حصو جابلو علائقن ۾ آباد آهي، جن جي گذر سفر جو وڏو وسيلو جانورن جو گوشت آهي.

نيپال جي موجوده اقتصادي صورتحال ڪجهه هن ريت بيني آهي: ٿلهي ليکي 1978ع ڌاري GNP ۾ في ڪس آمدني 1.6 ارب ڊالر هئي، جڏهن ته موجوده وقت ۾ في ڪس آمدني 180 ڊالر آهي، جيڪا بنگلاديش جي في ڪس آمدني 220 ڊالر، هندستان جي 310 ڊالر في ڪس آمدني ۽ پاڪستان جي 440 ڊالر في ڪس آمدني ڪان گهٽ آهي. واضح ٿيو ته نيپال جي GNP ۾ في ڪس آمدني علائقي جي اڪثريتي ملڪن ڪان گهٽ آهي.

نيپال جي GDP ۾ بچتن جي شرح 10 سيڪڙو آهي، جيڪا بنگلاديش جي بچتن جي 7 سيڪڙي ڪان وڌيڪ آهي پر هندستان جي 24 سيڪڙو بچتن جي شرح ڪان ۽ پاڪستان جي 14 سيڪڙي بچتن جي شرح ڪان گهٽ آهي. نيپال جي سون ۽ چاندي جي ذخيرن جي شرح 0.6 ارب ڊالر آهي، جيڪا بنگلاديش جي سون ۽ چاندي جي 2.6 ارب ڊالرن جي ذخيرن، هندستان جي سون ۽ چاندي جي 17.8 ارب ڊالرن جي ذخيرن ۽ پاڪستان جي 2.1 ارب ڊالرن جي ذخيرن ڪان گهٽ آهي.

نيپال جي ادائيگين جو توازن 0.2 ارب ڊالر آهي، ان جي ڀيٽ ۾ بنگلاديش جي ادائيگين جو توازن 0.2 ارب ڊالرن جي برابر ۽ هندستان جي 2.7 ارب ڊالرن ۽ پاڪستان جي 2.5 ارب ڊالرن جي ادائيگين جي توازن ڪان صورتحال خراب آهي.

نيپال جي 12 مهينن ۾ ايڪسپورٽ 0.4 ارب ڊالر آهي. جيڪا بنگلاديش جي ايڪسپورٽ 2.5 ارب ڊالرن، هندستان جي 23.5 ارب ڊالرن ۽ پاڪستان جي 7.9 ارب ڊالرن جي ايڪسپورٽ ڪان گهٽ آهي. حساس قيمتن جي انڊيڪس جي لحاظ ڪان نيپال جي ناڻي واڌ جي شرح 8.2 سيڪڙو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ بنگلاديش جي 1.1 سيڪڙي ناڻي واڌ گهٽ آهي. جڏهن ته هندستان جي

ناٿي واڌ 9.9 سيڪڙو ۽ پاڪستان ۾ ناٿي واڌ جي شرح 11.1 سيڪڙو رهي آهي. جيڪا بنگلاديش کي ڇڏي، ٻنهي ملڪن کان گهٽ آهي.

نيپال ۾ GDP ۾ اقتصادي ترقي جي شرح 2.9 سيڪڙو آهي، جيڪا بنگلاديش جي 4.5 سيڪڙي، هندستان جي 4.2 سيڪڙي ۽ پاڪستان جي اقتصادي ترقي جي 3 سيڪڙي کان ڪنهن بہ صورت ۾ وڌيڪ ناهي. انهيءَ مان اهو بہ واضح ٿئي ٿو تہ نيپال جي معيشت علائقي جي ٻين ملڪن جي معيشتن کان وڌيڪ خراب پوزيشن ۾ آهي.

نيپال تي پرڏيهي قرض 1.9 ارب ڊالر آهن. جڏهن تہ بنگلاديش تي پرڏيهي قرض 14.8 ارب ڊالر آهن، هندستان تي 77 ارب ڊالرن جا پرڏيهي قرض آهن ۽ پاڪستان تي 18 ارب ڊالرن جو قرض آهي، پاڪستان تي ڏيهي ۽ پرڏيهي بئنڪن ۽ مالي ادارن جا قرض ان کان علاوه آهن. جائزي مان واضح ٿيو تہ نيپال پرڏيهي قرضن جي غلامي کان بچيل آهي.

نيپال ۾ 500 ماڻهن تي هڪ ٽي وي سيٽ آهي، 16830 ماڻهن لاءِ هڪ ڊاڪٽر آهي، ماڻهن جي سراسري ڄمار 54 سالن تائين آهي، تعليم جي شرح 27 سيڪڙو آهي. هڪ هزار ٻارن تي 88 ٻار مري وڃن ٿا. آباديءَ ۾ واڌ جي شرح 2.3 سيڪڙو آهي، آبادي 2 ڪروڙ 8 لک آهي ۽ 13 سيڪڙو شهري آبادي آهي! جيڪا ٻين سارڪ ملڪن کان گهٽ آهي. ڄاڻايل جائزي مان واضح ٿئي ٿو تہ نيپال ڏکڻ اوڀر ايشيا جي غريب ترين ملڪن ۾ ڳڻجي ٿو. عالمي طور تي نيپال جي جاگرافيائي اهميت ڪانسواءِ عالمي منڊي ۾ ڪا ٻي وڏي حيثيت ناهي. اهڙي بدترين اقتصادي صورتحال کي سامهون رکندي اقتصادي مبصر اهو چوڻ تي مجبور آهن تہ نيپال جي اقتصادي سڌاري جي صرف هڪ ئي صورت آهي تہ پرڏيهي ناتو نيپال جي قدرتي ذريعن کي استعمال ڪرڻ لاءِ اچي ۽ خاص ڪري نيپالي نديون تي بجلي گهر قائم ڪري جنهن جي نيپال کي دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ قدرتي صلاحيت حاصل آهي.

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| -1 | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| -2 | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو 1) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -3 | اڄ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -4 | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -5 | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو 2) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -6 | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -7 | 4- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | - | 30/- |
| -8 | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | - | (ختم ٿيل) |
| -9 | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| -10 | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| -11 | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 1) | - | (ختم ٿيل) |
| -12 | ٽٽا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | 40/- |
| -13 | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -14 | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 2) | - | (ختم ٿيل) |
| -15 | بندر بازارين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -16 | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| -17 | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| -18 | ٽي دنيا جون ڪهاڻيون | مترجم: ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| -19 | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | - | (ختم ٿيل) |
| -20 | دل اندر درياءَ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| -21 | دل جو بندر (ناول) | انورل آئيويس/ نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| -22 | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | (ختم ٿيل) |
| -23 | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| -24 | ڪنهن سان سور سليان (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| -25 | فڪر جي آزادي | مترجم: ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| -26 | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -27 | غلامن جو پيڙو (ناول) | دوست محمد پٽي | (ختم ٿيل) |
| -28 | سي ٽي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -29 | عاشي (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | 75/- |
| -30 | سي پيڙيون رکيم پاڄهه سين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -31 | سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -32 | جهان رس (ڪهاڻيون) | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -33 | روح جي ڳولا (ناول) | مترجم: فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -34 | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| -35 | سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) | الطاف شيخ | 70/- |
| -36 | سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | 30/- |
| -37 | آسيه (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -38 | قلندر (ڪهاڻيون) | قرة العين حيدر/ مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| -39 | الطاف شيخ جي ٽريڪ تان | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -40 | سوا جا سڪ | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -41 | بهترين سفرناما | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -42 | للڪار (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -43 | ٽڪل سريت (ڪهاڻيون) | البرٽو موراويا/ ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| -44 | لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -45 | تصوير جو خون | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -46 | حليم شو | حليم بروهي | (ختم ٿيل) |



بدر جتي به آهي هر شيءِ کي تحقيقاتي/ کوجنائي انداز سان ڏسي ٿو. پوءِ هو چاهي جبل ۾ هجي يا کيل (نيپال جي شنگريلا) ۾. سندس ڳوڙهي اڀياس، وڏي يادداشت، تکي نظر ۽ اونهي سوچ سنڌي ادب توڙي تحقيق جي دنيا ۾ هيستائين تمام اهم ڪتاب ڏنا آهن. بدر جي مٿين خوبين جي ميڃتا سندس هن سفرنامي: "ڀڳوانن جي ڀونءِ (نيپال)" ۾ پڻ نمايان آهي.

هي ڪتاب (سفرنامو) نه فقط ولايت پار جا ملڪ 'گهر- ويٺي- گهمڻ- واري' لاءِ هلڪي ڦلڪي ريڊنگ آهي پر ادبي ۽ تحقيقاتي ڊاڪيومينٽ پڻ آهي. جيڪو جيترو اسان لاءِ دلچسپ آهي اوترو ئي نيپال وارن لاءِ اهم آهي.

اهي ملڪ جن کي سمنڊ ناهي انهن کي ڏسڻ جو مون کي به شوق آهي، خاص ڪري نيپال جو. مشيدن ۾ سڄي عمر گذاريندڙ منهنجو هڪ نيپالي دوست چوندو ائين: "هڪ وار نيپال وڃي اتي جو سفرنامو لک ته، مون کي به پنهنجي ملڪ "گهمڻ جو شوق" ٿئي. منهنجي خيال ۾ ته بدر جو هي سفرنامو نه فقط مون ۽ منهنجي نيپالي دوست لاءِ دلچسپ ۽ معلوماتي ثابت ٿيندو پر هي هر نيپاليءَ لاءِ جاڻ ۽ معلومات جو ڀنڊار آهي.

نيپال تي مون ڪيترائي انگريزيءَ ۾ ڪتاب پڙهيا آهن، پر ڪو به اهڙو جامع ۽ دلچسپ ڪتاب منهنجي نظر مان نه نڪتو آهي، جيترو بدر جو هي "ڀڳوانن جي ڀونءِ- نيپال" آهي. فرق فقط اهو آهي ته هي سنڌيءَ ۾ لکيل آهي.

ڪاش! هن ڪتاب جو مختلف زبانن ۾ ترجمو جيترو جلد ٿي سگهي، اوترو سٺو.

الطاف شيخ

نيپال ڀڳوانن جي ڀونءِ

بدر ابڙو

نيو فيلڊس (202)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يـا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتـي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهـائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳـو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ کتاب خريد کَري کتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل کرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُکاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُکارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار کَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها کن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي بہ کٽين، جيکي بہ کٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات کَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪتابن کي ٻارڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياکي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)